# عمر
# اوتي
# اباڻن جا

[خاڪا]

عزيز گوپانگ

ڪويتا پبليڪيشن
حيدرآباد- 2013ع

کويتا پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر ـ 81

ڪتاب جو نالو: **عمر اوٺي اباڻن جا**

موضوع: خاڪا

ليکڪ: عزيز گوپانگ

ڇاپو: پهريون

سال: © 2013ع

ٽائٽل: ڪپتان ابڙو

ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، 9-ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد، سنڌ. فون: 2721172

ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد، سنڌ

قيمت: 300 روپيا

اسٽاڪسٽ:

**حيدرآباد:** ذوالفقار بُڪ ڊپو سنڌيڪا بُڪ هائوس، فڪشن هائوس، ڪريمي بُڪ ڊپو سنڌي ادبي بورڊ بُڪ اسٽال،
سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بُڪ اسٽال، فرينڊس بُڪ پوائنٽ، ڊفينس پلازه، ڪاشف بُڪ ڊپو حيدرچوڪ، ڪاشف گاڏهي بلوچ ـ حيدرچوڪ
**ڪراچي:** ايس. اي بُوڪ ڪارنر (اردو بازار)، رائل بُڪ هائوس، ڪاٺياواڙ بُڪ اسٽور، ٿامس اينڊ ٿامس
**ڀٽ شاهه:** شاهه لطيف بوڪ اسٽال، درگاهه ڀٽ شاهه **ميهڙ:** ساحر ڪتاب گهر (ڪوندي) 03468948535
سٽي پريس بُڪ شاپ، ثقافت کاتو بُڪ اسٽال توڪل بُڪ ڊپو **سکر:** عزيز ڪتاب گهر، الفتح نيوز ايجنسي
**اسلام آباد:** سعيد بُڪ بئنڪ، **خيرپورميرس:** تهذيب نيوز ايجنسي، نيشنل بُڪ اسٽال، **ميرپور ماٿيلو:** هائوس آف نالٽي،
**لاڙڪاڻو:** رابيل ڪتاب گهر، مهراڻ ڪتاب گهر سامهون سپنا لان، **شڪارپور:** گل ڪتاب گهر، وسيم ڪتاب گهر
**دادو:** ممتاز بُڪ ڊيپو **ملي:** ٿر ڪتاب گهر، **عمرڪوٽ:** العزيز بُڪ ڊيپو ٿر ڪتاب گهر، **ميرپورخاص:** مڪتب يوسفيه
**سانگهڙ:** المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، **بدين:** مرچو مل بُڪ ڊيپو محمد هاشم بُڪ اسٽال، پريس ڪلب
**سجاول:** سنڌ ڪتاب گهر، **ڏکڙي:** اڪرام بُڪ ڊپو (03442930628)

ISBN: 978-969-9329-28-9

# Umer Othee Abanan Jaa

[Profiles]

*By Aziz Gopang*

First Edition: 2013
Title: Kaptan Abro
Printed by: Intel Communications,
Hyderchowk, Hyderabad. Tel: +92 22-2721172
Published by: Kavita Publication, 9-Rabi Chamber,
court road, hyderchowk, Hyderabad-Sindh.
Price: Rs. 300-00

# ارپنا

هي ڪتاب ارپيان ٿو:
پنهنجي بابا ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ
پنهنجي مٺي امڙ ڳوري،
۽ ڪتاب ۾ شامل سيني حقيقي ڪردارن
۽ اُنهن جي درد کي.

عُمر اوني اباڻن جا، نَميو نِڪريو نهاريان ٿي.
(نامعلوم)

# فهرست

## اداري پاران

پياري عزيز گوپانگ جو 50 خاڪن تي ٻڌل ڪتاب ”عمر اوني اباڻن جا“ توهان جي سامهون پيش ڪري رهيا آهيون. جنهن ۾ هُن مختلف اهم ۽ غير معمولي شخصيتن تي پنهنجو قلم روان رکيو آهي. اهڙن خاڪن مان پڙهندڙ کي زندگيءَ جا مختلف رخ ملي سگهن ٿا. پروفائيل يا خاڪا هر ڪنهن عام ماڻهوءَ يا ٻي ضرور ماڻهو تي لکڻ سان ڪوبہ ادبي واڌارو نٿو ٿي سگهي، پر جيڪڏهن اهي ڪنهن ڀرپور شخصيت تي لکيل هُجن تہ اهي پڙهندڙ کي ضرور متاثر ڪندا. اهڙي ئي قسم جو هي مجموعو ”عمر اوني اباڻن جا“ توهان کي لُطف اندوز ڪرڻ سان گڏ اوهان جي اندر جي اُڃ پڻ اُجهائيندو.

عزيز گوپانگ ڪنهن بہ تعارف جو محتاج نہ آهي، هو جهڙو پنهنجي ورتاءَ ۾ ڪرو ۽ آرٽسٽڪ، تهڙو لکڻ ۾. هر پڙهندڙ جو پنهنجو مزاج هوندو آهي، تنهنڪري هر خاڪو مختلف نوعيت جو آهي. اها پڪ آهي تہ هنن خاڪن جو انداز پڙهندڙ جي انداز کي پنهنجو ڪري ڇڏيندو.

**موهن مدهوش**
حيدرآباد.
24_مارچ، 2013ع

## پنهنجي پاران

مون هي پروفائيل ۾ تاثر اُنهن ماڻهن مثان لکيا آهن جيڪي منهنجا پنهنجا هُئا. ڪجهہ مزاج ۾ روين جي ڪري ۾ ڪجهہ مائٽ هجڻ جي ناتي!

هن ڪتاب کي گهڻو اڳ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيڻ گهُربو هو مگر منهنجي شاعراڻي بي ڌياني ڪتاب جي ڇپجڻ ۾ هميشہ رڪاوٽ بڻيل رهي! گهڻا ڪم شروع ڪرڻ ۾ ڪنهن کي بہ پوري نہ ڪرڻ واري پنهنجي مزاج سان جهيڙڻ ڪو آسان تہ ڪونهي! سو ڪڏهن ڪڏهن مان پاڻ کي بہ شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهيان. جڏهن ڪنهن نوڪري، ڪنهن دوستي يا ڪنهن ڪم کي انجام تائين پُڄائيندو آهيان! سو آخر پنهنجن ڪُجهہ دوستن ۾ مائٽن مثان لکيل پروفائيل ۾ تاثر ڪتاب جي صُورت ۾ ڇپرائي نيٺ ڪامياب ٿيس.

ڪتاب جي مهاڳ وغيره لاءِ مون ڪنهن کي بہ پريشان ڪونہ ڪيو! ڇو تہ هي بنهہ ذاتي نوعيت جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ مون هُنر ۾ ڪنهن فن کان ڪم ناهي ورتو، بس! دِل هُئي، درد هو ۾ اکر هُئا جيڪي پنن تي لاٿا!

**عزيز گوپانگ**

## محمد صالح گوپانگ

# ڪر ڪٽا لاهي، سُک نہ سُتا ڪڏهين

اُهو اٺويهہ سؤ ٻٽيهہ وارو سال هيو. پاڪستان جو وجود اڃان ڪتابن جي
گرڀ ۾ پلجي رهيو هو. سنڌ جو اتهاس پنهنجن سياويڪ اخلاقي ۽ تاريخي قدرن
جي وهڪرن ۾ وهي رهيو هيو. سموري سنڌ چڙن جي چونگار ۽ ميهارن جي تنوار
واري ردم تي محو رقص هئي. درياءَ جي دادلائپ پنهنجي پيٽ ۾ نئي ماپي ۽ هو
پنهنجا وهڪرا، ڪنڌيون ۽ ڪنارا توڙي پاڻ کي تبديل ڪندو ٿي رهيو. مالوند
مارو پاڻيءَ جا پيرا ڪڍي سبزارن جي تلاش ۾ خانہ بدوشي ڪندي ماڳ و مڪان
تبديل ڪندا ٿي رهيا. سنڌ جون پراميد صبحون ۽ پُرڪيف شامون وقت جي مهار
۾ قطار جي ازل کان ابد ڏانهن وارو سفر طئي ڪري رهيون هيون ۽ جڏهن هن
ڌرتيءَ مٿان پنڪي ۽ پوتيءَ جي وچ وارو عزت ڀريو مفاصلو اڃا قائم هو ٺيڪ
انهيءَ سال ڪنڌياري جي ويجهو حاجي خان نالي هڪ ميهار جي گهر ۾ هڪ
اهڙي ٻار جنم ورتو جنهن پنهنجن اشراف ابن ڏاڏن جي اعليٰ اخلاقي قدرن ۽
پنهنجي امڙ جي اوجاڳن جي پت رکي ۽ معصوم پٽي ۾ پيتل ڪير جو لهڻو اهڙو تہ
ادا ڪيائين، جيترو مٿس واجب بہ نہ هيو.

هڪ پيٽ ۽ پنجن ڀائرن جي تسلسل ۾ پنجين نمبر تي پيدا ٿيندڙ هن ٻار جو
نالو ماءُ پيءُ وڏي سڪ منجهان صالح رکيو جيڪو وڏو ٿي محمد صالح گوپانگ
جي نالي سان، هڪ معتبر استاد ۽ ماهر تعليمدان جي حيثيت سان مشهور ٿيو.

صدين کان مال جي هوڏ ۽ ڪوڏ، درياءَ جي اوپارن ۽ لهنوارن وهڪرن، سانوڻ
جي ڪجڪا ڪندڙ ڪنوٽين جي رمزن ۽ غمزن جي آڌار تي اکين منجهہ خواب،
ڪلهن تي ڪيما ۽ سينن تي سانداريون ٻڌي عزت جي ماني ۽ غيرت جي ڍؤ پويان
سفر ڪندڙ بلوچ پس منظر جو هي سنڌي خاندان حاجي خان جي سرواٽيءَ ۾،
هڪ ننڍڙي قافلي جي صورت ۾، ويهين صديءَ جي شروع ۾ اڻ ڄاتل ماڳ مڪان
متائيندو، جڏهن ڪنڌياري ويجهو اچي پهتو تہ اتان جي وڏن وڻن ۽ ڊگهن پاڇن
جي ڌرتي ۽ موافق قدرتي ماحول کين اصل لاءِ اتان جو ڪري ڇڏيو. هن خاندان
جون ڪنڌيون، حاجي خان ۽ سندس پلن ڀائرن جي ٻلدار ٻانهن جي ٽوٽين تي
بيٺل هيون. مال ۽ چال تي ياڙيندڙ ۽ پروسو ڪندڙ هن پريي مُڙس جي عقل ۽
ادراڪ اهو محسوس ڪري ورتو تہ صدين جي اڻ کٽ سفر کي سڪون ۽

هيڪانت جي ڏاوڻ سان ونگڻ گهرجي ۽ هڪ اهڙي ماڳ جي چونڊ ڪجي جتي مستقل سڪونت اختيار ڪجي. انهيءَ خيال ۽ خواب ڪي تعبير جو روپ ڏيندي هن جهان شناس شخص مينهن جا ڏڻ وڪڻي، ڪنڊياري، ڊيري ۽ نارو شاهه جي ٽڪنڊي جي وچ تي ڪجهه ايڪڙ ٻني خريد ڪئي. انهيءَ ٻنيءَ تي ڪوهه کوٽايو ۽ ڪچا گهرڙا اڏي سدا لاءِ اتي ويهي رهيو. توڙي جو مال ڪپائڻ وقت سندس ۽ سندس پائرن جون دليون اوپرن پيچرن تي ويندڙ مال جي پيرن ۾ لچيون ۽ ڦٽڪيون هيون، پر هنن اهو سڀ ڪجهه برداشت ڪيو ۽ خانه بدوشيءَ جا اجنبي سفر ۽ اوجاڳن جا سلسلا هميشه لاءِ دفن ڪري ڇڏيا ۽ اهي ماڻهو جن ڪي گهر به نه هيا سي ڳوٺ جا والي ٿي ويئا ۽ انهيءَ ڳوٺ ۾ جڏهن سندس گهر ۾ صالح نالي پٽ جي صورت ۾ چنڊ ڪڙيو ته حاجي خان جهڙي بزرگن جي دل رکندڙ هن درويش صفت شخص محسوس ڪري ورتو ته سندس گهر ۾ جنم وٺندڙ هن نماڻي نينگر سندس جنم جنم جا ٿڪ لاهڻ لاءِ هن دنيا ۾ جنم ورتو آهي ۽ اها حقيقت هئي جيڪا اڳتي هلي ثابت پڻ ٿي.

جنهن دؤر ۾ تعليم جا فائدا ۽ اهميت ڄاتي سڃاتي نه ويندي هئي ۽ حياتي "روز آٽين ۽ چاڙهين" واري محاوري جي چوڌاري ڦرندي هئي، انهيءَ دؤر ۾ پنهنجن پٽن کي اسڪول موڪلڻ جي آرزو رکڻ وڏي ڳالهه تصور ڪجي ٿي. اهڙي آرزو ۽ اميد جي نتيجي ۾ محمد صالح پنهنجن پائرن سميت اسڪول وڃڻ شروع ڪيو. محدود وسيلن، ڏکين حالتن ۽ اهنجن لمحن جي مقابلي ۾ آهستي آهستي سندس باقي پائرن اسڪول ڏانهن ويندڙ رستي جي پيٽ ۾ اهي رستا اختيار ڪيا. جن متان سندن وڏڙا جهڳن کان هلندا ٿي آيا. مگر پنهنجي مزاج ۽ طبيعت ۾ بنهه نرالو هي نينگر، اسڪول ڏانهن وڃڻ واري پهرئين ڏينهن کان وٺي هيل تائين علم جي طبع ۽ طلب ۾ دنيا جهان جي مٽي ڇاڻي اهڙا علمي گوهر هٿ ڪندو رهيو جنهن جو اندازو ۽ ڪاٿو ڪرڻ ناممڪن نه ته مشڪل ضرور آهي. ڳوٺ حاجي اڏل سهتي جي پرائمري اسڪول کان وٺي انگليند تائين تعليم حاصل ڪندڙ حاجي خان جي، محمد صالح نالي هن پٽ پنهنجي صالح هجڻ جو ثبوت بلاشڪ پورو ڪري ڏيکاريو جنهن جي گواهي سندس تعليمي ميدان ۾ ڪيل خدمتون هر دور ۾ ڏينديون رهنديون.

انهيءَ دور جا اٺ درجا (فائنل) پاس ڪري هن قلندر صفت شخص پنهنجي ڪيريئر جي شروعات پرائمري استاد کان ڪئي ۽ 1992ع ۾ رٽائرمينٽ حاصل ڪرڻ وقت سندس جهوليءَ ۾ اعليٰ عهدن ۽ عزتن جا ايترا ته ريڪارڊ جمع ٿي چڪا هئا، جيڪي ڪنهن به شخص جي قابليت ۽ اهليت کي ثابت ڪرڻ لاءِ بنهه ڪافي هوندا آهن.

هيڪانت جي ڏاوڻ سان ونگڻ گهرجي ۽ هڪ اهڙي ماڳ جي چونڊ ڪجي جتي مستقل سڪونت اختيار ڪجي. انهيءَ خيال ۽ خواب کي تعبير جو روپ ڏيندي هن جهان شناس شخص مينهن جا ڏڻ وڪڻي، ڪنڊياري، ڏيري ۽ نارو شاهه جي ٽڪنڊي جي وچ تي ڪجهه ايڪڙ ٻني خريد ڪئي. انهيءَ ٻنيءَ تي کوهه کوٽايو ۽ ڪچا گهرڙا اڏي سدا لاءِ اتي ويهي رهيو. توڙي جو مال ڪپائڻ وقت سندس ۽ سندس پائرن جون دليون اوپرن پيچرن تي ويندڙ مال جي پيرن ۾ لچيون ۽ ڦٽڪيون هيون، پر هنن اهو سڀ ڪجهه برداشت ڪيو ۽ خانه بدوشيءَ جا اجنبي سفر ۽ اوجاڳن جا سلسلا هميشه لاءِ دفن ڪري ڇڏيا ۽ اهي ماڻهو جن کي گهر به نه هيا سي ڳوٺ جا والي ٿي ويٺا ۽ انهيءَ ڳوٺ ۾ جڏهن سندس گهر ۾ صالح نالي پٽ جي صورت ۾ چنڊ ڪڙيو ته حاجي خان جهڙي بزرگن جي دل رکندڙ هن درويش صفت شخص محسوس ڪري ورتو ته سندس گهر ۾ جنم وٺندڙ هن نماڻي نيڻگر سندس جنم جنم جا ٿڪ لاهڻ لاءِ هن دنيا ۾ جنم ورتو آهي ۽ اها حقيقت هئي جيڪا اڳتي هلي ثابت پڻ ٿي.

جنهن دؤر ۾ تعليم جا فائدا ۽ اهميت ڄاتي سڃاتي نه ويندي هئي ۽ حياتي "روز آٽين ۽ چاڙهين" واري محاوري جي چوڌاري ڦرندي هئي، انهيءَ دؤر ۾ پنهنجن پٽن کي اسڪول موڪلڻ جي آرزو رکڻ وڏي ڳالهه تصور ڪجي ٿي. اهڙي آرزو ۽ اميد جي نتيجي ۾ محمد صالح پنهنجن پائرن سميت اسڪول وڃڻ شروع ڪيو. محدود وسيلن، ڏکين حالتن ۽ اهنجن لمحن جي مقابلي ۾ آهستي آهستي سندس باقي پائرن اسڪول ڏانهن ويندڙ رستي جي پيٺ ۾ اهي رستا اختيار ڪيا، جن مٿان سندن وڏڙا جڳن کان هلندا ٿي آيا. مگر پنهنجي مزاج ۽ طبيعت ۾ بنهه نرالو هي نيڻگر، اسڪول ڏانهن وڃڻ واري پهرئين ڏينهن کان وٺي هيل تائين علم جي طبع ۽ طلب ۾ دنيا جهان جي متي چاڻي اهڙا علمي گوهر هٿ ڪندو رهيو جنهن جو اندازو ۽ ڪاٿو ڪرڻ ناممڪن نه ته مشڪل ضرور آهي. ڳوٺ حاجي اڏل سهتي جي پرائمري اسڪول کان وٺي انگلينڊ تائين تعليم حاصل ڪندڙ حاجي خان جي، محمد صالح نالي هن پٽ پنهنجي صالح هجڻ جو ثبوت بلاشڪ پورو ڪري ڏيکاريو جنهن جي گواهي سندس تعليمي ميدان ۾ ڪيل خدمتون هر دور ۾ ڏينديون رهنديون.

انهيءَ دور جا اٺ درجا (فائنل) پاس ڪري هن قلندر صفت شخص پنهنجي ڪيريئر جي شروعات پرائمري استاد کان ڪئي ۽ 1992ع ۾ رٽائرمينٽ حاصل ڪرڻ وقت سندس جهوليءَ ۾ اعليٰ عهدن ۽ عزتن جا ايترا ته ريڪارڊ جمع ٿي چڪا هئا، جيڪي ڪنهن به شخص جي قابليت ۽ اهليت کي ثابت ڪرڻ لاءِ بنهه ڪافي هوندا آهن.

ڳالھ اها ناهي تہ ڪير، ڪيتري وڏي عهدي ۽ رتبي تي پهتل آهي، پر ڳالھ اها آهي تہ اُهي عهدا ۽ درجا، هُن ڪهڙين حالتن ۾ ڪاوشن سان حاصل ڪيا. هڪ اهڙو شخص جيڪو فقط هڪ نسل اڳ تائين ميهارن ۽ ڌراڻن جو پس منظر رکندو هجي، اهو نوڪري واري مڪمل عرصي تائين عزت، ايمانداريءَ، شرافت ۽ محنت جو نمونو بڻجي وڃي، اها واقعي بہ وڏي ڳالھ آهي.

نوڪريءَ سان گڏ پڙهائيءَ کي جاري رکنديءَ هن پرائمري استاد مان سڀ کان پهريائين انگريزي استاد جي درجي تي ترقي ورتي، جنهن بعد ساڳئي گريڊ ۾ رهنديءَ ان وقت جي بنهہ پُرڪشش عهدي يعني بيٽ آفيسر (هاٽي سپروائيزر) جي درجي تي پهتو جيڪا حيثيت کيس آفيسرن جي اعتماد، پنهنجي ايمانداري ۽ ذهانت جي نتيجي ۾ حاصل ٿي. انهيءَ دوران هن ايم. اي انگريزي جي سند، هڪ پرائيويٽ شاگرد طور حاصل ڪئي، جيڪا ڳالھ انهيءَ دور ۾ بنهہ اهم تصور ڪئي ويندي هئي. تعليم سان ازلي عشق جي نتيجي ۾ هن ايم. اي سنڌيءَ بي. ٽي، ايم ايڊ، ايل ايل بي ۽ آخر ۾ پي ايچ ڊي (نصاب ۾) جهڙي اهم ۽ اعليٰ سند حاصل ڪري ورتي، جنهن دوران هومختصر سرڪاري ۽ تعليمي دورن ۽ تربيتي ڪورسن خاطر يورپ، آمريڪا ۽ ايشيا جي ملڪن جا سفر بہ ڪندو رهيو.

پنهنجي ذهانت ۽ محنت، والد جي سهڪار، ماءُ جي دعا ۽ قدرت جي مهربانيءَ سندس شخصيت کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا ۽ هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۽ مسڪين گهراڻي مان، پنهنجي زندگيءَ جي سفر تي نڪتل هن اڻ موٽ نوجوان، شروع کان وٺي موجوده گهڙيءَ تائين وري هڪ لمحي لاءِ بہ پوئتي نهار نہ ڪئي ۽ ڪاميابين جا چاڙها چڙهندو اڳتي وڌندو رهيو ۽ اهڙيءَ طرح بيٽ آفيسر هئڻ جي دوران هو، پيئي صاحب جي حڪومت جي شروع وارن سالن ۾ بي. ٽي ڪاليج سکر ۾ ليڪچرار طور منتخب ٿيو. هي اُهو دور هو جڏهن ميرٽ اڃان ساھ پساھ کڻي رهي هئي.

سکر ۾ ليڪچرار هوندي هو تعليم جي ضلعي آفيسر واري اساميءَ واسطي امتحان ۾ ويٺو ۽ اهڙيءَ طرح پرائمري استاد طور پنهنجي نوڪريءَ جي شروعات ڪندڙ هي مٿي ڦريو مانجهي ضلعي جو اعليٰ تعليمي آفيسر بڻيو. هن جيڪب آباد، خيرپور، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ پنهنجي ايمانداري، غريب پروري ۽ تعليمي خدمتن جون يادگيريون پوکيون.

يارنهن سال ارڙهين گريڊ ۾ رهڻ کان پوءِ سينئارٽي جي بنياد تي هن پنهنجي کاتي ۾ ويهين گريڊ ۾ ترقي ورتي ۽ ايڊيشنل سيڪريٽريءَ طور سندس مقرري ٿي ۽ سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ فرائض انجام ڏيڻ لڳو جتي ڪجھ سال رهڻ کان پوءِ بدلي ٿي سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾ چيئرمين طور ڪم ڪرڻ لڳو جتان کان پوءِ

ترتيبوار ڊائريڪٽر بيورو آف ڪريڪيولم، ڊائريڪٽر اسڪول لاڙڪاڻو پڻ رهيو ۽ اهڙيءَ طرح 1992ع ۾ پنهنجي عمر جا سٺ ورهيه پورا ڪري رٽائرمينٽ ورتائين.

پنهنجي مادري زبان سرائيڪي جيترو ٺي، انگريزيءَ مٿان عبور رکندڙ شيڪسپيئر، شيلي، ملٽن، ڪيٽس، دانتي، ورڊس ورٿ، برٽنڊرسل، غالب، فردوسيءَ جي ڄاڻو علم جي هن طالب پنهنجي نوڪريءَ جو گهڻو ٽڪو عرصو آفيسر طور گذاريو پر هن سدائين پاڻ کي هڪ استاد ۽ شاگرد طور تصور ڪيو. اهوئي سبب آهي جو ذري گهٽ سٺر ورهين جي ڄمار ۾ بہ هي بظاهر پيرسن مگر ذهني توڙي جسماني طور تي نوجوان، ڏهن ڪان ٻارنهن ڪلاڪ روز درس و تدريس کي ڏيئي رهيو آهي. جنهن سلسلي ۾ هو هڪ خانگي اسڪول ۾ پرنسپال جي نوڪري کان علاوه پنجن کان ستن ڪلاڪن تائين پنهنجي گهر جي ذاتي لائبريريءَ ۾ مختلف موضوعن تي مطالعو ڪندو رهي ٿو.

ڪنهن سپهہ سالار واري همت ۽ مؤمن واري دل رکندڙ خدا جي هن پراسرار بندي جا پنهنجا معيار ۽ ماپا رهيا آهن، جن تحت زندگيءَ سان دست و گريبان ٿيندي ٿيندي بيشڪ سندس پيرن ۾ جنبش آئي هوندي، غريبيءَ جي پُرخار پيچرن تي هلندي هلندي ضرور سندس پير پٿون ٿيا هوندا. مقصد جي مومل ماڻڻ خاطر سندس آرزوئن جي چانگن چرڻ ڇڏيو هوندو. حياتيءَ جي بي ثباتي ۽ مايا جي موهہ ڪاري ٻلي وانگر سندس رستو ڪاٽڻ چاهيو هوندو. بي ڇيٺي جواني جي پُرڪيف شامن، سندس دل کي بہ اداس بنايو هوندو. اطلسي ڪمخوابن مٿان لچندڙ روحن ۾ جنبش پيدا ڪندڙ جسمن جي پُڪار هن بہ ٻڌي هوندي. ڪڙڪ نوٽن جي حواس خطا ڪندڙ خوشبو سندس حواسن جون راهون پڻ روڪيون هونديون، پر هن لائق پيءَ جي "صالح" پٽ پنهنجي روح جي هنج جهڙي پکيءَ کي ٻگهن سان بيلهہ ڪري ٻاڙي پاٽيءَ مٿان ڪڏهن بہ نہ لاٿو ۽ سنڌ جي تعليمي اتهاس ۾ هڪ روشن مثال طور تي اُڀريو.

سنڌ جي رَڄُ چڱي مڙس حاجي خان جي پُٽ، محمد صالح، پرائمري استاد کان وٺي ڊائريڪٽر تائين جا تمام عهدا ماڻيا. هن پنهنجي نوڪريءَ واري سموري مدي ۾ ڪيترائي اسڪول کولرايا. هزارين بيروزگارن کي سندن اهليت ۽ غربت جي آڌار تي نوڪريون ڏنيون. نادارن جي خوشي خاطر زردارن کي رنجايو. پنهنجن لاچار ۽ مسڪين مائٽن جي سار لڌي، کين پڙهائڻ کان وٺي نوڪريون وٺي ڏيڻ تائين سندن ساٿ ڏنو. پائرن سان پلا پير هليو. اولاد کي تعليم ۽ عزت پري زندگي گذارڻ جي لائق بڻايائين. جتي پنهنجا چريا ڪريا تاريائين، اتي ساڃهي وقت سٽ ڏاريا پڻ هينئن سان هنڊايائين. ڪنهن جو اکر، تورو ڪڏهن نہ وساريائين. سڄي عمر ڪنهن وزير ڪبير جي رعب تعاب ۾ هرگز نہ آيو. اهوئي ڪيائين جيڪو

سندس ضمير ۽ خمير مطابق هيو. سموري حياتي، ايمانداريءَ جا مهڻا (جيڪي ڪيس اولاد بہ ڏيندو رهندو آهي) هميشہ ڪلي برداشت ڪندو رهندو آهي.

هي جبل جهڙو مضبوط شخص ڪڏهن پوڙهو ٿيٽو ئي نہ هيو مگر سندس ننڍي ڀاءُ ۽ پنهنجي گهر واريءَ جي موت سندس پيرن هيٺان جوانيءَ جي ڏاڪڻ کسڪائي ورتي ۽ هي چند مهينن ۾ پوڙهو نظر اچڻ لڳو. سندس گهر واري، جنهن بابت هو چوندو آهي تہ "هن جي سادگي ۽ معصوميت، منهنجي زندگيءَ ۾ حوصلو پيدا ڪيو."

ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ ڪي، هڪ تعليمدان، ماهر استاد، اعليٰ آفيسر جي حوالن کان الڳ ڪري، ايمانداري واري نگاهہ سان ڏسجي تہ هو انهن عام حوالن کان بہ بنهہ گهٽو مٿانهون نظر ايندو جنهن جي سچائپ اصل ۾ ايمانداري، توڪلي، شرافت، انساني همدردي، اورچائي، خدا ترسي ۽ اُهي اعليٰ اخلاقي قدر آهن، جيڪي سندس پيءُ ۽ چاچن کان ڪيس ورثي ۾ مليا آهن.

روز صبح جو قرآن شريف جو دؤر ڪندڙ تهجد گذار شاهہ لطيف جا بيت جهونگاريندڙ غالب، فيض ۽ اياز جي شاعري سان پيار ڪندڙ ڊاڪٽر عالماڻي جي نسخن ۾ ويساهہ رکندڙ پنهنجي خدا تي ڀاڙيندڙ رسول صلعم سان محبت ڪندڙ غلام رسول ڪوکر جي دوستي تي صبر ڪندڙ محمد صالح گوپانگ (پنهنجي بابا سائين) کي جڏهن بہ ڏسندو آهيان تہ مون کي سندس پُٽ هجڻ جي ناتي، پاڻ تي فخر محسوس ٿيندو آهي، جنهن پنهنجي سموري حياتي شاهہ صاحب جي هن بيت مثل گذاري آهي تہ:

ڪرڪڻا لاهي، سُک نہ سُتا ڪڏهين،
اوسيئڙو آهي، ڪاهوڙين کي پنڌ جو!

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 25 جون 2000ع)*

## بنگل خان گوپانگ

# زندگيءَ جي اڌ پنڌ ۾ شام جو نوحو

هن ڪي عام ماڻهو رئيس، سندس پائر بنگل خان ۽ مان ڪاهوڙي چوندو هوس. گذريل اڳاري تي هُن سٺ سالن جي ڄمار ۾ جڏهن حيدرآباد جي هڪ اسپتال ۾ حياتيءَ تان هٿ کنيو تہ مون کي موت جي پاڙيائپ تي سخت حيراني ٿي. هُن وٽ موت کي ڏيڻ لاءِ هُيو ڇا، سواءِ هڪ ڪمزور ۽ بيمار سرير جي. هو پنهنجون قيمتي شيون اڳوات ورهائي ڇڪو هو. دل، درد، پيار ۽ خواب جي ونڊ ورهاست ڪرڻ کان پوءِ هن وٽان موت کي ڇا هٿ آيو هوندو؟!!

حاجي خان گوپانگ کي، جنهن جي ڳالهہ ماڻهن جي قسم کي بہ شرمسار ڪندي هئي. ڇهہ پٽ هئا. هي عمر ۾ سڀ کان ننڍو ۽ دليئون درياءُ هو. شڪل شبيهہ ۾ تہ صفا پنهنجي پيءُ جهڙو هو مگر مزاجن صفا اوڳي اُٺ وانگر هو جنهن جو هينئڙو ڪڏهن بہ جاءِ تي نہ رهيو. ڪنڊياري کان شروع ڪيل سندس سفر هٽي هنڌ تڏهن ڪيو جڏهن موت اويلي مهمان وانگي اچي سندس در ڪڙڪايو ۽ موت هن ڪراڙ جي ڪنول جهڙي ماڻهو جي حياتيءَ کي عدم جي دسترخوان مٿان ايئن وڇائي ڇڏيو جو رب جي رضا سُرخرو ٿي موٽي، نہ تہ موت کي لاڙي ملهہ جيان اندرين هٽي ڪياڙي پر ڪيرائي هي بہ سگهيو ٿي، پر هن ايئن نہ ڪيو چوتہ هن ڏٺو پئي تہ ڪيس حياتيءَ جي سندري بڏائڻ وارو ڪير بہ ناهي بچيو. هو زندگيءَ جي ويڙهہ آخر ڪنهن لاءِ وڙهي؟ انهن لاءِ، جن جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾ سندس اکيون ڏنڏيل شيشي جهڙيون بڻجي ويون آهن يا انهن لاءِ، جيڪي سندس پيرسنيءَ جي جوان عشق سان سالن جا سال يتيم پار جهڙو سلوڪ ڪندا رهيا. اهوئي سبب هو جو هن آخري ڏينهن ۾ پنهنجي پيءُ جي تانگهہ جي ترهي، هڪ اڄاتي سفر جي تياري شروع ڪري ڏني هئي ۽ مون تڏهن ئي سمجهيو هو تہ سندس زندگيءَ جي اڌ پنڌ ۾ ايندڙ شام گهڻو پري ناهي.

بنگل خان جي زندگي بہ هڪ حقيقت هئي ۽ موت بہ هڪ حقيقت آهي. ٻنهي جي وچ ۾ فقط هڪڙو فرق آهي تہ زندگيءَ ۾ هو اهڙن ماڻهن لاءِ زندهہ رهيو جن جا روح مئل ۽ جسم زندهہ هئا ۽ موت کان پوءِ هو اهڙن ماڻهن سان وڃي مليو آهي، جن جا روح جيئرا جاڳندا ۽ جسم مئل آهن. هن ماڻهوءَ کي مان جڏهن ڪاهوڙي چئي مخاطب ٿيندو هوس تہ هو هلڪو مرڪندو هو. مان بہ اُنهن سوين

ماڻهن مان هڪ آهيان، جيڪي سنڌس پيار جي حصار ۾ رهيا. اڄ سنڌس وڃڻ پڄاڻان مان سوچيان ٿو تہ هو ڪير هو؟ بي چئي دل جي مهار ۾ قطار جي هو ڪهڙي اوپري اوطاق ۾ روح جي ٽڪ ڇنڊڻ واسطي ڳوٺان نڪتو هو. سنڌس وڏيون ڀرانگهون، مختصر مفاصلن کي شرمسار ڪري ڪهڙي ڏس ۾ گم ٿي ويون. سنڌس بي ساختا ٿهڪ، ڪنهن جي تاڙيءَ تي، پکين جيان اڏامي ويا. ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي.

اصل ۾ بنگل خان اهڙي قبيلي جو ماڻهو هو جيڪو ڀراڙيءَ جي ٻانهن ۾ رڻ ئي سٺو لڳندو آهي، پر بنگل خان جڏهن پنهنجي ڳوٺ ۽ اُتان جي وڻن کي واپسيءَ جي واعدي سان خدا حافظ چئي، شهر آيو تہ شهر هن کي بنهہ اڪيلو ڪري ڇڏيو. سنڌس اڪيلائي اڪين مان لهندي دل تائين پهچندي رهي ۽ آهستي آهستي اُهو وقت بہ آيو جڏهن هن سيني کي چئي ڇڏيو تہ هي شهر اوهان کي آيو مان پنهنجي "ابا" جي ڳوٺ ٿو وڃان. ۽ پوءِ هو واقعي بہ پنهنجي پيءُ جي ڳوٺ هليو ويو. هڪ اهڙي ڳوٺ، جتي محبتن جا ليڪا چوڪا، ڏيتي ليتي ۽ فائدن جي حوالي سان طئي ناهن ٿيندا. جتي انتظار ۽ اکيون هڪ ٿي ويندڙيون آهن. مفاصلا پيرن جي مٿان، مٿو رکي سمهي رهندا آهن. حياتي ڪنهن عزادار جو سڏڪو بڻجي ويندي آهي ۽ مماتي بقا جي شهسواري ذريعي روح جي پار کي ڪون و مڪان جا سير ڪرائيندي آهي.

مون کي، اوهان يقين ڄاڻو تہ. بلڪل سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ مان سنڌس وڃڻ پڄاڻان، سنڌس زندگيءَ جي ڪهڙي پاسي تي لکان ۽ اُهو بہ اُنهيءَ وقت، جڏهن هن جي موت جو غم، ڪهاڙيءَ جي مُهاڻتي ڏک جيان نرڄي وجود کي اڏو اڏ ڪري رهيو آهي. اهڙي وقت، جڏهن دل کي اِهو سمجهائڻ بہ ڪافي ڏکيو آهي تہ هو واقعي بہ هاڻي وڏيڪ هن دنيا ۾ ناهي رهيو سچ پڇو تہ اِهو واقعي بہ مون لاءِ بنهہ ڏکيو آهي تہ مان پنهنجي دل کي اعتبار ۾ آڻيان تہ بنگل خان گذاري ويو آهي. هڪ اهڙو ماڻهو جيڪو جڏهن هلندو هو تہ سانوڻ جا ڪي ڇُڙيا ڪڪر بہ ساڻس پنڌ پُڄائي نہ سگهندا هئا. هڪل ڪري اٿندو هو تہ سياري جي مست اُٺن کان گَرڻ وسري ويندو هو. ڪُنڍين جا وچڙيل سڱ ايئن ڇڏائيندو هو جيئن وچڙيل ڏاڳا هڪ ٻئي کان ڌار ڪيا آهن ۽ جڏهن ڪهاڙي سنڌس ڪلهي تي منڊائتي مينهن جي ڪنوڻ جيان ڪيچ ڪندي هئي تہ تر جون ٽاٽيل سيئي جوانيون لوڙهن کي ليڪو پائڻ لڳنديون هيون. سچ تہ اهو اعتبار ڪرڻ منهنجي لاءِ بنهہ ڏکيو آهي.

سنڌس موت کي قبولڻ کان انڪار ناهي، مگر اِها ڳالهہ سنڌس پاءُ محمد صالح کي ڪير سمجهائي، جنهن سموري زندگي ساڻس ايئن گڏ گذاري، جيئن دل سان ڌڙڪو گڏ هوندو آهي. جنهن ساڻس پاڇي ۽ مٽي جا سيئي واسطا اهڙيءَ طرح نڀايا جهڙيءَ طرح غازي عباس ڪربلا جي ميدان ۾ حسين ع سان نڀايا هئا ۽ اڄ بہ

جڏهن هوائون در تي دستڪ ڏين ٿيون تہ هو ڪنڌ کڻي بنگل خان کي ڏسڻ چاهيندو آهي. سندس اکيون، انهيءَ اڪيلائيءَ کان ايترو تہ ڊنل آهن جو هو بنگل خان کان خالي ٿي ويل ماحول کي ڏسڻ بہ نٿو چاهي ۽ اسان مان ڪنهن کي بہ اهڙي جرئت ناهي جو بنگل خان کي "مرحوم" لکون، ڇوتہ گلاب ڪڏهن بہ مري ناهن سگهندا. هو تہ پيار جي پريات ۾ ڦٽي لاتعلقيءَ جي شام ۾ مرجهائجي ويندا آهن. ۽ پويان رهجي ويندي آهي سندن خوشبو. هڪ اهڙي خوشبو جنهن کي درن ۽ دلين تي لڳل تالا بہ اندر اچڻ کان روڪي ناهن سگهندا. خدا حافظ بنگل خان ڪاهوڙي! خدا حافظ ايندڙ انهيءَ ملاقات تائين خدا حافظ جيڪا شايد گهڻو ڏور ناهي، ۽ آخر ۾ اِهو بہ پڌ تہ تون بہ اسان کان گهڻو پري ناهين. بس ايترو ئي پري آهين جيترو سيني ۾ ڌڙڪندڙ دل!

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 24 جون 2001ع)*

## نياز حسين عرف وفا نياز محمد 'ناز' گوپانگ

# موت جو فرشتو راند ۾ اصولن جو خيال نٿو رکي

نالو: نياز حسين عرف وفا نياز محمد "ناز"
ذات: گوپانگ
پيءُ جو نالو: ميوو خان گوپانگ
تعليم: ڏهہ درجا پڪا
پيشو: پرائمري ماستر (وقت کان اڳ ۾ رٽائر ٿيل)
قوميت: سنڌي
عمر: پنجاهہ سال
اصل ڳوٺ: حاجي خان گوپانگ، ڪنڊيارو ضلع نوشهروفيروز
عارضي رهائش: مهراڻ هومز سٽيزن ڪالوني حيدرآباد
وفات جو سال: آگسٽ 19 هزار پنج

مٿيون پروفائل هڪ اهڙي شخص جو آهي جنهن جي سموري حياتي عجيب گذري، عجيب ۽ غريب زندگي گذاريندڙ اهو شخص اچا ٿيج پياڪ هو تہ سندس پيءُ گذاري ويو سندس پيءُ جو نالو ميوو خان گوپانگ هو جن ماڻهن ميوي خان گوپانگ کي پنهنجي اکين سان ڏٺو سي ٻڌائيندا آهن تہ هن جي سيني ۾ شينهن جي دل ۽ اکين ۾ عقاب جي نگاهہ هوندي هئي، هن جي هڪل سان مڙسن جا هانوَ نڪر جي ٿانون جيان ٺڙڪي پوندا هئا. اهڙي بهادر ۽ ڏيا واري شخص جڏهن وفات ڪئي تہ نشاني طور پويان هڪ پُٽ ڇڏيو جنهن مٿان سندس ڏاڏي "نياز حسين" نالو رکيو.

نياز حسين جڏهن هوش سنڀاليو تہ ڪيس سڀ کان پهرئين پنهنجي نالي سان اختلاف ٿيو جيڪو آخري دم تائين قائم رهيو هن پنهنجي پنجاهہ سالن وري حياتيءَ ۾ پنهنجا پنجاهہ نالا تبديل ڪيا ۽ هر نالي ۾ پنجاهہ خاميون ڳوليون، واپس پنهنجي اصلي نالي ڏانهن موٽيو مگر هن کي ڪهڙي خبر تہ نالا تبديل ڪرڻ سان موت کي ٽينيلائي نٿو سگهجي، هو نالن جي هجوم مان اصل نالي واري ماڻهو کي ڳولي ٿو ۽ مهمانيءَ جا اهڙا آداب بجا آڻي ٿو جنهن ۾ ميزبان جي حياتيءَ وارو دسترخوان هميشہ لاءِ ويڙهجي وڃي ٿو.

"نياز حسين عرف وفا نياز محمد گوپانگ" جو نالو جيترو طويل هو سندس زندگي ايتري مختصر ثابت ٿي، هن جي مختصر حياتي جي سڀ کان دردناڪ

ڳالهه اها هئي ته هن کي ورثي ۾ ڏيڍ ايڪڙ زمين سان گڏ دم جي بيماري به ملي، جنهن سبب هُن زندگيءَ جو هر ساهه آخري ساهه سمجهي کنيو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن کي به ڪونه رنجايو. نه مٽن کي نه مائٽن کي، نه دوستن کي نه احبابن کي ۽ نه وري پنهنجي پيٽ کي، هُن کي جيڪو وٽيو سو هن کاڌو ان ڪري هو سٽل بيماري کي وري جاڳائي وٺندو هو. ڊاڪٽر هن کي دوائون کائڻ لاءِ ڏيندا هئا ۽ نصيحتون هانوَ سان هنڊائڻ لاءِ ڪندا هئا. هو دوائون هانوَ سان هنڊائيندو هو ۽ نصيحتون کائي ڇڏيندو هو نتيجي ۾ سندس بيماري ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي ۽ هُو جهُڇندو جهُرندو رهيو.

نياز حسين ۽ سندس نخرن کي ، سندس چاچي، سنڌ جي ناميارِي تعليم دان ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ پالي وڏو ڪيو. ستر واري ڏهاڪي ۾ ڊاڪٽر محمد صالح جڏهن پنهنجي ڪٽنب کي ڪنڊياري مان وٺي سانگهڙ آيو ته اُن قافلي ۾ ڊاڪٽر صاحب جي گهر ڀاتين کان وڌيڪ ڀاٽيجن ۽ ڀائيٽن جو تعداد هو. اهڙي اضافي سامان ۾ نياز حسين به شامل هو. سندس مهربان چاچي کيس سانگهڙ جي ٽريننگ ڪاليج واري پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو جتان پنج درجا فل پاس ڪري هو گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيو جتي هُن پنجن سالن ۾ رڳو پنج ڏينهن اسڪول وڃي مئٽرڪ جو انتهائي ڏکيو مرحلو طئه ڪيو. مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪرڻ جي خوشيءَ ۾ سندس مهربان چاچي کيس پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ ڏنو ۽ ساڻس چاچي سان گڏ سهري جو رشتو به جوڙيائين. اهڙي رشتي کي هن مرڻ گهڙيءَ تائين نڀايو.

نياز حسين عرف ”وفا“ نياز محمد ”ناز“ گوپانگ پنهنجي غريب حياتيءَ ۾ امير شوق پاليا. حياتيءَ جي مختلف مرحلن ۾ هن مٿان مختلف انڪشاف ٿيندا رهيا. شروع وارن ڏينهن ۾ هن کي فلمون ڏسڻ جي آرزو جاڳي ۽ اهڙي طرح هُن ستر ۽ اسي واري ڏهاڪي ۾ ٿهنڊڙ سيپئي پاڪستاني فلمون ڏسي لاٿيون. هو زبان ۽ قوميت جي مت ڀيد کان مٿانهون رهيو ان ڪري هن اردو سنڌي، پشتو ۽ پنجابي فلمن کي هڪجيترو وقت ڏنو. هيرو بڻجڻ جي شوق ۾ هن ايڪٽريون ته فلمون ڏٺيون جو هن کي اندازو ئي نه رهيو ته هو هيري بڻجڻ واري عمر کان ٻيڻ تي وڏو ٿي چڪو آهي. اداڪار سڌير کان وٺي وحيد مراد تائين سڀ هيرو سندس آئيڊيل رهيا. هُن کي سدائين اهو گُمان رهيو ته محمد علي ۽ دليپ ڪمار سندس نقل ڪندا. ڪين اهڙي گناهه کان بچائڻ لاءِ هُن آخر فلمن ۾ ڪم ڪرڻ وارو ارادو ترڪ ڪيو ۽ راڳ جي دنيا ۾ پير پاتو.

راڳ جي شوق ۾ جڏهن هن پهريون پيرو آلاپيو ته پاڙي وارن کيس وڏڙن جا واسطا ڏيئي راڳ نه ڳائڻ جي صلاح ڏني،انهن کيس سمجهايو ته راڳ جو آواز سان ازلي رشتو آهي ۽ آواز نه هجڻ سبب کيس راڳ کي ”ڇيڙڻ“ نه گهرجي، مگر هن

اهڙي ڪنهن بہ مشوري تي عمل نہ ڪيو جيڪو ڪيس راڳ ڪان پري رکي سگهي، سندس خيال هو تہ راڳ لاءِ آواز ڪان وڌيڪ جذبي جو هئڻ ضروري آهي ۽ اهڙي جذبي جي زور تي هو پنهنجا ئي ڪلام ڳائڻ لڳو راڳ جي شوق ڪيس ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تائين پهچايو مگر هو ڪڏهن بہ پروڊيوسرن جي آفيس ڪان اڳتي نہ وڌي سگهيو. هُو اڪثر چوندو هو تہ سندس عظيم راڳي نہ بڻجڻ ۾ نصير مرزا ۽ ڪوثر برڙي جو هٿ آهي، جنهن ڪي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي تاريخ ۾ سونهري اکرن سان لکيو ويندو ان سلسلي ۾ هو مونکي پڻ ميارون ڏيندو هو تہ جيڪڏهن مان نصير ۽ ڪوثر وٽ لنگهي وڃان ها تہ سندس راڳي هجڻ جو خواب پورو تي سگهي ها. ڪيس اهو بہ گمان رهيو تہ مون، يعني، راقم الحروف نہ پئي چاهيو تہ هو اڳتي وڌي سگهي. سندس اهڙي شڪايت جو ازالو مان ڪڏهن بہ نہ ڪري سگهيس. مون شايد مهدي حسن، محمد جمن، ماسٽر ابراهيم، محمد يوسف، استاد منظور علي خان سان عقيدت ۽ محبت هئڻ جي ناتي اهو گواراہ نہ ڪيو هجي تہ ڪو نئون فنڪار سندن پيشي ڪي هاڃو رسائي.

فلمي هيري ۽ راڳي بڻجڻ واري خواب جي ٽٽڻ ڪان پوءِ هُو هڪ نئين خواب جي دنيا ۾ شاعريءَ جا پوپٽ پڪڙڻ لاءِ هليو ويو. هُن درويش ڪي کهڙي خبر تہ شاعري جا رنگين پوپٽ تخيل جا ڪومل هٿ ئي پڪڙي سگهندا آهن. هُن اهو ڪٿي پئي ڄاتو تہ رديف ۽ قافيي جا نازڪ جگنو زوري چونڊيل لفظن جي پڃرن ۾ چمڪڻ ڇڏي ڏيندا آهن. هن شاعريءَ جي ضابطن ۽ ضرورتن جي خيال رکڻ ڪانسواءِ شاعري ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ڏهن ڏينهن ۾ ديوان لکي پورو ڪيو سائين.

هو شاعريءَ جي سيني صنفن ڪي ڪلام چوندو هو ۽ سيني ڪلامن ڪي غزل سمجهندو هو غزل لکڻ ڪان اڳ ۾ هو ڀرپور تخليقي ماحول جوڙيندو هو جنهن ۾ پيٽ ڀري ماني کائڻ ڪان علاوه جديد ۽ آزاد شاعري ڪندڙن ڪي بحر ۽ وزن واريون مخصوص گاريون ڏيندو هو. سندس چوڻ هو تہ شاعري دراصل رقيب ڪي مارڻ ۽ محبوب ڪان مار کائڻ جو نالو آهي. شاعريءَ جي انهيءَ سونهري اصول تي هلندي هُن بيشمار غزل لکيا ۽ ان ڪان وڌيڪ پيرا مونکي ٻڌايا. هو پنهنجي شاعري هر سنڌي رسالي ۽ اخبار ڪي موڪلي ڏيندو هو جو اهي انهن مٿان ٽڪليون لاهي ٻارن لاءِ خرچي جوڙيندا هئا ۽ سندس نالو "باقي مهربان پڙهندڙ" واري فهرست ۾ ڇاپيندا هئا. ايڊيٽرن جي اهڙي امتيازي ۽ غير جمهوري روين جي ڪري هن شاعري لکڻ تہ ڇڏي ڏني پر ٻڌائڻ وارو عمل جاري رکيائين جنهن جي نتيجي ۾ سندس پورو ديوان مونکي ياد ٿي ويو. منهنجي اهڙي يادداشت ڪي داد ڏيندي هو ڏهہ ٻارنهن غزل ٻيا بہ ٻڌائي وٺندو هو سندس اهڙي حجت ڪان جيڪڏهن آئون انڪار ڪندو هوس تہ هو ماني کائڻ ڪان انڪار ڪندو هو ۽ اهڙي صورتحال گهر ۾ جهيڙي جو ڪارڻ بڻجندي هئي، جنهن واسطي نہ رڳو سندس شاعري ٻڌڻ پر بي رحم حد تائين داد ڏيڻ بہ منهنجي گهريلو فرض ۾ شامل هو. (هتي پڙهندڙن لاءِ

واضح ڪجي ٿو تہ هُن سان منهنجا ڪيترائي رشتا هئا. جن ۾ هم عصر شاعر، سؤٽ، ماسات، سالي ۽ پيٽوي جو رشتو قابل ذڪر آهي.)

نياز حسين کي، جيئن تہ مان اڳ ۾ ذڪر ڪري آيو آهيان تہ فلمن جو بنهہ گهڻو شوق هوندو هو. هو فلم جي ڪاسٽ ڏسي، اُن جي اسٽوري بڌائي سگهندو هو. هُو جنهن بہ هيرو کان متاثر ٿيندو هو اُن جو ويس ڌاريندو هو ۽ هو هر دؤر جي، هر هيرو کان متاثر ٿيندو هو. نتيجي ۾ سندس روپ بہ تبديل ٿيندا رهندا هئا. پاڪستان جي وحيد مراد کان وٺي انديا جي راهل راءِ جو روپ ڌاريائين. راهل راءِ جي وارن جي برگر ڪٽ سڀ کان پهريائين سنڌ ۾ هن متعارف ڪرائي.

نياز پرائمري ماستر پرتي ٿيو ۽ پرائمري ماستر تائين ئي رٽائر ٿيو. هو تعليم کي علم جو ذريعو تصور ڪندو هو. هُن جڏهن ڏٺو تہ علم ۽ تعليم جي وچ وارو فرق وڌندو ٿو وڃي تہ هن پاڻ کي اَن فٽ قرار ڏياري رٽائرمينٽ ورتي. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ هن مليل پئسن کي بچائڻ جو هڪڙو واحد حل ڳولي لڌو ۽ اُهو هو پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي پنهنجا پئسا کائي ختم ڪرڻ. انهيءَ سونهري اصول تي هلندي هُن پنهنجن پئسن کي ڪنهن بہ غير جي کيسي ۾ وڃڻ نہ ڏنو ۽ آخري دم تائين اِنهيءَ ڪارگذاريءَ ۾ ڪامياب رهيو.

هن پنهنجي پويان ڏيڍ ايڪڙ زمين، هڪ بيواهہ ۽ هڪ پٽ ڇڏيو آهي، علي رضا سندس اڪيلي پٽ جو نالو آهي پر هتي آئون سندس پويان ڇڏيل سوڳوارن مان هڪ کي پلجان ٿو ۽ اُها آهي سندس بيڏڙي ماءُ، جنهن جوانيءَ ۾ پنهنجي گهرواري جي وفات کان پوءِ پٽ کي جيءَ پري ڏسي سگهڻ جي سگهہ بہ نہ ساري“ مان اڪثر سوچيندو آهيان تہ زينب نالي وارين خواتين کي ڪربلا وارا درد چوپلئہ پوندا آهن. کيس ڏسي مونکي شاهہ سائين جو هي بيت اڪثر ياد پوندو آهي تہ:

سرجيس تان سُور، ساماڻيس تان سک ويا.
اِهي بيئي پُور، مون نماڻيءَ نصيب ٿيا.

اڄ جڏهن هو پنهنجا سيئي شوق، تخلص، ڪلام ۽ فلمون پوئتي ڇڏي عدم جي اٿاهہ خاموشيءَ ۾ الوپ ٿي ويو آهي تڏهن مان کيس مايوس ڪندڙ سيني پروڊيوسرن، موسيقارن ۽ هدايتڪارن کي آگاهہ ڪرڻ چاهيندس تہ زندگيءَ جي هر آڊيشن ۾ فيل ٿيندڙ ”وفا“ نياز محمد ”ناز“، محبتن ۽ وفائن جي آڊيشن ۾ پاس ٿي ويو هُن مرڻ گهڙيءَ تائين پنهنجي محسن چاچي جو در نہ ڇڏيو ۽ جڏهن موت راند جا اصول ٽوڙي سندس محبوب چاچي ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ کي ڪائنس جدا ڪيو تہ هُن اِهو فيصلو منظور نہ ڪيو ۽ احتجاج ۾ نوڪريءَ وانگر زندگيءَ بہ ڇڏي ڏنائين.

جان جان هئي جيئري، تان ورچي نہ ويئي،
وڃي پوءَ پيئي، سارينديءَ کي سڄڻين.

*(روزانہ ”عبرت“ حيدرآباد، 2 آڪٽوبر 2005ع)*

فقير عبدالقادر مهر المعروف معصوم سانگهڙائي

# وڏي وِٿ هُيام، پاروچا پنيور ۾!

مون کي سنڌ جو سمورو اتهاس ڪنهن پُرفريب طلسم ڪدي جيان پاسندو آهي، جنهن ۾ دل فريبي ۽ دِل رُبائيءَ جا سمورا سامان پنهنجي پوري سچائيءَ سان سدا کان ميسر آهن. هتان جي تاريخ جون خوبصورتيون ۽ سفاڪيون ذڪر ۽ تبصري جي تاجي پيٽي ۾ مڙهي نٿيون سگهجن. ازل ۽ ابد جي انهيءَ سانده ۽ ختم نہ ٿي سگهجندڙ جهد مسلسل ۾ سنڌ جي بي وسي ۽ همت کي پنهنجي عجيب خوبصورتي آهي، جنهن جي بنياد تي ڌرتيءَ جو هي خطو خاتمي جا ٿيندڙ سيئي حيلا وسيلا لتاڙي، جياپي جي ڏگ تي محو سفر آهي ۽ جياپي ڏانهن سنڌ جي اهڙي سفر جا محرڪ ڪي خيالي يا ازغيبي ناهن بلڪ هن ڌرتيءَ جا اهڙا عجيب ماڻهو آهن، جيڪي مختلف دؤرن ۾ پيدا ٿيندا رهيا آهن ۽ پنهنجي پنهنجي دؤر ۾ ڪردار ۽ عمل جي بنياد تي سنڌ جي ٻُڏندڙ ٻيڙيءَ کي ڪناري لڳايو اٿن.

اڄ اسان اهڙن ماڻهن تي ٻڌل ڪهڪشان ۾ معصوم سانگهڙائيءَ کي هڪ اهڙي ستاري وانگر ڳولي سگهون ٿا، جنهن فطرت جي عين اصولن تحت، پنهنجي حصي ۾ آيل زندگي گذاري ۽ نہ رڳو ايترو بلڪ اهڙا قرض ۽ فرض بہ ادا ڪيا، جيڪي مٿس واجب بہ نہ هئا.

سانگهڙ ضلعي جي ننڍڙي ڳوٺ جهول ۾ رهندڙ فقير عبدالقادر مهر کي سندس محبت جا اسير معصوم جي نالي سان سڃاڻندا ۽ سڏيندا هئا. هڪ درويش صفت بزرگ، چاچي حامد فقير جو هي ٻيو نمبر پٽ هئو جنهن پنهنجي پختي شعور، مثبت سماجي ادراڪ، محبتي مزاج، فرد شناسي ۽ ڏکندڙ دل سان نہ رڳو سانگهڙ، بلڪ سموري سنڌ ۾ پنهنجي نالي ۽ قوم جي اهڙي تہ پت رکي جو اڄ سندس دوست ساڻس شناسائيءَ تي فخر محسوس ڪن ٿا ۽ سندس خوبصورت حوالن سان پنهنجي سڃاڻپ ڪرائين ٿا.

اڄ کان ٺيڪ هڪ سال اڳ جڏهن هي محبوب شخص پنهنجي حقيقت کان افساني ۾ تبديل ٿيو تہ منهجو لاشعور منهنجي وجود کان بہ اڳ ۾ سراپجي ويو. ڪون و مڪان جا سيئي معاملا منهنجي اڳيان سُٺ جي منجهيل ويڙهي وانگيان اڇي ڪريا. پيرن ۾ نوڙي مون هٿ لائي ڌرتيءَ کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. اکين مان ٽپا ڏيئي ٻاهر ايندڙ لڙڪن جي روشنيءَ ۾ مون ڌرتي ۽ بعد

۾ ٻاڻ کي ڳولي لڌو ۽ اڳيان بيٺل معصوم جي باقي نہ هجڻ واري حقيقت کي محسوس ڪيو.

معصوم جيڪو منهنجو ننڍي لاڪئون جو دوست هئو ان کي مان ڪڏهن بہ لفظن جي "ڪمپوزيشن" ۾ آڻي نٿو سگهان ۽ نہ ئي مان انهيءَ جي قابل آهيان. هتي انهن سٽن ۾ تہ محض ڪيس يادن ۾ ورجائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو جن جي آڌار تي، منهنجو دوستيءَ متان وشواس اڃا بہ قائم آهي.

معصوم ڀلوڙ سياستدان، مهوڙ شاعر ۽ هڪ مثالي سماج سڌارڪ هئو جنهن جي ذات ۾ انهن خوبين کان علاوه بہ ڪيئي چڱايون چارئي پاسا چڪار هيون. انسان ڇا آهي ۽ ڇا لهڻي ٿو؟ انهيءَ حوالي سان هو انتهائي واضح ۽ چٽو هو. عزت ۽ مانَ کي هر ماڻهوءَ جو ڀهريون حق تصور ڪندو هئو. اهوئي سبب هو جو وٽس لنگهي ايندڙ هر اڳهو توڻي سگهو هڪ جيترو ئي مانُ وٺندو هو ۽ اهڙيءَ طرح هيڻن سان سندس پيار ۽ محبت کي سمورو شهر حيرانيءَ ۽ اچرج سان ڏسندو هئو مگر هن سموري حياتي ڪروڌ تي ڪڏهن بہ نہ ڪنايو ۽ اهوئي ڪندو رهيو جنهن کي سندس دل درست تسليم ڪندي هئي. سندس سيني ۾ هزارين بلڪ لکين ياڪر سمايل هئا. جيڪي هن چاليهن سالن جي خواب جيتري عرصي ۾ حقدار ماڻهن کي موٽائي ڏنا ۽ پنهنجي سيني ۾ پيدا ٿيل خال کي پريندو ويو زخمن سان ۽ انهن زخمن پنهنجو اصل ڪم ڏيکاريو. گذريل سال سورهين جولاءِ تي، جڏهن معصوم نالي هي لوڪ ڪٿا جهڙو شخص، پنهنجي مزاج جهڙي سانتيڪي ڏيهہ ۾ الوپ ٿي ويو ۽ ڀويان ڇڏي ويو يادگيرين جو اهڙو مسلسل آلاپ، جيڪو اسان جي اکين کي روشن رکڻ جو سليقو سيکاري ٿو.

معصوم سان دوستيءَ جي دعويٰ هر شخص کي آهي، ۽ واقعي هر شخص انهيءَ دعويٰ جو حق بہ آهي، ڇوتہ سينيءَ جو دوست اُهوئي ٿي سگهي ٿو جنهن کي انسانيت سان پيار هجي. ها البتہ هو ماڻهن جي روين جي حوالي سان انتهائي حساس هوندو هو. انسان دشمن ۽ ناڪاري ڪردارن ۽ روين جي، هو نہ فقط نندا ڪندو هو بلڪ وس آهر انهن سان برسرِ پيڪار بہ رهندو هو. ضياءَ جي آمريت انهيءَ جو هڪ حوالي طور زنده مثال آهي، جنهن جي يارنهن سالن واري دؤر ۾ اسان جو هي دوست ورچي نہ ويٺو. مسلسل جدوجهد ۾ گهاريل هي دؤر هڪ عجيب ۽ انوکي ڪهاڻيءَ جي طور تي اسان جي سامهون آهي، جنهن ۾ هن هٿياربند جدوجهد جو رستو اختيار ڪيو ۽ آخر پسِ زندان بہ ٿيو. اڳتي هلي جڏهن آزاد ٿيو تہ سندس اڳيان آزادي ۽ قيد جي معنيٰ ئي تبديل ٿي چڪي هئي. هن پنهنجي ضمير ۽ شعور کي مڪمل ۽ سڌيءَ طرح سنڌ ڌرتيءَ ڏانهن جوابداه تصور ڪيو ۽ پنهنجي جدوجهد کي مؤثر طريقي ۽ مثبت انداز سان شروع ڪيائين، جنهن تحت

نئين نسل جي تازي شعور کي قومي معاملن سان واڳڻ لاءِ ادبي ۽ سياسي ڪلاس شروع ڪيائين، جنهن جي نتيجي ۾ سانگهڙ مان اٿندڙ نعرن جي يڪسانيت ختم ٿي ۽ ساڃاهه جو هڪ اهڙو سفر شروع ٿيو جنهن جي پُڄاڻي اوس انسانيت جي منزل تي ختم ٿيڻي آهي.

اسان جي ٽيهن سالن جي دوستي سدائين عروج تي رهي. حقيقت ۾ سڱ سياپا نڀائڻ ڪا مذاق جي ڳالهه ناهي. زندگيءَ جي ڪنيل وک سدائين هڪ ڪري هجي، اِهو بنهه ناممڪن آهي. مگر مان پنهنجي محبوب دوست معصوم جي باري ۾ اها ڳالهه وڏي همت سان چئي سگهان ٿو ته هن جي محبتن ۽ چڱاين ۾ ڪڏهن به مانار يا سانت پيدا ڪانه ٿي. هو جڏهن به مليو ايئن مليو چڻ صدين کان پوءِ مليو هجي. سندس اندر ۾ موجزن محبت جي جذبي ۾ سهڻيءَ واري اڻ تڻ ۽ سسئيءَ واري سِڪ سمايل هئي، جنهن ڪيس ڪڏهن به سُک سمهڻ نه ڏنو ۽ اهڙيءَ طرح هي مسلسل محو سفر رهيو. انهيءَ سفر ۾ هن ڪتابي شخص سان گڏ جيئڻ ته هن دنيا جا ماڻهو ئي هئا، ان ڪري سندس پٺيءَ ۾ لڳل تيرن جو ذڪر نه ڪبو. البته انهن کي سهڻ واري انداز تي واهه واهه نه ڪرڻ ناانصافي تصور ڪريان ٿو ۽ گهٽ ۾ گهٽ مان ته ناانصافي نٿو ڪري سگهان، ڇوته منهنجا عيب به وٽس اگهامبا هئا.

حادثا ۽ موت اوچتو وجود ۾ ناهن ايندا، بلڪ انهن کي جواز ۽ رويا "ميچوئر" ڪندا آهن. انهيءَ پس منظر ۾ مان سمجهان ٿو ته سائين معصوم کان موت، زندگيءَ جي ادائيگي به قسطن ۾ ڪرائي، جنهن جي سڀ کان پهرين شروعات سندس بابا سائينءَ جو وڇوڙو هئو جنهن ڪيس نهوڙي لاٿو. قضا جي انهيءَ ڪاپاري ڌڪ اڃا پنهنجا نشان ئي نه ميساريا هئا ته سندس معصوم گلاب جهڙي رابيل ڪانئس رُسي، زندگيءَ جو در بند ڪري ويهي رهي. انهيءَ سور سندس سَنڌن کي پاڙئون اکيڙيو ۽ اهڙيءَ طرح دل کي بيهڻ جو جواز ملي ويس. دل جي اهڙي بيوفائي، انتهائي غير متوقع هئي، جنهن تي سائين معصوم سان گڏ سندس دوست ۽ احباب پڻ سخت پريشان ٿي ويا ته دل آخر اهو داءُ ڇو ٿي کيڏڻ چاهي، جيڪو راند ۾ جائز ئي نه آهي. مگر معصوم جي اختيار ۾ وس کان گهڻو پري ڌڙڪندڙ دل سندس سات نه ڏنو ۽ هي سيني کان خوبصورت ۽ سهڻو شخص پنهنجي ذات جو خال ڪڏهن به نه پرجڻ لاءِ پوئتي ڇڏي ويو ۽ جنهن جي ياد ۾ اسان سندس سيئي نوان پراڻا دوست هر سال جولاءِ جي سورهين تاريخ پنهنجي دردن جي مسيحائي لاءِ سندس دوستيءَ جو دڳ پڇائيندا سين. آخر ۾ اڇو ته پيار ۽ انسانيت جا سيئي حامي هڪ نئين نعري سان پنهنجي سفر کي اڳتي منزل طرف ڪٽي هلون ته "معصوم زنده باد دوستي پائنده باد!"

(روزانه "عبرت" حيدرآباد)

# نُور ۽ لُطف
# هڪ آسمان جا ٻه ستارا

هو ٻه يائر ئي نه، پنهنجي اڪيلي آسمان جا ٻه ستارا پڻ هئا. اهڙا ستارا جن کي پنهنجي روشنيءَ ۾ پنهنجون پاليل ٻڪريون ۽ انهن کي تڙڻ وارو لڪڻ ئي نظر ايندو هو هڪ کان وٺي سئو تائين ڪوڙا نه اچڻ جو فائدو ڪين اهو ٿيو جو هو نه ڪنهن جي هڪ ۾ هئا ۽ نه ٻن ۾. پنهنجي ڇيڙي نبيري پاڻ ئي سرانجام ڏنائون. ٻڪريون ڇوڙڻ کان وٺي چارڻ ۽ وري شام جو ڪاهي واڙيءَ ۾ واڙڻ جو ڪم ڪانئن کان وڌيڪ ٻيو ڪير نه ڪري سگهيو هو ڇاوا ئي انهيءَ ڪري هئا ته مال، خاص ڪري ٻڪريون پالڻ ۽ چارڻ جا نوان قدر جوڙين ۽ انهن ٻنهي يائرن اهو ڪري ڏيکاريو!

نُور محمد ۽ لُطف علي جو سڳ سياپو پنهنجن ٻڪرين ڪانپوءِ وري ٻه ٻڪرين سان هو ڪنهن جي لٿي، ڪنهن جي اُيري! انهيءَ سان سندن ڪوبه سروڪار ڪونه هوندو هو سندن وار ئي اٽيا نه هئا پر هُو ماني به اٽيي ڪائيندا هئا. لسيءَ جو وٽو ڪنهن ڏنو ته ٺيڪ. پر ڇئبو ڪنهن کي نه. سٺ ڏئي ڪا بري يا ڪاموري ٻڪري جهلي ٻه ٿي گُوها ڪير جا ڪڍي، ڏيڊ ماني پيٽ اندر لاهي وري الهه توهارا جهنگ ۾ پنهنجين ٻڪرين سميت الوپ ٿي ويندا هئا ۽ وري نظر تڏهن ايندا هئا جڏهن سج لهڻ وقت سينيءَ جي نظر گهٽجي ويندي هئي!

صبح سوير گهران نڪري وڃڻ ۽ سانجهيءَ ويل گهر موٽڻ واري معمول ۽ ٻڪرين کان پري هو ڪڏهن ڪونه رهيا. وچ ۾ هڪڙو وقت اهڙو به آيو جڏهن نور محمد پنهنجي ڀڦات محمد صالح گوپانگ جي دوستي جي ڪِلي سان پاڻ کي ٻڌو ۽ آخر تائين ٻڌل رهيو. محمد صالح گوپانگ (منهنجو والد صاحب) جيڪو پنهنجن ماٽئن جو ايترو ته پنهنجو هو جيترا هو پنهنجا به ڪونه هئا. سو نور محمد کي پاڻ سان وٺي جڏهن سانگهڙ هليو ويو ته پويان

لطف بانسريءَ جيان اڏ مان ٿي تني پيو. ڪيس لڳو ته هاڻي سندس ٻڪريون به وڃائجي ويندو، ۽ هُو به! پر وقت ڪيس ٻڪرين جي ڳچيءَ ۾ مينڊ جيان مڙهي ڇڏيو هو سو ڪٿان ٿو انهن کان الڳ ٿئي. ڳوٺ حاجي خان گوپانگ سان لڳو لڳ جهنگ جنهن کي ننڍا وڏا سڀ "پاندو" جي نالي سان ياد ڪندا هئا، اهو هو ۽ لطف هو جيڪي گڏجي ٻڪريون چاريندا رهيا ۽ سندن اها دوستي آخري ٻچي ويل ٻڪريءَ تائين قائم رهي.

پوءِ هڪ وقت اهڙو به آيو جڏهن محمد صالح گوپانگ (بابا سائين) الله جي اَمُر اڳيان سربسجود ٿيا ۽ پنهنجن اباڻن جي پويان پاڻ پلاڻيا. تڏهن نُور محمد ايئن اڪيلو ٿيو جيئن عاشق جي دل اڪيلي هوندي آهي، سدا کان ۽ سدا تائين! پنهنجي پڦاٽ ۽ محبوب دوست جي وڇوڙي سندس اندر کي اندر تائين سنڌا ڪري ڇڏيو هو چپ ٿي ويو هن کان دوست نه. لڳو ته دنيا ڇڏائجي وئي! بلڪل ايئن جيئن ساهه ڇڏيندي ڪنهن کان دنيا ڇڏائجندي آهي! پوءِ مون کي ياد آهي ته اسان جڏهن به ڳوٺ ويندا هئاسين ته هو پاڻ کي ريڙهي سيڙهي اچي اسان جي پير ۾ ڇڏيندو هو ۽ جوهه وجهي اسان مان بابا جون سِڪون لاهيندو هو! ۽ ٻئي پاسي لطف هو جيڪو سٺ سال ساندهه ٻڪريون چاري چاري پاڻ ٻڪرين جي اُج ٻڻجي چڪو هو! ڪيس ڏسي لڳندو هو ته هن ماني ئي نه. سالن کان پاڻيءَ جو ڍُڪ به نه پيتو آهي، اُجارو. تاسارو ۽ هيڪلو! هيڪلو به ايترو جو سندس ويجهو ايندي هيڪلائيءَ کي به ڏپ ٿئي، سو ماڻهو ڪٿي پئي سندس ويجهو آيا. آهستي آهستي هو پنهنجي ڪٽ ۽ ٻڪريون ڳوٺ کان پري ڪسڪائيندو ويو ۽ ڪجهه عرصي ڪانپوءِ ته ڪنهن کي ياد به ڪونه رهيو ته لطف نالي هن ڳوٺ جو ڪو اهڙو ماڻهو به هو جيڪو ساهه به پنهنجي حصي کان گهٽ کڻندو هو! سو ڪيڏانهن ويو، ها! البته ايترو ضرور هو ته ايندي ويندي ڪي ڪنهن گس گام تي گڏجندي متس نگاهه جو چوٿون حصو وجهندو ضرور هو. تڏهن ايئن لڳندو هو ته هو پنهنجي اجا جيئري هجڻ جي تصديق ڪندو هُجي! ۽ سچ لڳي وري جڏهن ٻڪريون ڪاهي واڙيءَ جي ڏوڙ ۾ ڏوٻجي پنهنجي ياءُ نور محمد جي پير ۾ ويهندو هو ته ڪيس ايئن لڳندو هو ڄڻ سندس ٽڪ ڪير جي ٽري وانگر ڪنهن ڇڪي سندس بدن جي وٽيءَ ۾ مان هيٺ ڪيرائي ڇڏيو آهي، سڄي حياتي جهنگ ۾ گُذاري، پنهنجي مزاج ۾ به هو هڪ جهنگ ئي

تي ويو هو جنهن ۾ هڪ ساندهه خاموشي ۽ لاتعلقي پرجي وئي هُئس. هن کي ڪنهن سان ڪوبہ سروڪار ڪونہ رهيو هو هن وٽ زندگيءَ جا بہ مقصد رهجي ويا هئا. هڪ اهو تہ ٻڪريون چارجن ۽ ٻيو اهو تہ ٻڪريون چاري زندگي جا ڏينهن پورا ڪجن. سو هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيو ٻڪريون چڏي هن مينهن ڪڏهن ڪونہ چاري ۽ اهو ڪم هن مري وڃڻ کان هڪ ڏينهن اڳ تائين ڪيو ۽ ان ۾ پنهنجي مثال نہ ڇڏيائين! هن ٻڪريون ئي نہ چاريون، هن رمزون بہ چاريون، اڪيلايون بہ چاريون، مٿن ماٺتن جون رڪايون بہ چاريون، اڄ بہ چاري، ٻڪ بہ چاري ۽ ٻئي پائر. نور محمد ۽ لطف علي گوپانگ ڪهڙي مٿيءَ مان نهيل هئا. ڇا اُها مٽي هئي ئي ايتري جنهن مان سندن بدن کان وڌيڪ هڪ تولي جيترو ڪو ٻيو ٽانو بہ نهي نہ پئي سگهيو! اگر ڪو زندگيءَ کي ماٺهو کان ٻاهر ڏسڻ چاهي تہ ڪين ڏسي اندازو لڳائي سگهجي ٻيو تہ زندگي پنهنجي مڪمل سرشت ۽ هئيت ۾ ڪيئن ٿيندي آهي، لڪڻ جيان سڌي، ڏسڻ ۽ تنڻ، ٻنهيءَ ۾!!!

مان آخري ڀيرو جڏهن سيڙجي ساٿن ملڻ ويو هئس تہ هو ٻن اڪيلن ۽ ويڳاڻن وٽن وانگر هڪ ٻئي کي ٽيڪ ڏيو ويٺا هئا. مون کي ايئن لڳو هو تہ هڪ وڻ ڪريو تہ ٻيو پاڻيهي ئي ڪري پوندو. عجيب خيال هو جيڪو ذهن ۾ آيو ۽ پوءِ ڪجهہ ئي ڏينهن کانپوءِ خبر پئي تہ ٻئي گذاري ويا! ٻنهي ڪنهن بيماري ۽ سبب جي! ۽ پويان رهجي وئي کٽ جي پائي سان ٻڌل سندن اڪيلي ٻڪري ۽ ان جي اکين ۾ اڪيلو جهنگ!!!!

هي ٻئي پائر لطيف جي ياد رهجي ويل ڪنهن اڪيلي سٽ جيان زندگيءَ جي زبان تي ٻُرندا رهيا ۽ هاڻ جڏهن سندن قبرون سندن بدن جي پاڪر ۾ پريل آهن تڏهن مان سوچيان ٿو تہ سندن قبرون بہ سندن ئي ذات وانگي هڪ ئي بيت جون بہ سٽون آهن، جن کي جهنگ اڃا بہ جهونگاري ٿو.

## جيوڻ جَتي

# هڪ شخص، جنهن جا نہ او تارا نہ اوسارا

چوندا آهن تہ پاڻيجا شينهن کي بہ پيارا ٿيندا آهن. پر مان هڪ اهڙي شينهن (شخص) کي بہ سڃاڻان جيڪو پنهنجن پاڻيجن کي تہ ڇا، پر پاڻيجن جي اولاد کي بہ بنهہ گهڻو پيائيندو هو. سندس محبتون، رشتن ۽ شرطن کان صفا مٿيريون هونديون هيون. هو دنيا جو واحد شخص هو جنهن جو ڪوبہ مائٽ نہ هئو پر هو سينيءَ جو مائٽ هئو. هن جو ڪنهن کي بہ اونو ڪونہ هوندو هو پر سندس هانوَ هر ڪنهن لاءِ هڄندو هئو.

الهہ ورائي گوپانگ کي ٽي پٽ هئا: وڏو هاشم. جنهن کان پوءِ جعفر ۽ سڀني کان ننڍو جيوڻ. ٻن وڏن شاديون بہ ڪيون ۽ اولاد بہ ماڻيائون. جڏهن تہ جيوڻ نہ مڱيو ۽ نہ ئي پرڻيو. ٽيئي ڀائر فقير چورائيندا هئا. هو ٽيئي منهنجي امڙ جا سڳا ماما هئا. انهيءَ نسبت سان اسان کين نانا ڪري پڪاريندا هئاسين. ٽيئي ڄڻا پنهنجي مزاج ۽ سياءَ ۾ انتهائي ڪاوڙيل ۽ تيسارا هوندا هئا. پر جيوڻ انهيءَ حوالي سان بنهہ اڳيرو هئو. پنهنجي اهڙي بي قابو طبيعت جي ڪري هو زندگيءَ ڀر ڪنهن سان بہ نهي نہ سگهيو. سندس سڄي ڪائنات لٺ جي سِري سان ٻڌل ڳنڍ ۾ لڪل هوندي هئي، جنهن ۾ ٽي شيون سدائين سربستيون موجود هونديون هيون. هڪ ڪٽلي، ٻي ڪنڊ ۽ ٽين چانهن جي پتي. ڪنڊ جڏهن راشن ڊيپوءَ تان بہ ختم ٿي ويندي هئي، تڏهن بہ وتانئس ملي ويندي هئي، مگر اها ڪنهن ڪم جي ڪانہ هوندي هئي، چوتہ هو نہ ڏيڻ ۽ نہ ڏکائڻ واري اصول تي سدائين ڪاربند رهيو.

اصل ڪير ضد ڪري بيهندس تہ پوءِ لاچار کيس ڳڙ جي دمي ڪڍي ڏيندو جيڪا بہ هو پاڻ وٽ ڏکيءَ ويل واسطي رکندو هو. هن زندگيءَ ڀر ڪنهن کان ماني نہ طلبي. ها البتہ چانهن کان ڪڏهن بہ انڪار نہ ڪيائين. هو چانهن لاءِ همالیہ بہ چڙهي ويندو هو ۽ مانيءَ لاءِ کٽ تان بہ نہ اُٿندو هئو. ماني ملي تہ واهہ. نہ ملي تہ مڙيئي خير آ. چانهن ۾ دير بلڪل برداشت نہ ڪندو هئو. جيڪڏهن ويلو ٽري ويو تہ گار ۽ پيالي جي ٽنڻ جو آواز گڏ ٻڌڻ ۾ ايندو هئو. ڪڏهن بہ پنهنجي وکر کي هٿ لائڻ نہ ڏنائين. لٺ پيراندي ۽ هڙ سيراندي ڪري سمهندو هو. بارهو واسينگ جيان پيو ڦوڪون ڏيندو هو. مجال آ جو ڪير سندس پر مان گذري. کيس تبرڪ طور گار ضرور ڏيندو. اهو سندس سونهري اصول هئو. جتي مهمان ٿي ويندو هو اتي

جهڙو راڪاس گهمي ويو. مجال آ جو ڪير ڪانئس اهو ڪٿي پڇي تہ "ڪتان پيا اچو؟" اهڙي سوال تي سخت چڙندو هو. لاچار ڪٿي جواب ڏيندو تہ بس ايترو ئي چوندو تہ "هُتان ڪان." هُتان مان مراد هُتان جي هوندي هئس. جيڪڏهن ڪنهن "هُتان معنيٰ ڪتان" وارو سوال اٿاريو تہ هو آنڌي مانجهي ڏسڻ بنان واپسيءَ لاءِ پنهنجا اُٺ پلاڻيندو هو ۽ اتي اُن وقت تائين واپس موٽي نہ ايندو هو جيستائين اهڙو سوال پڇڻ وارو جيئرو هوندو هو. هو ٻارن ۾ پڪين ڪانسواءِ ڪڏهن بہ ڪنهن جي سمجهہ ۾ نہ آيو.

سندس دوستن جي حلقي ۾ ٻار ۽ پڪي ئي رهيا. هن دل جي درياءَ وٽان ڪڏهن بہ وڏن جي تڪيٽ وڪرو نہ ڪئي. سندس ڳالهيون اهڙيون جو ٻُڌي ڪلڻ يا روئڻ ڪان سواءِ رهي نہ سگهجي. سڄي چمار ٻڪري نہ پالي سگهيو. ڳالهيون اُنن جي وڳن جون ڪندو هو. گهوڙا فقط ڏنا هئائين، پر چوندو هو تہ جڳ جهان جا ڪُميت سندس لانگ هيٺيان بيوس آهن. هن حياتي ۾ اُٺ کي هٿ بہ نہ لاتو هئو پر دعويٰ ڪندو هو تہ سندس هشايل ڪرها جت بہ اٿاري نہ سگهندا آهن ۽ مهري سندس ڪاوڙ ڏسي چوها هلندا آهن. پٽيءَ جيترو پاٽي بانبڙا پائي پار ڪندو هو پر جي پڇبو هوس تہ ڪڏهن ڪا سنڌوءَ جي سير ڏٺو؟ تہ جواب ۾ چوندو هو "هُون! رڳو سير! سانوڻ جو دادلو درياهہ بہ منهنجن ٻانهن جي بند ۾ ايئن بيوس ٿي ويندو آهي، جيئن ننڍڙو ٻار ماءُ جي ياڪر ۾ اچي سڀ ڪيتا وساري چڏيندو آهي." طوفانن جو ذڪر هلندو هو تہ چوندو هو تہ منهنجا شوڪارا آهن!! جوانيءَ ۾ بگهڙن سان وڙهڻ جا قصا بہ ٻڌائيندو هو. اصل ۾ هن جي پري جي نظر ايتري تہ خراب هئي جو ڪيس جهنگلي ٻلا، بگهڙ نظر ايندا هئا. هو جن وٽ سالن جا سال رهندو هو انهن سان هڪ لحظي ۾ سڀ ناتا توڙي سگهندو هو ۽ ساڳيءَ ريت ڪنهن سان ناتا جوڙڻ لاءِ بہ ڪيس ڪنهن خاص سبب يا سڱ جي ضرورت محسوس ڪانہ ٿيندي هئي. هو عورتن سان ڳالهائيندو اُن وقت هو جڏهن ڪين گاريون ڏيٽيون هونديون هئس، ۽ ڪين گاريون تڏهن ڏيندو هو جڏهن سندن مٿو اگهاڙو ڏسندو هئو. ننڍي نيٽي هجي يا ڪانپ ڪراڙي، مجال آ جو ڪا سندس اڳيان مٿو اگهاڙو ڪري اچي. اهڙي صورتحال ۾ ڪيس وسريل گاريون بہ ياد اچي وينديون هيون ۽ تڏي تي پنهنجي حافظي کي خالي ڪندو هو. گاريون ڏيڻ وقت ضروري نہ هوندو هو تہ مفعول سندس سامهون موجود هجي. هو پنهنجي ڪوتا پوري ڪري پوءِ خاموش ٿيندو هو. سندس ڪمال اهو هوندو هو تہ وٽس مردن ۽ عورتن لاءِ ساڳيون گاريون هونديون هيون، جنهن ڪري گاريون سهندڙ ڪيس اڪثر اهڙي ناانصافيءَ جي شڪايت بہ ڪندا هئا. پر هن ڪڏهن بہ اهڙي عدالت نہ ويهاري جنهن ۾ پاڻ ڏر بڻجي.

هُن بيڙي تڏهن پيئڻ شروع ڪئي، جڏهن سندس قد بيڙيءَ جيترو مس هئو. هو پاڻ کي خانداني موالي سڏرائيندو هو. وٽس هڪ سچي ۽ خانداني موالي هجڻ جا مقرر آداب ۽ اصول هئا. هن انهن اصولن جي ڪڏهن بہ پيچڪڙي نہ ڪئي ۽ نہ ئي اُن جي ڪنهن کي اجازت ڏنائين. هو بيڙي اهڙي طريقي ۽ بندوبست سان ڇڪيندو هو جو پاڙي جي مولويءَ کي بہ خواهش ٿيندي هئي تہ سوٽو هڻي ڏسي. وٽانئس بيڙيون پلي ختم ٿي وجن، ماچيس هر وقت ملي سگهندو هو. اِها بي ڳالهہ آهي تہ اُهو ڪنهن کي ڏيندو ڪونہ هو. ها، البتہ بہ بيڙيون وٺي هڪ تيلي ٻارڻ لاءِ ضرور ڏيندو هو. اِنهيءَ سونهري اصول تي هلندي هن وٽان ڪڏهن ورلي ڪي بيڙيون ڪٽيون. سندس دؤر جا سڀ وڏا موالي هن جي آنڪي پريندا هئا، ۽ جيڪو ايئن نہ ڪندو هو هو اُن کي موالي مڃڻ کان انڪار ڪندو هو. هُن جو انڪار معنيٰ موالي‌ءَ جي زندگي حرام. نہ ڪيس ڪو صلاحي، نہ ئي سندس سر ڪيل سگريٽ مان ڪو سوٽو هڻي. دونهين جو ڏڪاريل نہ گهر جو رهي ٿو نہ اوتاري جو. اهڙي صورتحال کي سامهون رکي سڀ موالي سندس جائز ناجائز عزت ڪندا هئا. هڪ دفعي ڪنهن جي ڦٽي جو ڪانئس پڇي وينو تہ. ”جيوڻ خان! پلا ڪڏهن ڪو ڪڙو ڍڪ پيتو اٿئي؟“ ڪيس ايئن لڳو جڻ ڪنهن نيڪ نرڙ ۾ ڪوڪو ٺوڪيو هجيس. پنهنجي ناپيد لغت مان نئين نڪور گار ڏيندي وراٽيائين تہ. ”مڏ منهنجي چپن تي اچڻ کان پوءِ تہ ڪڙو ڪکوهہ ٿيو آهي، اڳ ۾ تہ ماٺهو روح افزا تي گذارو ڪندا هئا.“

سائيءَ لاءِ بہ سندس ساڳيا ويچار هوندا هئا، چوندو هو تہ جنهن پنگ نہ پيتي، اُن جمي ڪري دائيءَ ۽ پنهنجي پيءُ جو وقت وڃايو آهي. جن کي سندس گارين جي سڪ ٿيندي هئي، اُهي ڪيس ڪير آچيندا هئا. ڪير ڏسي هو پهريائين هوش ۽ پوءِ حوصلو وڃائي ويهندو هو. اچو جهڙو ڪير ٿي ويندو ۽ اميد کان بہ وڌيڪ زرخيز ۽ اثرائتيون گاريون ڏيندو هو.

هو گارين جي سلسلي سان واسطو رکندو هو ان ڪري ٻين سلسلن جا ماٺهو ڪيس الڳ ٿلڳ محسوس ڪندا هئا. چوتہ هو گاريون سوچي مزو وٺندا آهن ۽ هي گاريون ڏيئي بہ غمگين ٿي ويندو هو ۽ هاٺي جڏهن سندس آخري گار کي ٻڌئي ماٺهن کي ڏهہ سال ٿي چڪا آهن، تڏهن پوئتي رهجي ويل هن جي ماچيس مان چا ڪنهن تيلي ٻاري هوندي؟ ۽ جيڪڏهن ها، تہ پوءِ ان تيليءَ مان باهہ سان گڏ گار بہ ضرور پڙڪو ڪاڏو هوندو!!

(روزانہ ”عبرت“ حيدرآباد)

# محمد يعقوب گوپانگ
# سنڌ ۾ ڦهليل ڪنڊياري جي خوشبو!

پنج نومبر اوڻيهہ سئو پنجونجاهہ جي تاريخ هُئي، جڏهن ڳوٺ محمد خان گوپانگ، لڳ پُراڻو ڪمالديرو ۾، هڪ مالوند ۽ پنهنجن سماجي قدرن ۾ هڪ بنهہ اشراف شخص محمد رمضان گوپانگ جي گهر ۾ هڪ چنڊ ڪڙيو اُهو چنڊ ايئن ڪڙيو جيئن ڪو اونداهہ ۾ ڏيئو ٻري پوندو آهي، درياءَ جي ڪنڌيءَ تي آباد انهيءَ ڳوٺ ۾ ڪنهن ٻارڙي جو جنم ڪونہ ٿيو ايئن لڳو چڻ اُميد جي مُرجهايل ٽاريءَ مٿان ڪو گُل ٽڙيو هُجي.

ڇئن ڀائرن ۾ ٽئين نمبر تي جنم وٺندڙ هن ابهم مٿان ڇٽيءَ جو نالو محمد يعقوب رکيو ويو هُن جڏهن پير پير هلڻ سکيو تہ ڪيس اِها خبر ئي ڪانہ هُئي تہ وڏو تي راڄ ڀاڳ سان ڪيس ئي پير پرٽا پوندا. ڪيس تہ اِها بہ خبر ڪانہ هئي تہ سندس پهريون پيرو هلڻ واري هنڌ کان ئي سندس اڻ کٽ سفر جا سانباها ٿي چڪا هئا، هُو تہ هڪ معصوم ٻڪيءَ جي حيران نگاهہ کٽي پنهنجن ابن ڏاڏن جي جهوڪ جي جهروڪن مان دنيا کي ڏسڻ لاءِ اُتاولو هو سندس ننڍڙي دل ۾ مٽيءَ جي رانديڪن کان وڌيڪ اڀوجهہ ۽ مسڪين مائٽن جي خوابن جايون پئي ورتيون!

مال جا ڌڻ مٽيءَ ۾ ڏوڀجي جڏهن وٿاڻين ورندا هئا تہ هي ڊُڪي وڃي پنهنجي پيءُ جي پيرن ۾ چنبڙندو هو تڏهن ڪنهن کي ڪهڙي خبر هُئي تہ پيءُ جي پيرن ۾ چنبڙڻ سان ڪيس ابن ڏاڏن جي اُنهيءَ اڻ کٽ سفر ۽ ٿڪاوٽ جو احساس سندس اندر ۾ پيهي ويندو هوندو جنهن جو اظهار هُن اُنهيءَ وقت تہ نہ پئي ڪيو پر ايترو ضرور هو تہ قسمت جي اوپاري درياءَ ۾ تري تار پورڻ جا خواب سندس اکين ۾ تڏهن بہ پڙهي سگهڻ جهڙا هُئا ۽ اُهي خواب سڀ کان پهرئين سندس ملوڪ مامي محمد حسن پڙهي ورتا!

محمد حسن گوپانگ هڪ جهانديده ۽ جڳ شناس انسان آهي. هُن جڏهن پنهنجي ڀاڻيج جي مَن ۾ لڪل مڻ کي محسوس ڪيو تہ ڪيس مال

چارڻ واري خانداني وندر ۾ وڙونهه ڪان پري ڪندي گورنمينٽ پرائمري اسڪول پُراڻي ڪمالديري ۾ داخل ڪرايو ۽ جڏهن انهيءَ ڳوٺ کي درياهه پائي پنهنجي پيٽ ۾ پناهه ڏني تہ سندس مامي کيس مڊل اسڪول "ماهيءَ جا پاڙ" ۾ داخل ڪرايو جتي هُن اٺ درجا پاس ڪري پنهنجو نالو قسمت جي منڊي مٿان لکڻ سکيو!

محمد جڙيل جيڪو سندس وڏو ۽ مربي ڀاءُ هو تنهن نہ پئي سمجهيو تہ ڪتاب جي پنن مٿان هاريل ڪاري مس جا اکر ڪي سندن گهرن ۾ روشني پيدا ڪري سگهندا. اِهو ئي سبب هو جو هو کيس ڏڪا ڏهمان ڏيئي مال سان واڳيندو رهيو مگر مينهن جي رسن ۾ قلعن ڪان وڌيڪ ننڍڙي محمد يعقوب کي لنئون پين ۽ پني سان اهڙي لڳي جنهن جو مثال بنهہ گهٽ ملندو آهي. سندس اهڙي شوق ۽ اُڪنڊ کي ڏسي وري بہ سندس مامي محمد حسن گوپانگ کيس پانهن مان جهلي اچي ڪنڊياري جي هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو جتي محمد يعقوب کي بنهہ اعليٰ مثالي استاد مليا جن سندس علم جي شوق کي ڏسي سندس نہ رڳو علم جي اُڃ اُجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر سندس زندگيءَ ڏانهن شعور ۽ پهچ کي بہ پير ڏنا. رستا ۽ گس گهڙي ڏنا جن مٿان هلندي هُن زندگيءَ جون ڪيئي تتيون ٿڌيون نہ رڳو برداشت ڪيون پر مايوسيءَ واري احساس کي پٺي پنهنجي اندران ڪڍي ڇڏيو.

ڪنڊيارو هاءِ اسڪول ۾ سائين محمد قابل اجڻ، سائين سکيو خان چنہ، سائين شمس الدين پيرزادو سائين محمد سليمان اجڻ ۽ سائين ايوب پيرزادو اُهي استاد هُئا جن سندس شخصيت سازيءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو اُنهن استادن جو ذڪر ڪندي ادب وچان محمد يعقوب جو ڪنڌ اڄ بہ ايئن جهڪي وڃي ٿو جيئن سُورج مکي شام ٿيندي ئي پنهنجو ڪنڌ نمائي ڇڏيندي آهي.

سچل ڪاليج نواب شاهہ مان گريجوئيشن ڪرڻ ڪانپوءِ ، هُن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي جا امتحان امتيازي نمبرن ۾ پاس ڪيا. تعليم سان سندس مُحبت جا وچن اڄا بہ وفا ٿيندا رهن ها جيڪڏهن پنهنجي خاندان ۽ برادريءَ جا پُرندڙ قدر سندس اڳيان نہ اچن ها! اعليٰ تعليم ۽ مائٽن جي تقدير بدلائڻ واري خواب مان ڪا هڪڙي شيءِ کيس چونڊڻي پئي ۽ تڏهن هُن پنهنجا سرٽيفڪيٽ سهيڙي روزگار جي رڻ مان

پنهنجي پتيءَ جي رزق ڳولڻ لاءِ گهر کان نڪتو اِنهيءَ جي باوجود تہ ديهہ سامتيي جو هي نوجوان پهريون گريجوئيٽ هو جنهن کان اڳ ۾ اهڙو ڪوبہ مثال موجود ڪونہ هيو!

اسڪول جي بلڊنگ جو نقشو ڪاغذن ۾ هو بہ يا نہ! پر ڪيس ايترو ياد آهي تہ حڪيم محمد مهيل ملاح پاران ڪولرايل "ماهيءَ جا پاڻ" وارو مڊل اسڪول پيپر جي وڻ هيٺيان هلندو هو جنهن جي ڇانوَ ۾ ويهي هُن حياتيءَ جا پهريان سبق پڪا ڪيا.

مان اڪثر سوچيندو آهيان تہ سندس طبيعت ۾ جيڪا نماڻائي، انڪساري، مسڪين ۽ لاچار ماڻهن لاءِ جيڪا هڏ ڏوڪائپ آهي اُها ضرور پيپر جي اُنهيءَ وڻ جي ڇانوَ جي ڪري ئي ممڪن ٿي سگهي آهي جيڪا سندس حواسن ۾ ماڪ جيان وسندي رهي هُئي! نہ رڳو ايترو پر سندس مزاج بہ پيپر جي اهڙي وڻ جهڙي ئي وڃي بيٺي، ٿڌي، ٿانئري ۽ زندگيءَ سان ڀرپور، جنهن جي ڇانوَ ۾ اچ ماڻهو ئي نہ اُنهن جي خواهشن جا ڍڳ بہ اچي ٿڪ لاهين ٿا!

هڪ هلڪي ۽ گهري مسڪراهٽ کي پنهنجي چهري جو حصو بنائي زندگي گذاريندڙ محمد يعقوب کان ڪجهہ بہ ناهي وسريو! سائيڪل تان لهي، موٽر سائيڪل تي سوار ٿيندڙ ماڻهو بہ پنهنجو ماضي وساري ڇڏيندو آهي مگر هن کي سڀ ڪجهہ ياد آهي نہ رڳو ياد آهي پر زندگيءَ جي تلخين کي هُن پنهنجي سگهہ جو ذريعو بنايو ۽ ڳوٺ محمد خان گوپانگ جي ڪشادن ڪچن گهرن جي وشال اڱڻن مٿان رانديون رهڻ کان وٺي هن وقت سرڪار جي هڪ انتهائي ذميدار عهدي تي پهچڻ تائين بہ هُن کان اگر ڪجهہ وسري ويو آهي تہ بس ماڻهن جون مدايون وسري ويون آهن! هُن وٽ اهڙي دِل آهي جنهن ۾ رڳو اُنهن چڱاين جا عڪس ئي رهجي ويا آهن جيڪي ساڻس دوستن، مٽن، مائٽن ۽ مهربان استادن ڪيون!

استاد تاج محمد عباسي جي صحبت ۽ رهبري سندس زندگيءَ جي الجبرا کي آسان بنايو هُن کان سرائي الهہ وسائي گوپانگ جا وڙ بہ ناهن وسريا، هُو پنهنجي ڏي ڀاءُ مرحوم محمد جُڙيل جون اسڪول وڃڻ جي "ڏوهہ" ۾ ڪاڏل مارون بہ پيار سان ياد ڪري ٿو پنهنجي وڏي ڀاءُ علي نواز ۽ ننڍي ڀاءُ نذير احمد کي ڪٽڻ لاءِ پنهنجي حصي جا ساهہ بہ آڇيندو رهندو

آهي، عزيز ۽ قريب تہ پري، پر ڏارين کي بہ پنهنجي ڳُشادي سيني سان ايئن لڳائيندو آهي ڄڻ اُهي سندس وجود جو حصو هُجن! اِهو ئي سبب آهي جو بہ سال اڳ ۾ جڏهن سندس روڊ ايڪسيڊنٽ ٿيو ۽ ڪيس گهرا زخم رسيا تہ هزارن مائرن سندس لاءِ اهي دعائون گهريون جيڪي هُنن پنهنجي پٽن لاءِ سنڀالي رکيون هُيون.

ماڻهو دوستيون رکندا آهن، وڃائيندا بہ آهن مگر محمد يعقوب دوستيءَ جا فصل پوکيا آهن مگر اُهي لُٽيا ڪڏهن بہ ڪونہ! نتيجو اِهو نڪتو تہ سنڌ جو ڪو اهڙو واهڻ وستي ناهي جتي سندس دوستيءَ جا گهاٽا فصل نہ بيٺل هجن! ڪشمور کان وٺي ڪراچيءَ تائين سندس قرب جا قالين وڇايل آهن جن مٿان هر قوم ۽ قبيلي جو ماڻهو بنا ڪنهن فرق جي هلي وڃي ٿو ۽ اُنهن جي محبت ماڻيندو آهي.

ذاتي ڪچهريءَ ۾ ويهي ڪڏهن ڪڏهن آئون ڪيس سياست ۾ اچڻ جي صلاح بہ ڏيندو آهيان تہ هو مُرڪي پوندو آهي، سندس خاموش مُرڪ ۾ هڪڙو ئي جواب هوندو آهي ۽ اُهو اِهو ئي هوندو آهي تہ محبت جي ٻيڙيءَ کي سياست جي سمنڊ ۾ ڇو ٿا ٻوڙڻ چاهيو!؟

هُن پنهنجي ڪلاسي انور سولنگيءَ کي بہ ناهي وساريو جنهن جي گهر ڏينهن ٿاري هو اسڪول يا پنهنجي ڳوٺ لاءِ روانو ٿيندو هو جنهن جي وچ ۾ ٽيهہ ميلن جو مفاصلو هوندو هو هُن تہ پنهنجن اُنهن پنڌن کي بہ ناهي وساريو جيڪي هُن ڪمالديري کان ڪنڌياري تائين اڪثر ڪيا. ڏهن، ٻارنهن ميلن جي پنڌ کي توڙي جو هو اُن وقت وِتري وک سمجهندو هو پر سندس پيرن ۾ اُهو ٿڪ بہ اڃا سُتل آهي جنهن جو احساس ڪانئس علاوہ ٻيو ڪير ٿو ڪري سگهي؟

قاضي احمد، سڪرنڊ، نواب شاهہ، روهڙي، ٽنڊو آدم، گهوٽڪي، دادو، جيڪب آباد ۽ حيدرآباد ۾ ڪيل نوڪريءَ وارا عرصا ياد ڪري هو پنهنجن اُنهن مهربان انسانن کي بہ ياد ڪري ٿو جن جي شخصيت جو مٿس گهرو اثر پيو. ڊاڪٽر افغان، ڪئپٽن عثمان علي عيساڻي، ڊاڪٽر برڪت علي سومرو ۽ پنهنجي چاچي ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ جو ذڪر ڪندي محمد يعقوب سنڌن علم ۽ تدبر جو معترف نظر اچي ٿو ۽ پنهنجين

ڪاميابين جي پويان، اُنهن ڪان ورتل رهبري ۽ انسپائريشن کي پڻ انتهائي عزت ڀرئي انداز ۾ ياد ڪري ٿو.

پنهنجي ڪمري ۾ ٻرندڙ هڪڙي بلب جو بل ادا ڪرڻ جي سگهه نه رکندڙ محمد يعقوب هن وقت ساڳئي ئي اداري ۾ هڪ انتهائي سينئر ۽ اهم ترين ذميواريءَ تي فائز آهي. اِنهيءَ مقام تي پهچڻ ۾ سندس خوابن ۽ پنڌن کان علاوه اُنهن دعائن جو به وڏو حصو آهي جيڪي هُن هڪ لائق ۽ فرمانبردار پُٽ جي حيثيت ۾ ماءُ پيءُ کان ورتيون!

اڄ جڏهن هو زندگيءَ جي محاذ جو اڌ پنڌ هڪ باوقار ۽ فاتح جرنيل وانگر فتح ڪري چُڪو آهي ته سندس ئي گهر ۾ ٽڙيل چنڊ، صاحبزادو شاڪر حُسين پنهنجي هِن هروجه حسين پيءُ جي پرورش ۽ ماءُ جي ٿڌين دعائن جي ڇانوَ ۾ پير پير ڪٽندو اڳيان وڌندو پيو اچي، جنهن به ان اُهي ئي دعائون گڏ آهن جيڪي محمد يعقوب گوپانگ سان عمر ڀر گڏ رهيون.

# ڊاڪٽر منظور قادر
# ديوانگي جتي دنگ ڪري ٿي!

منهنجي ساڻس پهرين ملاقات ريڊيو پاڪستان جي گيٽ وٽ ٿي هُئي، يا هير آباد جي عظيم هوٽل ۾ اهو چڱي طرح ياد ڪونهي پر ٿي اِتي ڪٿي هُئي. اِهي اسيءَ واري ڏهاڪي جا شروع وارا سال هئا جڏهن ريڊيو ۾ اسان جي سرمستي پنهنجي عُروج تي هئا! اديبن ۾ فنڪارن جا هُجوم هئا جيڪي ريڊيو اسٽيشن تي پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن چنڊي شام جو گهرن ڏانهن موٽندا هئا. "هي ريڊيو پاڪستان آهي ۾ اوهان ٻڌي رهيا آهيو پروگرام سُرهي سانجهه" اِهو چئي سموري سنڌ سان ڳنڍجي وڃبو هو! نه گهر ياد هوندو هو نه گهاٽ. هي به اُنهن ني ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن منهنجي ساڻس ملاقات ٿي هُئي!

منظور قادر! هُن پنهنجو نالو ٻڌائيندي هٿ ملايو هو هُن سمجهيو پئي ته دوستيءَ لاءِ اِهو ئي ڪافي آهي، پر مان جيڪو ٻين کان ته ڇا پر پنهنجي ذات کان به بي نياز هوندو هوس اُن لاءِ اهڙيون ميل ملاقاتون ڪا حيثيت ڪونه رکنديون هيون، تن ڏينهن ۾ پورو حيدرآباد مُنهنجي اندر گهمندو ڦرندو ۾ پاڻ وڃائيندو رهندو هو! شاعريءَ جو رڻ مون ۾ گجندو رهندو هو بي خبري ۾ بي پرواهي منهنجي بدن جو حصو بنجي رهي هئي، دوستي رکڻ ۾ نڀائڻ جو پورهيو مون کان پُڄندو ئي ڪونه هو تڏهن ڪنهن جو نالو مون کي ڪيئن ٿي ياد رهي سگهيو ۾ اُهو به تڏهن جڏهن مان پاڻ ئي پنهنجي پويان ڊوڙندو رهندو هوس ۾ شام جو پاڻ کي واپس گهر وٺي وڃڻ ۾ وقت لڳندو هو! وري هو ڪٿي مليو ٿو گنڀير ۾ ڏيرج واري آواز سان پنهنجو نالو ٻڌائي ٿو هُو ڪٿان جو آهي، اِهو به ٻڌائي ٿو ۾ ڇا ٿو ڪري سو پڻ ٻڌائي ٿو ڇڏي ۾ اِهو ورجاءُ جڏهن وري وري ٿيڻ لڳو تڏهن مون کي سندس باري ۾ ڪجهه ڳالهيون ياد رهڻ لڳيون جيئن:

نالو: منظور قادر
ذات: اُنڙ
ڳوٺ: الهه وسايو انڙ لڳ خانواهڻ
ڪرت: ميڊيڪل جو شاگرد (ڊاڪٽر)
وندر: اداڪاري، صداڪاري، شاعري ۽ بس!

پوءِ مان ڪيس هڪ چڱي ماڻهوءَ جي حيثيت سان سڃاڻڻ لڳس، هٽ ملائي هڪ ٻئي کان موڪلائڻ بدران ٻه چار گهڙيون ويهي ڪچهري ڪرڻ لڳاسين، هڪ ٻئي کان پنهنجي پنهنجي شاعري ٻُڌي سين ۽ واهه جي، واهه واهه ڪئي سين! پوءِ هڪڙو وقت اهڙو به آيو جو سندس نالو فون نمبر سميت مون پنهنجي ڊائري ۾ لکي ورتو! پوءِ ته ڪيس وسارڻ جو سوال ئي پيدا نه پئي ٿيو!

سو ايئن منظور قادر جڏهن اچا ڊاڪٽر به نه ٿيو هو سو منهنجو دوست ٿي ويو دوستي به هُن رکي هُئي ۽ نڀائي به هُن ئي آهي، باقي مون ۾ ته اهي خوبيون شروع کان آهن ئي ڪونه! اچا به اڳواٽ فون هو ئي ڪندو آهي، حال احوال، دل ۽ دنيا جا هُو ئي وٺندو ۽ ڏيندو رهندو آهي. ڪراچي وڃان ته سندس وٽ مهمان بڻجان پر جي هو حيدرآباد اچي، تڏهن به ميزباني پاڻ ئي ڪري، گذريل سال جڏهن حيدرآباد آيو ۽ فون ڪري پنهنجي اچڻ جو ٻڌايائين ته مون ساڻس ملاقات جي پڪ ڪرائي پر پُلجي ويس، هُن نه مهڻو ڏنو ۽ نه ميار، ماٺ ميٽ ۾ ڪراچي موٽي ويو مون ڀانيو ته ناراض ٿي ويو هوندو پر ڪٿي! هُن دوستي رکي هئي ڪو وهنوار ڪونه ڪيو هو سو ٿورڙن ڏينهن ۾ ئي فون ڪري پنهنجي ساڳئي ماني آواز ۾ حالي احوالي ٿيو! تڏهن مون سمجهي ورتو هو ته منظور وٽ دوستيءَ کي تورڻ جا وٽ ۽ اوزار آهن ئي ڪونه. هو بس هڪ دوست آهي، دل آويز دوستن! جنهن وٽ روين جون نه ميارون نه پڇارون، پيو هر وقت حيران ڪندڙ واقعا، خيال ۽ شعر ٻڌائيندو!
پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر، سرشست ۾ مڪمل فنڪار بُت ۾ ريسلر، آواز ۾ صداڪار روين ۾ دوست، خيال ۾ شاعر ۽ پوري جوڙجڪ ۾ هڪ حُسناڪ هستي جي مالڪ ڊاڪٽر منظور قادر سان هاڻي، منهنجي دوستيءَ کي اچي پنجويهن سالن جو هڪ پوري ڇمار جيترو عرصو پورو ٿيو آهي، ايتري عرصي ۾ هڪ انسان ڦوهه جوانيءَ جي ڏاڪي مٿان پير رکندو آهي ۽ ايتري

عرصي ۾ اسان جي دوستي بہ اچي جوان ٿي آهي، فرق اِهو آهي تہ ماڻهو جوانيءَ کان پيريءَ ڏانهن سفر ڪندو آهي ۽ دوستي جوانيءَ کان جوانيءَ ڏانهن ئي سفر ڪندي آهي، مسلسل ۽ لڳاتار زندگيءَ جي آخري ساهہ تائين ۽ شايد اُن کان بہ اڳتي تائين!

خانواهڻ کان نڪري ڪنڊياري کان ٿيندو هو حيدرآباد پهتو! انهيءَ دؤر ۾ جڏهن هر ماءُ پيءُ پنهنجي اولاد کي ڊاڪٽر ۽ انجنيئر کان علاوه ڪجهہ بہ ٻيو ڏسڻ نٿي چاهيو تڏهن هُن ڊاڪٽريءَ جهڙي ڏکي تعليم جي چونڊ ڪئي ۽ ٻارڻ کي ڊاڪٽريءَ لاءِ چونڊرايو هُو هاسٽل ۾ رهيو صبح جو پڙهيو شام جو گهميو ڦريو رات جو وري وچي ڪتابن جي اُنن کي هُشايو! ايئن هو لياقت ميڊيڪل ڪاليج مان پڙهي ڊاڪٽر بڻيو! هي انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ ليڪچرز جي پڙاڏن کان وڌيڪ ڪامريڊن جون هڪلون گونجنديون هيون! هي اُهو ئي دؤر هو جڏهن هٿ ٻڌي هلبو هو نہ تہ هلڻ نہ ڏنو ويندو هو تڏهن ڊاڪٽر نہ هٿ ٻڌي هليو ۽ نہ ئي ڪينٽين تان ڪڏهن مفت ماني کاڌي، مهيني جي خرچ کي هو ڏيڍ مهيني تائين ڇڪي ويندو هو ۽ ايئن بچت ڪري پنهنجن دوستن مٿان چانهيُن ۽ بسڪوٽن جي گهور ڪندو رهندو هو.

هو ڳوٺان خواب تہ حيدرآباد ۾ رهڻ جو کڻي نڪتو هو مگر اداڪار بنجڻ جي شوق ۽ زلفن جي سلامتيءَ واري احساس کيس اچي ڪراچي پيڙو ڪيو ڪراچيءَ جي بندر تي لنگرانداز ٿي هُن پنهنجي خيالن جا رڇ ڇڪي هنڌاٿتا ڪيا ۽ لڳو ڪروڙن جي آباديءَ ۾ ٻارڻ کي ڳولڻ ۽ نيٺ وچي ٻارڻ کي لڌائين، پي ٽي وي تي هڪ اداڪار طور سڃاتو ويو سنڌ جي شاعرن جي هجوم ۾ سندس نالو وڏي "فونٽ" ۾ لکجڻ لڳو ڪهاڻي لکيائين تہ سنڌ اُن مان اُيري ٻاهر اچڻ لڳي، ڪلينڪ شروع ڪيائين تہ سُنو ڊاڪٽر ثابت ٿيو هلندي هلندي ڪراچي جهڙي شهر ۾ سياست جو ڪارو ڪنيائين پر ان ۾ ڪِڪيون نہ ڳُل رکي هوڪا ڏنائين ۽ ضمير جي سيٽ کڻي اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيو سندس پارٽيءَ جي حڪومت آئي تہ کيس چيو ويو "ٻڌاءِ چا کپئي؟" جواب ڏنائين "ڪجهہ بہ نہ! مون وٽ الله جو ڏنو سڀ ڪُجهہ آهي."

سچ چيائين، وٽس زنده ضمير جو اڻ ميو خزانو کٽڻ جو نالو ئي نٿو وٺي! نہ ڪنهن جو نوڪر ٿيو ۽ نہ ئي ڪنهن کي نوڪر رکيائين، پنهنجي

ڪلينڪ ۾ ڪم ڪندڙن کي هڪ شريڪ ڪار تصور ڪري ٿو ۽ سندن دوست رهي ٿو. دل درخت جي دستور ڪيائين تہ خدا بہ سندن اڱڻ گُلن سان پري ڇڏيو. تماچي نالي هڪ پُٽ سميت پنج نياڻين جو پيءُ منظور قادر ڏيءُ کي ”ڏڻ“ نہ جنت جو دروازو چئي ٿو هڪ نہ، بہ نہ، پورا پنج دروازا. ايئن چوندي سندس آواز ۾ ٽڏي ڇانوَ جو احساس ٿئي ٿو هڪ مطمئن ۽ ”ڪمپوزڊ“ احساس.

ذاتي زندگيءَ ۾ هو شڪر ۽ صبر جي ڇٽيءَ هيٺان بيٺل نظر اچي ٿو پر شاعر جي حيثيت سان بي چيني ۽ حيرانگي سندس اکرن مان ڇانگ ڇلانگ ڏيندي نظر اچي ٿي. نظم جي صنف ۾ هو مختلف ئي نہ بلڪل اڪيلو نظر اچي ٿو اسلوب توڻي خيال جي حوالي سان! سندس هم عمر جڏهن وار ڪارا ڪرڻ جي شوق ۾ خضابن جون قيمتون ياد ڪري چڪا آهن تڏهن سندس وارن ۾ ظاهر ٿيندڙ نج چاندي هُن جي سنجيدگيءَ جو ڏس ڏيئي ٿي، شايد ڪيس خبر آهي تہ جوانيءَ جو گهر دل آهي، وار نہ! ۽ دل کي ڪوبہ خضاب ناهي هٽبو!

هو ڊاڪٽر هجڻ جي ناتي نبض شناس تہ آهي ئي آهي، پر سندس دل ڪائنس دوا وٺڻ ڪڏهن نہ آئي ۽ مان سوچيان ٿو تہ جيڪڏهن ايئن ٿئي بہ ٿو تہ وٽس پنهنجي ئي دل کي ڏيڻ لاءِ ڪا دوا هوندي!

## منصور دايو

# سنڌ کي پوندڙ بيهوشيءَ جا دورا!

سومر 23 مارچ جي ڪاوش منهنجي اڳيان رکيل آهي ۽ ان جي ”فرنٽ پيج“ تي هڪ گلاب جي لاش جي تصوير ڇپيل آهي. انهيءَ گلاب جو نالو آهي منصور دايو پهرين درجي ۾ پڙهندڙ منصور دايو کي ماءُ جي هنج جي تاريءَ مان ٽوڙي ان کي مٽي ۾ سروٽا هڻي، گهٽا ڏيئي موت جي اونهي کڏ ۾ ڪنهن ڦٽو ڪيو آهي؟ انهيءَ سوال جو جواب رتيديري ٿاڻي جي ايس ايچ او ۽ لاڙڪاڻي جي ڊي پي او کي ڏيٺو آهي، جن جي يونيفارم مٿان منصور جي سفاڪاڻي موت جي سوالن وارا گهڻج هزار دفعا استري ڪرڻ کان پوءِ به لهي نه سگهندا! پهرين درجي ۾ پڙهندڙ منصور جي لاش جي تصوير ڏسڻ کان پوءِ مون کي ائين لڳو ڄڻ ڪنهن پوري نئين نسل کي مٽي ۾ سروٽا هڻي، گهٽا ڏيئي کڏ ۾ ڪيرائي ڇڏيو هجي. منصور جي پيءُ جو نالو ڇا هو؟ هن جي ذات ڪهڙي هئي؟ هو ڪيئن رهندو هو؟ هو وڏن جي ڪهڙي دشمنيءَ جي باهه ۾ سڙيو؟ انهن ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ئي سوالن جي جواب ۾ لاڙڪاڻي جي پوليس کي دلچسپي هجي ته هجي، اسان ته فقط اهو ڄاڻون ٿا ته رتيديري پوليس جي حد ۾ خيري ديري جي هڪڙي معصوم ٻار منصور کي امن امان قائم رکڻ جي ذميوار اختيارين جي موجودگيءَ ۾ قتل ڪيو ويو آهي، جنهن جي قتل جي ايف آءِ آر آخري اطلاعن تائين نه ڪٽي ويئي هئي ۽ نه ئي معصوم منصور جو پوسٽ مارٽم ٿيو هو!

منصور جي اهڙي سفاڪ قتل جي ايف آءِ آر اڃا ڪٽجڻي آهي ته پوءِ ڇو نه اسان ان هڪ ايف آءِ آر سان گڏ ڪجهه ٻيون ايف آءِ آرون به ڪترايون، هڪ انهن خوابن جي ايف آءِ آر جيڪي منصور جي امڙ سندس لاءِ سانديا هئا. هڪ انهيءَ موڙ جي ايف آءِ آر جيڪو جوان ٿي منصور کي ٻڌڻو هو هڪ انهن ڪهاڻين جي ايف آءِ آر جيڪي سمهڻ کان اڳ ۾ منصور ٻڌندو هو ۽ هڪ ايف آءِ آر انهن ڪتابن جي جيڪي منصور جي اسڪول واري ٿيلهي ۾ رکيل آهن ۽ جن جا ورق منصور جي پتڪڙين آڱرين جو انتظار شايد روز اسڪول جي ٽائيم تي ڪندا رهندا. لاڙڪاڻو جيڪو شهيدن ۽ غدارن جو هڪ ئي وقت اباڻو ضلعو آهي، ان جون ان کا علاوه ٻيون به ڪيتريون ئي نسبتون آهن. هتان ئي ڪيترا جاگيردارن انگريز حڪومت جو ساٿ ڏيئي سنڌ مٿان ڌارين جي حڪومت کي مٽي ڏني ۽

گهڻو پوءِ هتان جي پٺن پاڪستان جي اسٽبلشمينٽ جي بت ۾ هڪ ختم نہ ٿيندڙ ڏڪٽي پيري چڙهي. گرميءَ ۾ سخت گرم ۽ سرديءَ ۾ سخت سرد رهندڙ اتر سنڌ جو هيءُ ضلعو جنهن کي پٺتي شهيد پيرس بنائڻ جو خواب لڌو هو. اهو هڪ وڏي عرصي کان ڏوهارين جي جنت (پيرس) بنيل آهي. هن وقت هن ضلعي ۾ فقط ٻہ ڌريون رهن ٿيون. هڪ اغوا ڪندڙ ۽ ٻيا اغوا ٿيندڙ هڪ قتل ڪندڙ ۽ ٻيا قتل ٿيندڙ هڪ جرڳا ڪندڙ ۽ ٻيا ڏنڊ ڀريندڙ هڪ ڪارا ڪندڙ ۽ ٻيا ڪارا ٿيندڙ سو ٻهرين ڏر جي ڪجھ ماڻهن گڏجي ٻي ڏر جي هڪ بنگل ديري جي اسڪول ۾ پڙهندڙ ڇهن سالن جي ننڍڙي منصور کي مٿي ۾ نيڪ انهن جاين تي سروٽا هڻي قتل ڪري ڇڏيو جتي سنڌس امڙ ڪيس ڇميون ڏيئي اسڪول موڪليندي هئي. بنگل ديري جو اهو پرائمري اسڪول جنهن ۾ منصور داخل هو اهو ڪلاس جنهن ۾ هو پڙهندو هو ۽ اها بينچ جنهن تي هو ويهندو هو پڻ منصور جيان هاڻ مقتول آهن. اسيمبلي ختم ٿيڻ کانپوءِ اها قطار جيڪا پهرئين ڪلاس ڏانهن آهستي آهستي وڌندي هئي، ان ۾ هاڻ منصور نہ پر ان جو احساس جاءِ وٺندو ۽ خاموشيءَ سان اچي ان بينچ تي ويهندو جتي منصور ويهندو هو ۽ بليڪ بورڊ اڳيان بيٺل استاد کان پڇندو "سائين! اڄ مون کان ڪجھ نہ پڇو! اڄ منهنجو مٿو سروٽن سان ڇچريل آهي، اڄ منهنجا هٿ زخمي آهن، منهنجو ڳلو مضبوط هٿن سان گهٽيو ويو آهي! مون کي سبق تہ پڪو آهي پر ٻڌائي نہ ٿو سگهان، ڇو تہ منهنجا چپ خون ۾ ٻڏل آهن، مان ڳالهائي بہ نٿو سگهان ۽ مان اکر بہ نٿو پڙهي سگهان، ڇو تہ منهنجيون اکيون پٿرائجي ويون آهن. سائين اڄ مون کان سبق نہ پڇو اڄ مان ڏاڍو گهايل آهيان، ڏاڍو ٻڏل آهيان!"

پر ڇا منصور جي سانت ٿيل وجود جي اهڙي احساس کي سنڌس استاد جون اکيون ڏسي يا حواس ٻڌي سگهندا؟ اها تہ خبر ناهي پر سنڌس خالي پيل بينچ تي سنڌس ٻيا ڪلاسي ويهڻ جي همت بہ نہ ڪري سگهندا ۽ سنڌس ننڍڙين دلين ۾ سوين اڄاتا خوف ويهي رهندا. جيڪي درجي بہ درجي ساڻن گڏ هر ايندڙ ڪلاس ۾ هم جماعت هوندا. انهن ٻارڙن جي ذهني نشونما منصور جي ياد جي ڇانوَ ۾ ٿيندي، جنهن جي تشريح هو انهن سيني بيٺن جي تشريح سان گڏ ڪندا، جن ۾ انسانيت جا سبق آموز نقطا سمايل هوندا آهن. معصوم ٻارن کي اغوا ڪري، سندن مٿا سروٽن سان ڇٽي ڪين قتل ڪرڻ واريون وارداتون وقفي وقفي سان رپورٽ ٿينديون رهن ٿيون. پر ڇا اهو بنھ ناممڪن ٿي ويو آهي تہ هڪ ڏوھ ٿيڻ کانپوءِ ان جي ٻيھر ٿيڻ واري امڪان کي روڪي سگهجي! ۽ جيڪڏهن اهو ممڪن آهي تہ پوءِ اها ذميواري آهي ڪنهن جي؟ انهيءَ جو جواب اسان نٿا ڏيون. اهو سوال اسان

رکون ٿا تہ سنڌ حڪومت جي اڳيان جيڪا گڊ گورننس جي خواهش بہ رکي ٿي ۽ دعوي بہ ڪري ٿي.

هي سٽون لکندي منهنجي نظر بار بار اڳيان رکيل منصور جي تصوير تي پوي ٿي، تصوير جيڪا ٻار شوق سان ڇڪرائيندا آهن. پر هي تصوير تہ هڪ عجيب تصوير آهي، جنهن ۾ منصور جون اکيون تہ ٻوٽيل آهن. پر انهن ۾ ننڊ نہ موت ستل آهي، خواب نہ خاموشي آهي، اطمينان نہ. اذيت آهي ۽ وري جاڳڻ جو احساس نہ پر ڪڏهن نہ اٿڻ جو يقين آهي ۽ اهو ئي اهڙو يقين آهي جنهن کي سوچي سندس ماءُ کي بيهوشي جا دؤرا پون ٿا ۽ مان خيري ديري ۾ منصور جي گهر کان لڳ ڀڳ ٽي سؤ ڪلوميٽر پري حيدرآباد ۾ ويهي سوچيان ٿو تہ هي بيهوشي جا دؤرا رڳو منصور جي امڙ کي ناهن پئجي رهيا پر هي بيهوشيءَ جا دورا پوري سنڌ کي پئجي رهيا آهن.

*"روزانہ" ڪاوش" حيدرآباد. 30 مارچ 2009ع)*

## جيجي زرينہ بلوچ
# سنڌ جي مدر ٽريسا

سنڌ جڏهن ڪنڌ ورائي پوئتي نهاريندي تہ اُن کي پنهنجي شاندار ماضيءَ جي ماٿي تي جيڪي ستارا چمڪندي نظر ايندا اُنهن ۾ جيجي زرينہ بلوچ سينيءَ ڪان وڌيڪ روشن ستارن مان هڪ ستاري طور نظر ايندي. سنڌ ۾ اڄ جيڪي ٿورا ئي سهي ماڻهپي جا معيار پنهنجن پيرن تي بيٺل نظر اچن ٿا. اُنهن جي نشونما ۽ جوڙجڪ ۾ جيجي جي ادا ڪيل ڪردار کي ڪنهن بہ صورت ۾ درگذر يا نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

اڄ جڏهن سموري سنڌ. جيجي زرينہ بلوچ جي ٽين ورسي هڪ اُداس ۽ غمگين ڏهاڙي طور ۽ سندس ڪيل خدمتن کي ياد ڪرڻ جي حوالي سان ملهائي رهي، آهي تڏهن مان پنهنجي هي تحرير. لکندي انتهائي مشڪل صورت ۾ مبتلا آهيان ۽ اِهو فيصلو نہ پيو ڪري سگهان تہ اڄ ڪيس ياد ڪرڻ واري ضروري رسم ۾ سندس شخصيت جو ڪهڙو پهلو بحث هيٺ آڻيان ۽ ڪهڙو پاسو پاسيرو رکان. اهو واقعي بہ هڪ ڏکيو مرحلو آهي، هڪ اهڙي شخصيت جيڪا پنهنجي ذات ۾ هڪ پورو جهان رکندي هُجي اُن مٿان ڪجهہ بہ لکڻ بهرحال هر صورت ۾ هڪ وڏي آزمائش کان گهٽ هرگز ڪونهي!!

جيجي زرينہ بلوچ جو سنڌ جي اُنهيءَ شعوري دؤر سان واسطو آهي جيڪو انتهائي تلخ ۽ فيصلائتو دؤر ليکيو وڃي ٿو. وفاق جي نالي تي هر طرح سان سنڌ ۽ اُن جي سمورن وسيلن مٿان ڌارين جي گرفت مضبوط ٿي چُڪي هُئي، سنڌ جو نانو وڏڻ ائين هو جڻ ڪاريهر تي پير پوڻ ۽ اهڙي ماحول ۾ وحشتن جي رڻ مان جيڪا رڙ پڌرڻ ۾ پئي آئي اُها ڪنهن ٻئي جي نہ. جيجي زرينہ بلوچ جي هئي جنهن ون يونٽ. ايوبي آمريت ۽ اڳتي هلي ضياءَ الحق طرفان سنڌ کي ڏنل گهاوَن مٿان پنهنجن گيتن جا ڦَها رکيا. هي اِهو دؤر هو جڏهن سموري سنڌ گهاءَ کائي جيجي جي هنج ۾ اچي مٿو ٽيڪي ويٺي هئي.

جيجي زرينہ بلوچ جي ذات ۽ ان جي مختلف رُخن مٿان هڪ کان وڌيڪ پي ايچ ڊيز ٿي سگهن ٿيون. اِها حقيقت آهي، مگر اها بہ حقيقت آهي تہ اسان سنڌي آهيون! اُهي سنڌي جن جي سِرشت ۾ پنهنجن سورمن کي وسارڻ جي سُتي پيل آهي، نہ تہ ڇا سبب آهي تہ اڄ سنڌ ۾ جيجي جي حوالي سان ڪو بہ اهڙو ادارو ڪا

بہ اهڙي چيئر. ڪا بہ اهڙي تنظيم باضابطہ طور جُڙي ناهي سگهي جيڪا جيجي جي ڪيل خدمتن کي سهيڙي ڪري ۽ انهن جي تاريخي اثر کان نئين نسل کي آگاهہ ڪري. اصل ۾ اهڙين وڏين شخصيتن جي ذات مٿان وڏا وڏا قومي ادارا ئي تحقيق ۽ کوجنا وارو ڪم انجام ڏيئي سگهندا آهن. ڪنهن اڪيلي فرد يا ٻن ٽن ماڻهن جي ساٿ سان اهڙا وڏا ڪم ٿيڻ اگر ناممڪن نہ تہ مشڪل گهڻو هوندا آهن. مگر جيجي جي حوالي سان سنڌ جي علمي، ادبي ۽ سياسي ادارن اهڙو ڪو بہ قدم ناهي کنيو جنهن کي ڏسي اهو چئي سگهجي تہ اسان پنهنجو قرض لاٿو!

هيٺين سنڌ کي سگهاري بنائڻ لاءِ جيجي زرينہ بلوچ پوري زندگي ارپي ڇڏي، سندس ذات مختلف خوبين جي ڪهڪشان سان ٽمٽار هئي، هُوءَ هڪ اخلاص واري اهڙي مثالي سنڌياڻي هُئي، جنهن جي شخصيت کي اڳيان رکي اڄ جون سنڌي ڇوڪريون پنهنجي زندگيءَ کي ڪارگر بنائي سگهن ٿيون. هُو فرض شناس، محب وطن ۽ هڪ اهڙي اورچ شخصيت جي مالڪياڻي هئي جنهن کي رول ماڊل طور سنڌي تہ ڇا پر اسان جهڙين قومن جون سموريون عورتون پنهنجي لاءِ مثال بنائي اُن مان زندگيءَ جا نوان ۽ روشن رُخ ڳولي سگهن ٿيون.

اڄ جيجي جي ٽين ورسي تي هي سٽون تحرير ڪندي منهنجو ذهن 80 واري ڏهاڪي ڏانهن موٽي ويجي ٿو ۽ مون کي اهو ڏينهن ياد اچي ٿو جڏهن هو ڀهريون ڀيرو اسان وٽ هير آباد واري گهر آئي هُئي. انهيءَ دور ۾ جيجي پنهنجن ٻچڙن سان گڏ پٺاڻ ڪالوني جي هڪ گهر ۾ رهندي هُئي. هي اُهي ڏينهن هئا جڏهن سندس ور ۽ سنڌ جو فڪري سرواڻ محترم رسول بخش پليجو ڪوٽ لکپت جيل ۾ ضمير جي اسير طور پابندِ سِلاسل هُئو هي اُهو دؤر هُئو جڏهن سنڌ ۾ ڪتا خاموش ٿي ويا هُئا ۽ بندوقون يونڪنديون هيون. ڊاڙيلن ۽ ضياءَ الحق جي چاڙتن پوري سنڌ کي ديوار سان لڳائي ڇڏيو هو آزادي جا خواب ڏسندڙ سنڌ، غلاميءَ جي بدترين دور مان گذري رهي هئي ۽ هي اهو ئي دور هو جڏهن جيجي مٿان پنهنجي گهريلو ذميوارين سان گڏ قومي فرض بہ هڪ ”بارِگران“ جيان اچي ڪريو هو مگر ڇا تہ همت ۽ حوصلو هُيو جيجي وٽ! سندس چهري تي پريشانيءَ جي هڪ بہ لڪير نظر نٿي آئي، اطمينان ۽ اميد سان سندس چهرو اِئين روشن ۽ تازو نظر آيو پئي جيئن سانجهيءَ جو ٽڙندڙ پهريون ستارو!

انهيءَ دؤر ۾ جيجي جو نالو سنڌ ۾ سندس آواز جيان گونجندو هيو سو اسان جي گهر اچڻ تي اسان جي گهر جون سيئي عورتون سندس چوڌاري اچي مڙيون، هوءَ گهر جي هر هڪ ڀاتيءَ سان اهڙي سِڪ ۽ محبت سان مخاطب ٿي جو پل ۾ هُن سڀنيءَ کي پنهنجو ڪري ڇڏيو اُهو ڏينهن ۽ اڄ جو ڏينهن اسان جو پورو خاندان جيجي کي هڪ پل لاءِ بہ وساري ناهي سگهيو اُن بعد بہ ڪيترائي ڀيرا جيجي

اسان وٽ قومي ۽ سياسي سرگرمين جي حوالي سان ايندي رهي ۽ هر دفعي اسان
جيجيءَ جو آڌرڀاءُ اکيون وڇائي ڪندا هئاسون. اسان کي هڪ لمحي لاءِ به ڪونه
لڳندو هو ته هو اسان کان الڳ آهي، هُو اسان کان ته ڇا پر ڪنهن کان به الڳ
ڪانه هئي، هُو پوري سنڌ جو حصو هئي، جيڪو به سنڌي هو جنهن به سنڌ جي
ڳالهه پئي ڪئي، جيجي جون خدمتون ۽ دعائون انهيءَ لاءِ وقف ٿي وينديون هيون،
مان جيڪڏهن اهو چوان ته جيجي کي ڪنهن فلڪ جي نه پر سنڌ جي مٽيءَ مان
جوڙيو ويو هو ته اِهو وڌاءُ نه ٿيندو. نه ته اُهو ڪهڙو سبب هو جو هُن جي وفا ۽ وجود ۾
ڪڏهن به لرزش ڪانه آئي. سنڌ جي قيمت تي هُن ننڍن کي نهوڙيو. پنهنجي
هيٺي هَڏ جو ڪو به خيال ڪونه رکيو پنهنجي عارضي آرام ۽ آرائش کي هميشه
تڇ ۽ معمولي تصور ڪيو ۽ ائين سانده سنڌ جي خوشحالي ۽ آزاديءَ واري رستي
تي ان وقت تائين هلندي رهي، جيستائين سندس اکين ۾ روشنيءَ جي آخري
چمڪ ۽ دل ۾ آزاديءَ جو ڀَريون خواب مؤجود هئو.
جيجي زرينه بلوچ کي سارينديءَ مون کي اُهي ڏينهن به ياد اچن ٿا. جڏهن پاڻ
ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي ڪڏهن ڪڏهن سنڌي ڊرامن ۾ صداڪاره طور
حصو وٺندي هئي. هُو سيني ڊرامن ۾ ماءُ جو ڪردار ادا ڪندي هئي، انهيءَ ڳالهه
کي اڄ به ٽي ڏهاڪا گذري چڪا آهن. اڄ مان سوچيان ٿو ته هُن ماءُ جو ڪردار
اهڙي ته خوبصورتيءَ سان ادا ڪيو جنهن جو مثال سنڌ جي ويجهي توڙي بعيد
واريءَ ماضيءَ ۾ نٿو ملي. مُن سنڌ سان به بطور هڪ ماءُ جي حيثيت سان ئي ترڀيت
ڪيو ڪهڙي به موسم هجي، ڪهڙو به مُوڊ هجي، ڪيترو به رياستي جبر يا ڏاڍ
هجي، سنڌ جي حوالي سان، قوم پرستيءَ جي حوالي سان، قومي جاڳرتا جي حوالي
سان جڏهن به جتي به ڪيس سڏ ٿيو هُن اهو سڏ ورنايو ڪهي، سوين ميل سفر ڪري
سڀ خطرا سر تي کڻي اُتي پهچي ويندي هئي. جيجي جنهن درجي ۽ مقام واري
سنڌياڻي هئي، مان يقين سان چوان ٿو ته اڄ جيڪڏهن سنڌ ۾ اهڙيون فقط ڏهه
عورتون به هجن ته سنڌ جي دشمنن جي محلن جا بُرج رڳو لڏندا ئي نه ڪري پوندا.
ذاتي توڙي فڪري محفلن ۾ جتي به ۽ جڏهن به جيجيءَ جو ذڪر نڪرندو ته
يقيناً سندس نالو احترام سان ورتو ويندو ائين جئين سنڌ جو نالو عزت ۽ احترام
سان ورتو ويندو آهي مان اِهو چوان ته هو سنڌ جي مدر ٽريسا هئي، ڇا ان کان اِهو
وڌيڪ مناسب نه ٿيندو ته مان اِهو چوان ته مڌر ٽريسا. هندستان جي جيجيءَ زرينه
بلوچ هئي ائين چوڻ جو مون کي حق آهي، ڇو ته دنيا جي هر لائق ۽ فائق پُٽ کي
دنيا جي سيني مائرن کان وڌيڪ پنهنجي ماءُ پياري هوندي آهي ۽ جڏهن اهڙو
احساس جيجي جي حوالي سان هجي ته پوءِ سڀ وهم، سڀ گمان ۽ سڀ بحث
ختم ٿي وڃن ٿا. جيجي اُهي سمورا فرض ادا ڪيا. جيڪي مٿس واجب به نه هئا.

جن جو ڪائنس ڪو پڇاڻو به نه ڪري ها! پر دنيا جي عظيم عورتن جو گهر چارديواري اندر، چند ڪمرن تي ٻڌل ناهي هوندو سندن گهر جو ڪينواس پوري ڪائنات تائين ڦهليل هوندو آهي، سندن دل ڌرتيءَ تي ڪنهن ٻُک تي سمهي رهندڙ ٻار جي لاءِ به جهڄو ڪائيندي آهي ته افق تي ٽُٽندڙ ڪنهن ستاري جي غم ۾ به ٽٽي پوندي آهي. اهڙيون عظيم عورتون "پنهنجو ڇا، پرائو ڇا" واري حساب ڪان هزارين بلڪ لکين ڀيرا وڏيڪ مٽيريون هونديون آهن. قومون ۽ قبيلا ته ڇا، اهڙيون عظيم ۽ سباجهيون عورتون ته غمزده ديسن کي به ڳرانٽڙيون پائينديون آهن. هن وقت جڏهن سنڌ کي ڳرانٽڙيءَ جي ضرورت آهي ته جيجي اسان وٽ ناهي رهي ۽ سنڌ سندس قبر مٿان ائين ويٺل نظر اچي ٿي جيئن ڪو يتيم ٻار سج لهڻ وقت پنهنجي ماءُ جي قبر تي اچي ويهندو آهي!!

(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 25 آڪٽوبر 2008ع)

عبرت

# جنهن سان پنهنجي دوستي غير مشروط آهي!

ڇمار ۾ عبرت مون کان ڪجهه سال وڏي آهي، مون کي اهو چڱي طرح ياد ڪونهي ته منهنجي ساڻس پهرين ملاقات ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿي، پر ايترو ضرور ياد آهي ته اسان سانگهڙ ۾ رهندا هئاسون. انهن ڏينهن ۾ مان غالبن چوٿين پنجين سنڌي درجي ۾ پڙهندو هوس، اهو زمانو 75_74ع وارو هو. تڏهن اسان سان گڏ اسان جو مرحوم چاچو بنگل خان پڻ رهندو هو جيڪو پنهنجي راڄ پاڳ ۾ رئيس بنگل خان جي نالي سان مشهور هوندو هو. توڙي جو هو بنه اڻ پڙهيل هو تنهن هوندي به پنهنجي شوق ۽ ذاتي لڳاءَ جي ڪري ٿوري گهڻي اخبار پڙهي سگهندو هو. سياست سان دلچسپي هئڻ سبب، کيس اخبار سان فطري لڳاءُ هوندو هو. اُنهن ڏينهن ۾ ئي هو روزانو هڪ اخبار شهر مان وٺي ايندو هو ۽ اُها اخبار هوندي هئي عبرت. ۽ يقينن اُهو ئي دؤر هوندو جڏهن عبرت سان منهنجي پهرين ملاقات ٿي هوندي.

اسانجو مذڪور مرحوم چاچو جيئن ته پاڻ ڪو گهڻو پڙهيل لکيل ڪونه هو انهيءَ ڪري هُو گهر جي ڪنهن پڙهيل ڀاتيءَ کان اخبار پڙهائي ٻڌندو هو ۽ اتفاق سان اهڙي ڊيوٽي مان ئي سرانجام ڏيندو هُوس.

مونکي چڱي طرح ياد آهي ته اُن زماني ۾ پنهنجي چاچي کي اخبار پڙهندي ٻڌائڻ منهنجو روز جو معمول هوندو هو. هُو پنهنجي ڏسٽي آڱر سان خبرن ڏي اشارو ڪندو هو ۽ مان اُهي پڙهي کيس ٻڌائيندو هوس، ۽ ڪٿي جيڪڏهن مان منجهي يا اٽڪي پوندو هوس ته هُو منهنجو تلفظ يا اُچار درست ڪندو هو. ائين عبرت سان منهنجي دوستيءَ وارو رشتو مضبوط ٿيندو ويو ۽ اڄ جڏهن اسان جي انهيءَ دوستيءَ کي پنجويهه ـ ٽيهه سال گذري چڪا آهن تڏهن منهنجي ذهن جي اسڪرين سان عبرت سان وابسته يادگيرين جي هڪ ڊگهي تصويري پٽي گذرڻ لڳي آهي، جيڪا سحر انگيز به آهي ته حيرت انگيز به. سحر ۽ حيرت جي انهيءَ سفر ۾ عبرت کي مون جيئن محسوس ڪيو ۽ پرکيو آهي، اُهو مختصرن ئي سهي، توهان سان شيئر ڪندي مونکي خوشي ٿيندي.

مان اڄ، جنهن دؤر جو توهان سان ذڪر ڪري رهيو آهيان، اُن دؤر ۾ خبرن جي جهنگل ۾ فقط عبرت جو شينهن گجندو هو ٻين اخبارن جو سڪو اجا گهڻو رائج ڪونه ٿيو هو. عبرت کان علاوه جيڪي به ٽي ٻيون سنڌي اخبارون هونديون

هيون اُنهن جي پڙهندڙن جو حلقو ايڏو وسيع ڪونہ هو جيترو عبرت کي حاصل هو. پنهنجي متوازن پاليسي ۽ عام دلچسپيءَ واري مواد سبب هِن اخبار کي زندگيءَ جي هر شعبي سان واڳيل ماڻهو وڏي شوق ۽ اُتساهہ سان پڙهندا هئا. انهيءَ دؤر ۾ اليڪٽرانڪ ميڊيا اسان وٽ اڃا گهڻي متعارف ڪانہ ٿي هُئي، يا ڪٿي ائين چئجي تہ سنڌي سماج ۽ اُن جي وسيلن کان گهڻو ٻاهر هُئي، اِهو ئي سبب هو جو خبرن کان آگاهيءَ جو اڪيلو وسيلو اَخبارون ۽ اُنهن ۾ وري عبرت اخبار ئي هوندي هُئي.

فني ۽ مهارتي تبديلين ۽ انقلابن کان علاوه ڏسجي تہ عبرت اخبار جي بلڊنگ ۾ پڻ وڏيون تبديليون آيون آهن. وقت جي ضرورتن ۽ جديد تقاضائن کي مدنظر رکندي عبرت جي مؤجوده آفيس واري بلڊنگ پنهنجا رنگ روپ تبديل ڪندي رهي آهي، تبديلين جي انهيءَ سموري مرحلي  مان گذرندي اخبار جو هاڻوڪو "نيوز روم" هڪ انتهائي وڌندڙ ۽ جديد سهولتن سان آراستہ ٿي چڪو آهي، جنهن کي هن وقت ڪنهن بہ جديد اخبار جي گهُرجن ۽ ضرورتن آهر هڪ مناسب "نيوز روم" قرار ڏئي سگهجي ٿو.

فني ۽ پيشہ ورانين ضرورتن ۽ سهولتن جي حوالي سان ڏسجي تہ بيشڪ عبرت اخبار هڪ مثالي اخبار طور اسان جي سامهون آهي ۽ اُن جي انهن معاملن ۽ ڪارنامن تي ڪو ڪهڻو مشق صحافي ئي وڌيڪ لکي سگهي ٿو. مان هتي فقط پنهنجين يادگيرين جي پکين کي اکرن جا داڻا آڇي قلم جي ڪوڙڪيءَ ۾ قيد ڪرڻ چاهيندس.

عبرت پڙهندي هڪڙو دؤر اهڙو بہ آيو جو مون لکڻ شروع ڪيو. مون کي چڱي طرح ياد آهي تہ اُن دؤر ۾ عبرت هر ماڻهو کي هرويرو ڪونہ ڇاپيندي هئي. آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ڪُجهہ صحافي هوندا هئا جن جي گهڻن ئي اديبن يا شاعرن تي اک بہ ڪانہ ٻُڏندي هئي. اهڙي صورتحال ۾ عبرت ۾ ڇپجڻ ڪنهن آرزو يا خواب کان گهٽ ڪونہ هوندو هو پر اهڙي ڪنهن خواب جو ساڀيان ٿيڻ وري بہ اُنهن صحافين جي هٿ ۾ هوندو هو جن کي ڏسڻ ڪانپوءِ لڳندو هو تہ هي ماڻهو زندگيءَ ۾ ڪڏهن کليا بہ هوندا الاءِ نہ! اُن دؤر جا سب ايڊيٽر ۽ صفحن جا نگران انتهائي مصروف ۽ "متي ڦريا" هوندا هئا. هو بنا ڪنهن وڏي سبب جي پنهنجي مرضي ۽ اختيار تان دستبردار ڪونہ ٿيندا هئا. سو اُنهن ئي ڏينهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن منهنجي وجود کي لکڻ جي اُڏوهي لڳي ۽ مون ڪچا ڦڪا شعر ۽ ڪهاڻيون وغيره اخبار کي موڪلڻ شروع ڪيون پر مجال آهي جو اُهي ڇپجن!

عبرت شروع کان وٺي هڪ وڏي سنڌي اخبار رهي آهي، اُن جا علمي، ادبي ۽ سماجي معاملن وارا پرچا وڏي خوبصورتيءَ سان ڇاپيا ويندا هئا. اُنهن ڏينهن ۾ ادبي پرچي جو انچارج، سنڌ جو بزرگ شاعر پروانو ڀٽي هوندو هو. معمول هوندو هو تہ مان هر هفتي پنج - ڇهہ ڪچا ڦڪا شعر ڪيس موڪلي ڏيندو هوس ۽ وڏي

چاهه سان اخبار وٺي پنهنجيون لکڻيون ڳوليندو هوس، مگر مجال آهي جو پروانو صاحب ڪڏهن ڪو شعر ڇاپي. اهڙي طرح سنڌي ايڊيشن جو انچارج عبدالغني درس هوندو هو. درس صاحب پڻ پنهنجي ذات ۾ هڪ ترالو ۽ دلچسپ شخص آهي. پنهنجي انچارج هجڻ دؤران. ڪو سنڌس پرچي ۾ ڇپجي وڃي، سا بنهه وڏي ڳالهه سمجهي ويندي هئي، سو اهڙي طرح پنهنجي جيب خرچ مان لفافا خريد ڪري ڪري آخرڪار مان بہ تڪجي پيس ۽ هڪ ڏينهن سخت ڪاوڙ وچان اخبار جي چيف ايڊيٽر ۽ سرواڻ محترم قاضي عبدالمجيد عابد صاحب (مرحوم) کي هڪ درد ڀريو خط اماڻي ڇڏيم. جنهن ۾ مونکي ياد آهي تہ مون پنهنجي لکڻين سان ٿيندڙ ناروا سلوڪ بابت پنهنجا ڏک سُور ونڊيا هئا. خير! ڪجهہ ئي ڏينهن ڪانپوءِ قاضي صاحب جو جوابي خط اچي مونکي پهتو. قاضي صاحب جو خط ڏسي مان انتهائي حيران ۽ خوش ٿيو هوس ۽ مون کي پڪ ٿي هئي تہ عبرت اخبار جو وڻ تہ گهڻي چانو ٿو ڏيئي پر اُن مٿان ويٺل ڪجهہ پکي اُن جي چانو ۾ ڪنهن کي ويهڻ ئي نٿا ڏين . بهرحال، قاضي صاحب پنهنجي خط ۾ لکيو هو تہ "توهان مايوس نہ ٿيو مون ذميدار سب ايڊيٽرن کي هدايت ڪئي آهي، هاڻي هُو اوهان جي لکڻين کي نظرانداز نہ ڪندا. شرط آهي تہ اُهي معياري ۽ عام دلچسپيءَ واريون هُجن."

قاضي صاحب جيِ اِها تحرير ورهين جا ورهيہ مون وٽ سنڀالي رکيل هئي پر وقت جي ستمر ظريفي ۽ حالتن جي اُٿل پٿل دلين کي بہ پنهنجي جاءِ تان ٿيڙي ڇڏيندي آهي، هو تہ هڪ خط هو، خدا معلوم ڪيڏانهن ويو.

سو محترم پڙهندڙؤ! اهڙيءَ طرح عبرت ۾ منهنجي لکڻين کي موٽ ملڻ شروع ٿي، مونکي پهريون ڀيرو پرواني ۾ٽي صاحب، ادبي صفحي ۾ جاءِ ڏني ۽ منهنجو لکيل هڪ چؤسٽو شايع ڪيو ۽ اهڙي طرح منهنجي لکڻ ۽ ڇپجڻ جو هڪ باقاعده سلسلو شروع ٿي ويو جنهن کي تا دم تحرير ڪڏهن بہ "فل اسٽاپ" ناهي آيو.

اڄ جڏهن هڪ ليکڪ طور ٿورو گهڻو مان لڌو آهي تہ مان انتهائي سچائيءَ سان اِهو ڪريڊٽ عبرت اخبار کي ئي ڏيندس جنهن جي پليٽ فارم تان منهنجي نہ رڳو حوصلہ افزائي ٿي بلڪ جڏهن بہ مون لکڻ کان عارضي ڪناره ڪشي ڪئي تہ هن اخبار ۾ ڪم ڪندڙ دوستن ٻيهر لکڻ لاءِ مجبور ڪيو ۽ قلم مٿان ڪٽ چڙهڻ نہ ڏني.

عبرت ٻاران ويجهي ماضيءَ ۾ شايع ٿيندڙ نج ادبي رسالي "بختاور" جي ايڊيٽر شپ کان وٺي هڪ ڪالم نگار تائين، مون عبرت سان قائم ٿيل پنهنجي هر رشتي کي "انجواءِ" ڪيو آهي، ۽ هاڻي صورتحال ان حد تائين پهتل آهي جو مونکي عبرت آفيس پنهنجي گهر وانگيان محسوس ٿيندي آهي.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 14 آگسٽ 2006ع)*

## وڪيلان رند

# جنهن جو ڪيس ڪهڙو وڪيل وڙهندو؟

سنڌ اجان جڏهن "اذيت گاهه" ڪانه بنيل هئي، اوڙي پاڙي، مٽ مائٽ، دوست دشمن لاءِ شناس ۽ اکين ۾ عزت موجود هئي، اخلاقي ۽ سماجي قدر گهٽي پاڳي اجا زنده هئا. رشتن کي ظاهر ڪندڙ الفاظ اجان بي معنيٰ ڪونه بڻيا هئا. پيءُ کي پوڙهي بجاءِ بابا ۽ ماءُ کي ڪراڙي بجاءِ امان ڪري ڪوٺيو ويندو هو نياڻين کي پنهنجو ننگ تصور ڪيو ويندو هو ۽ اجان غيرت، بي غيرتيءَ جا ڪپڙا ڪونه پاتا هئا. تڏهن اسان وٽ سنڌ ۾ عورت کي وڏو مان ۽ عزت حاصل هئي.

اڳتي هلي پوءِ هڪ اهڙو وقت به اچي ٿو جڏهن سنڌ پريم نگر مان تبديل ٿي، قتل گاهه جو روپ ڌاري ٿي. سنڌ جي اِها نئين صورت گذريل ٻن ڏهاڪن دوران وڏيڪ چٽي ۽ پڌائتي ٿي رهي آهي. سياسي ڏيوالپڻي، معاشي بدحالي، طبقاتي ڇڪتاڻ، قومي حق تلفي، تعليمي فقدان ۽ انهن جهڙن ٻين انيڪ خطرناڪ مسئلن جي چار ۾ مڪمل طور ڦاسڻ ڪانپوءِ هن وقت سنڌ جنهن هڪ ٻئي وڏي عذاب ۾ مبتلا آهي، سو اُنهيءَ نام نهاد غيرت وارو مسئلو آهي، جنهن جي نالي تي، هر روز ڪيترين ئي معصوم ۽ بي گناه ڇوڪرين ڪارين ڪري ماريون وڃن ٿيون. اهڙين ڪارين جا رت سان ڳاڙها ڪيل لاش جڏهن، اخبارن ۾ ڇپجي روز اسان جي سامهون اچن ٿا تڏهن دنيا جو ضمير اِهو سوچڻ تي مجبور ٿئي ٿو ته سنڌ کي مقتل ۾ آخر ڪنهن تبديل ڪيو آهي. رياست جنهن جي ٻين سوين ذميدارين مان هڪڙي ذميداري اها به هوندي آهي ته اُها پنهنجي شهرين جي جان ۽ مال جي مڪمل حفاظت ڪري، سا پنهنجو ڪردار آخر ڪڏهن ادا ڪندي؟ غيرت جي نالي تي قتلِ عام جي گرم ڪيل بازار آخر ڪڏهن ٿڌي ٿيندي، آخر اُهو ڏينهن ڪڏهن ايندو جڏهن عزت ۽ غيرت جي هن غلط تشريح کي رد ڪري نوان اصطلاح ۽ استعارا متعارف ڪرايا ويندا. جن تحت مرضيءَ جي شاديءَ کي عورت جو بنيادي حق تصور ڪيو ويندو ۽ پيار جا پرڙا، عزت ۽ غيرت آڏو سواليه نشان نه بڻجندا. اهو سڀ ڪجهه هر صورت ۾ ممڪن آهي، مگر انهي لاءِ جنهن ڳالهه جي ضرورت آهي سا اها آهي ته رياست پنهنجو اهڙو فعال ڪردار ادا ڪري جنهن لاءِ هو پابند آهي. عام شهرين ۽ خاص ڪري عورتن جي حقن جي حوالي سان نئين سر قانون سازيءَ جي نه رڳو ضرورت آهي پر اُن جي عملدرآمد کي پڻ هر طريقي

سان يقيني بنائڻ گهرجي، جنهن ۾ قتل جي پهرين ۽ آخري معنيٰ قتل ئي هئڻ گهرجي ۽ اُن جي سزا پڻ موت کان گهٽ سخت هرگز نہ هئڻ گهرجي.

رياست پنهنجو ڪردار ادا ڪري ئي ڪري، سنڌ جي ڇهري مٽان هڪ بي بي گناهہ ڇوڪري وڪيلان رند جو قتل هڪ ٻيو ٽڪو بنجي ظاهر ٿيو آهي. مصري رند، پنهنجي پيءُ وڪيلان کي اِهو چئي قتل ڪري ڇڏيو تہ ”تون ڪاري آهين!“ اهڙي طرح سنڌ جي قتل گاهہ ۾ هڪ وڌيڪ لاش جو اضافو ٿيو هڪ وڌيڪ غيرت جو اڪائونٽ کليو هڪ وڌيڪ ويساهہ ٽُٽو هڪ وڌيڪ دل ڪربلا بنجي ويئي ۽ عورتن جي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ اين جي اوز کي هڪ وڌيڪ موضوع ملي ويو.

عشق جي ازلي آواز تي، غيرت جي ڪچي ديوار اورانگهيندڙ وڪيلان رند بہ آخر مارجي ويئي، سندس مٿي پڇاڻان هاڻي ڇا ٿيندو سندس قاتل پاءُ ڪجهہ وقت جيل ۾ رهڻ کان پوءِ ۽ ڪجهہ شنوايون پوڳڻ بعد آزاد ٿي ويندو وڪيلان جو پيءُ ”بابا مونکي بچاءِ“ جا پڙاڏا ٻڌي ڪجهہ مهينن تائين ننڊ مان ٽپا ڏيئي اُٿندو وڪيلان جي ماءُ ننڍي لاڪئون جي جوڙيل سندس اڱڙين جي ادڙيل گڏين کي سار جي سڱي سان جوڙيندي ۽ هڪ ڏينهن اهڙو بہ ايندو جڏهن سندس ياد پڻ سندس نڪ جي ڪوڪي جيان ڪٿي گم ٿي ويندي، تڏهن ڇا وڪيلان جي انهيءَ وِک جا نشان ستارن مٿان نظر نہ ايندا جيڪا هن پهريون دفعو پيار جي پنڌ تي کنئي هئي!

ڪجهہ شيون ماڻهو جي وس ۾ ناهن هونديون، جيئن بُک لڳڻ، اُڃ لڳڻ، ساهہ کڻڻ ماڻهوءَ جي وس ۾ ناهي هوندو ائين محبت ڪرڻ پڻ ماڻهوءَ جي اختيار ۾ ناهي هوندو اهڙي صورت ۾ ڪنهن انسان کي آخر ڪيئن ڏوهاري قرار ڏيئي سگهجي. عشق ڪرڻ وارو عمل گاهہ ڪرڻ يا ماني پچائڻ جهڙو عمل تہ ناهي جنهن لاءِ ڪنهن کي بہ ذميوار بڻائجي، عشق يا محبت ڪو عمل نہ پر هڪ احساس آهي، جذبو آهي، جنهن ۾ ڪو بہ انسان ڪنهن بہ وقت مبتلا ٿي سگهي ٿو اُن جي طوفان ۾ گهيرجي سگهي ٿو اُن جي تيز ۽ تکڙي وهڪري ۾ لڙهي ڪنهن اجنبي ڪناري تي پهچي سگهي ٿو جيئن ڪنهن تيز تکي وهڪري ۾ لڙهندڙ شخص کي اِها خبر ناهي هوندي تہ درياهہ جون بي رحم لهرون کيس ڪهڙي ڪنڌي يا ڪناري تي ڦٽو ڪنديون يا عشق جو طوفان ڪنهن جي جهوليءَ ۾ ڦٽو ڪندو اها خبر پڻ ڪنهن کي ناهي هوندي بلڪل اهڙي طرح وڪيلان رند کي بہ اها ڄاڻ ڪانہ هئي تہ سندس مجاز جا اوڳا اُٺ نهال پيل جي جهوڪ تي جهڪندا ۽ سندس اهڙي بي خبري ۽ بي وسي کيس ڪاري ڪري مارائي وڌو. جيل ۾ بند پنهنجي نهال کي وساري ڇڏڻ جا هن بہ جتن ڪيا هوندا، هن بہ سوچيو هوندو تہ هاڻي هو پنهنجي زبان مٿان سندس نالو نہ آڻيندي، نهال تہ ڇا پر ”ن“ سان

شروع ٽيندڙ ڪو بہ نالو نہ اچاريندي ۽ پنهنجي دل کي سمجهائيندي تہ چريا! نهال سان تنهنجو ڇا، هو تہ پيل هو سندس دل بہ پيل هئي، سندس اکيون بہ پيل هيون ۽ اُنهن اکين ۾ سرجندڙ خواب بہ پيل هئا، تون هي ڪنهن کي ياد ٿي ڪرين!

۽ هن ائين ڪري بہ ڏيکاريو هوندو، مائٽن کي يقين ڏيارڻ لاءِ هن قسم بہ ڪنيا هوندا، واعدا بہ ڪيا هوندا، نهال کي وساري ڇڏڻ جا هزارين اعتبار ڏنا هوندا، لڪين معافيون ورتيون هونديون پر سندس ڏوهہ معاف نہ ٿيو اُهو ڏوهہ جنهن ۾ سندس ذري برابر بہ اختيار ۽ مرضي شامل نہ هئي ۽ آخر انهيءَ ڏوهہ ۾ ڪيس ماريو ويو. مصري نالي سندس ياءُ ڪيس ماري ڇڏيو هن جنهن بانهن ۾ ڳانا ٻڌا هوندا، اُها مٿس اُيي ٿي ۽ ڪيس قتل ڪري ڇڏيو. لطيف جي نگريءَ ۾ قتل ٿيندڙ وڪيلان جو ڪيس وڪيل وڙهي يا نہ وڙهي، مونکي ايترو يقين ضرور آهي تہ لطيف جو روح هرگز ناراض نہ ٿيندو جيڪڏهن اسان وڪيلان کي نئين دؤر جي مهٽي لکون!!

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 19 آگسٽ 2006ع)*

## ساقي عالم ابڙو

# دامنِ صحرا ۾ ٽڙيل هڪ گل جو پروفائيل!

سال اوڻويهہ سؤ ڇاونجاهہ، مهينو جنوري، تاريخ ڇهرين، شهر قمبر ضلعو لاڙڪاڻو ۾ گهر آهي سنڌ جي ناليواري مصور ۽ فوٽو گرافر سائين محمد عالم ابڙي جو سائين محمد عالم جي گهر ۾ هڪ ننڍڙو ٻار جنم وٺي ٿو جنهن جو نالو شبير رکيو وڃي ٿو ڀائرن ۾ ٽئين نمبر تي جنم وٺندڙ اِهو ٻارڙو اڳتي هلي ساقي عالم ابڙي جي نالي سان مشهور ٿيو.

دارا عالم، اياز عالم، ساقي عالم، منصور عالم (مرحوم) ، قيس عالم، ۽ طارق عالم اهي سڀ سنڌ ۽ سائين محمد عالم ابڙي جا اُهي لائق فرزند آهن، جن پنهنجي پنهنجي ڪيتر (فنون لطيفہ) ۾ وڏو نالو ۽ ساک ڪمائي آهي. مون کي اهي سيئي ڀائر اهڙا طلسماتي ڪردار لڳندا آهن، جن وٽ فن ۽ ذات جا اڻ ميا خزانا موجود هجن. ٻہ سال اڳ ۾ ڀائرن جي انهيءَ مالها مان منصور عالم، هڪ موتي جيان ڪري ٽٽي پيو باقي پنج ڀائر شال وڏي ڄمار ماڻين ۽ سنڌ جي ڪينواس تي پنهنجي ذات جا رنگ وکيريندا رهن.

دارا عالم ۽ قيس عالم سان منهنجي ڪڏهن ٻہ ملاقات ناهي رهي، باقي طارق، اياز ۽ ساقي سان دوستيءَ جو رشتو گذريل ڪيترن ئي سالن کان قائم آهي. طارق عالم جو مان وڏو مداح آهيان، هو نثر ۾ شاعري ۽ شاعريءَ ۾ ايڏو تہ خوبصورت نثر تخليق ڪري سگهندو آهي جو انهيءَ جو مثال ۽ جواب سنڌي ادب ۾ نٿو ملي. دارا کان وٺي طارق تائين سيني ڀائرن کي ذات ورثي ۾ ملي آهي ۽ انهن ڀائرن پنهنجي فن سان ايمانداريءَ وچان نڀايو بہ آهي.

سنڌ جو ادبي اتهاس جڏهن بہ لکيو ويندو تہ سائين محمد عالم ابڙي ۽ سندس لائق ۽ فائق فرزندن جو ذڪر سونهري لفظن ۾ وڏي شد مد سان ڪيو ويندو پنهنجيون حياتيون آرٽ ۽ ادب کي ارپيندڙ هن خاندان جا سمورا فرد، اڪيلي ادارن جي حيثيت رکن ٿا جن کي لفظن جي جيتري بہ پيٽا ڏجي سا گهٽ آهي، پر پنهنجي اڄوڪي تحرير ۾ هن خاندان جي جنهن فرد مٿان پنهنجا ويچار لکي رهيو آهيان، سو پنهنجي فطرت ۾ ڪُلي طور تي هڪ مڪمل فنڪار آهي، اهڙو فنڪار، جنهن جي زندگيءَ جا سمورا انداز ۾ روپ، بي پناهہ رنگن ۾ روپن سان پريا

پيا آهن. هن پروفائيل جي عنوان ۾ شروعات کي سامهون رکي اوهان سمجهي ويا هوندا تہ اج منهنجو موضوع شبير يعني ساقي عالم ابڙو آهي.

ساقي عالم اهڙو فنڪار آهي، جنهن جي شخصيت جو ڇيد ڪرڻ گهٽ ۾ گهٽ منهنجي لاءِ انتهائي ڏکيو آهي، عربي، پشتو راجستاني، اردو سرائيڪي، بلوچي ۽ سنڌي ٻوليءَ مٿان هڪ ئي وقت عبور رکندڙ هي گهڻ رخو فنڪار هئڻ سان گڏو گڏ هڪ درويش صفت انسان بہ آهي جيڪو گذريل ٽيهن سالن کان پنهنجي انفرادي رنگ ڍنگ سان آرٽ جي خدمت ڪري رهيو آهي. انيڪ قسمن جا خوبصورت، نرالا ۽ عجيب لباس پائي روڊن رستن تي هلندڙ هي فنڪار ڪڏهن ڀڪشو لڳندو آهي تہ ڪڏهن صوفي، ڪڏهن سيلاني تہ ڪڏهن جوڳي، ڪڏهن جادوگر تہ ڪڏهن وري هالي ووڊ جو پلي بواءِ اداڪار! دلچسپ ۽ حيران ڪندڙ گيٽ اپ اختيار ڪري هلندڙ سنڌ جو هي البيلو فنڪار مون کي ماحول جي نہ بلڪ فطرت جي پيداوار لڳندو آهي، جنهن جي نس نس ۾ اداڪاريءَ جا انيڪ جوهر گردش ڪندا رهن ٿا.

هڪ ئي وقت مصور ۽ اداڪار رهندڙ هن فنڪار پنهنجي فن جي ابتدا ڪڏهن کان ڪئي، اهو کيس بہ چڱي طرح ياد ڪونهي، ها البتہ ايترو ضرور ٻڌائي ٿو تہ ريڊيو اسٽيج ۽ ٽي وي تي ڪم ڪندي ٽيهہ سالن کان مٿي عرصو ٿي چڪو آهي ۽ هن پنهنجي وقت جي بهترين هدايتڪارن ۽ اداڪارن سان گڏ ڪم ڪيو آهي، کيس اُنهن ڊرامن جو صحيح انگ تہ ياد ناهي پر ذهن تي زور ڏيئي هو ڪجهہ اهڙن ڊرامن جا نالا ڳڻائي ٿو جن ۾ کيس اداڪاري ڪرڻ جا موقعا مليا، ٽي. وي تي پرفارم ڪيل ڊرامن ۾ ديوارين، ذات جي ڏيهہ ۾، گهايل مرڪ، شاهين، تعبير ۽ جياپو سندس يادگار ڊراما هئا، اهڙي طرح هن ريڊيو تي پڻ بي شمار ڊراما ڪيا جن ۾ محمد بن قاسم، دولهہ درياهہ خان، سورٺ، ليليٰ چنيسر ۽ رانديڪو قابل ذڪر آهن.

فن ۽ خاص ڪري اداڪاريءَ جي حوالي سان ساقي عالم مون کي هڪ طلسماتي ڪردار ڀاسندو آهي جيڪو پوري دنيا کي اداڪار جي اک سان ڏسي ٿو. هن جو اُٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، کائڻ پيئڻ، مطلب تہ زندگيءَ جو هر عمل ائين ڀاسندو آهي، ڄڻ تہ هو ڪنهن ڪردار ادا ڪرڻ جي ريهرسل ڪندو هجي. اُهي ماڻهو جيڪي ساقي عالم کان واقف ناهن سي کيس ڏسڻ سان ئي نهايت اچرج ۾ پئجي ويندا آهن. هو کيس سڃاڻي ناهن سگهندا تہ هي هالي ووڊ جو ڪو اداڪار آهي يا لاطيني آمريڪا جو بل فائيٽر پلي بواءِ!

ڏکهي قد ۽ سنهڙي هانءَ ڪاٺي واري هن مست فنڪار پنهنجي جواني ۾ ان جا سمورا خواب فن ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ کي ارپي ڇڏيا آهن. موٽ ۾ فن کيس شهرت ڏني ۽ سنڌ يونيورسٽي پٽيوالي! ۽ اِها ئي نوڪري آهي جنهن مان هو پنهنجي ٻچن جو پيٽ گذر ڪري ٿو.

سنڌ يونيورسٽي جي هڪ ڪوارٽر ۾ رهندڙ ساقي عالم گذريل ٽن ڏهاڪن کان وٺي هڪ موبائل ٿيٽر جي حيثيت سان فن ۽ آرٽ کي زنده رکندو اچي. سنڌ يونيورسٽي ۾ هڪ مينوئل پوسٽ تي ڪم ڪندڙ هي پلوڙ فنڪار جيڪڏهن يورپ جي ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ هجي ها تہ کيس آرٽ جي اعزازي ڊگري ڏيئي ڪانئس عظيم فني خدمتون حاصل ڪيون وڃن ها ۽ فنون لطيفہ جي شعبي ۾ کيس پروفيسر طور مقرر ڪيو وڃي ها. پر اهو سڀ ڪجهہ گهٽ ۾ گهٽ اسان واري يونيورسٽيءَ ۾ تہ ممڪن ڪونهي.

دنيا جهان جون يونيورسٽيون، علم، فن، تاريخ ۽ ادب جون پاسدار ۽ امين هونديون آهن. جتي ماڻهن جي صلاحيتن مان بيشمار فائدا ورتا ويندا آهن. مگر بدقسمتيءَ سان اسان وٽ اهڙو ڪو بہ مثال نٿو ملي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي نرڙ تي اُهي اکيون ئي ناهن، جن سان ساقي عالم توڻي اياز عالم جي صلاحيتن کي ڏسي سگهجي، اها بہ يونيورسٽيءَ جي مهرباني، جنهن ساقي جهڙي پرپور صلاحيتن واري فنڪار کي پٽيواليءَ جي نوڪري ڏني آهي، اُها بي ڳالهہ آهي تہ سنڌ يونيورسٽي ۾ اهڙا ڪيترائي پروفيسر آهن جن کي دنيا جي ڪنهن بہ يونيورسٽي ۾ پٽيوالي بہ نہ ملي ها!

هالي ووڊ جي اداڪار عمر شريف جهڙو هيٺ. جينز جي پتلون ۽ رنگين شرٽ پائي حيدرآباد ۽ ڄامشوري جي گهٽين ۾ هلندڙ هي فنڪار، پنهنجي مزاج جي سيني موسمن ۾ هڪ فقير منش ۽ صوفي قسم جو انسان آهي، مون هن کي سدائين هڪ ٿيلهي سان گڏ ڏٺو آهي، جنهن ۾ مصوري جو ضروري سامان ۽ ڪجهہ تصويرون هونديون آهن. اظهار ۾ بي ڌڙڪ ۽ بهادر هجڻ جي ڪري هو ڪنهن سان بہ رک رکاءُ ناهي ڪندو جيڪا ڳالهہ دل ۾ سا ئي زبان تي هوندي اٿس. ڏيان ۽ بيان ۾ بيباڪ هجڻ جي ڪري ڪيترائي ماڻهو کيس ڏسي گهبرائجي ويندا آهن پر ٻارن کي ساڻس تمام گهڻو پيار هوندو آهي، ٻارن ۽ رنگن سان هڪ جيترو ئي پيار ڪندڙ هن فنڪار لاءِ اهو چوڻ ڪافي مشڪل آهي تہ هو مصور وڌيڪ سنو آهي يا اداڪار. منهنجي خيال ۾ هو مصور سنو آهي ۽ اداڪار انهيءَ کان بہ سنو.

شبير عالم جنهن کي اڄ دنيا ساقي عالم جي نالي سان سڃاڻي ٿي، تنهن پنهنجي بي قدري کي ڪافي انجواءِ ڪيو آهي، مايوس ٿي گهر ۾ ويهي رهڻ بجاءِ هن زندگيءَ جا مختلف رنگ روپ ڏاريا. پنهنجي پوري سماج ۽ هر جوان ٿيهيءَ جو ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي ورتو آهي، مان نٿو سمجهان تہ ساقي عالم جي دؤر جو ٻيو ڪو بہ اهڙو فنڪار هوندو جيڪو عوامي سطح ۽ مزاج جي ايترو ويجهو آيو هوندو. هن جي اندر ۾ جيڪي بہ احساس ۽ ڪردار جنم وٺندا رهيا آهن، هن

انهيءَ جو اظهار نرالي انداز سان ڪيو آهي. اليڪٽرانڪ ميڊيا تي ويٺل چاپلوس ۽ چاپلوسي پسند ڪندڙ ڊائريڪٽرن ڪڏهن به هن فنڪار سان انصاف ناهي ڪيو مگر ساقيءَ کي انهيءَ ڳالهه جو ڪو به غم ناهي، ڇو ته هي اهڙو فنڪار آهي، جنهن جي فن جو انتهائي ڪشادو عڪس فلم يا ٽي وي جي اسڪرين تي ماپجي نه سگهي ها. اهو ئي سبب آهي جو هن پنهنجو مقام ٽي وي تي ٺاهڻ جي بجاءِ ماڻهن جي دلين ۾ ٺاهيو دليون جتي چامڙن پروڊيوسرن ۽ ڊائريڪٽرن جون هدايتون ناهن هلي سگهنديون.

ساقي عالم جون سيئي نسبتون قابل فخر آهن. سچي فنڪار جي پٽ ۽ پلوڙ فنڪارن، اديبن جي پاءَ هجڻ واري نسبت ئي ساقي کي ٻين هم عصر فنڪارن کان متانهون ۽ الڳ ٿلڳ مقام ڏياري ٿي. انهيءَ ڳالهه جو ڪيس اندازو هجي به يا نه پر مان يقين سان چوان ٿو ته هو اهڙي گل مثل آهي، جيڪو صحرا ۾ ٽڙيو ۽ جنهن جي خوشبوءِ کان آرٽ جو سمورو چمن محروم رهيو پر ڪيس انهيءَ ڳالهه جو غم نه هئڻ گهرجي ڇو ته صحرا ۾ ٽڙيل گلن جي خوشبوءِ جا امين رستا پلجي ويل اُهي قافلا هوندا آهن جيڪي پنهنجيون اڪيليون ويران راتيون بيابان ۾ ٽڙيل گلن جي ڇانوَ ۾ گذاريندا آهن.

ساقي عالم هر ڪردار انتهائي خوبي ۽ ڪاميابيءَ سان ادا ڪري سگهندو آهي. جوڳيءَ کان وٺي پلي ٻواءِ تائين بلوچ گوريلي کان وٺي جپسيءَ تائين، ڪنهن دانشور کان وٺي سرفروش عاشق تائين، هو هر ڪردار وڏي مهارت سان ادا ڪري سگهندو آهي، مگر هڪ اهڙو به ڪردار آهي جيڪو هو گذريل ٽيهن سالن کان هزارين موقعا ملڻ ڪانپوءِ به ادا ناهي ڪري سگهيو اُهو ڪردار جنهن کي ادا ڪرڻ سان هو وڏو ناليوارو ۽ مالدار اداڪار ته بنجي وڃي ها پر ساقي عالم نه رهي ها. اُهو ساقي عالم جيڪو جون ۽ جولاءِ جي سخت گرميءَ ۾ اي سي ٽو ۾ پنهنجي اٺ ڪلاڪ ڊيوٽي ڏيئي، جڏهن ٿڪجي علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي مزار تي ٽيڪ ڏيئي اکيون ٻوٽي، ڪجهه لمحن لاءِ آرام ڪندو آهي ته پاسي ۾ بيٺل سنڌ الاجيءَ جي عمارت جهڪي ڪيس سلام ڪندي آهي!

*(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 4 فيبروري 2007ع)*

## موهن داس

# نئين دؤر جو باصلاحيت مصور

مصوري فنون لطيفہ ۾ اهو ئي مقام والاري ٿي، جيڪو ستارن ۾ چنڊ کي آهي. مصوري جا ڪيترائي روپ ۽ سرُوپ آهن. شاعريءَ لاءِ چوندا تہ اها دل جي مزدوري آهي پر مصوري لاءِ جيڪڏهن اهو چئجي تہ اها خوابن جي مزدوري آهي تہ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو. اسان وٽ پاڪستان ۾ خاص ڪري سنڌ ۾ شاعري، ڪهاڻي ۽ ڊرامي جي مقابلي ۾ مصوري تمام گهٽ ۽ هيٺئين درجي جي ٿيندي رهي آهي، انهيءَ جو اهو بہ سبب آهي جو سنڌ ۾ هن خوبصورت فن جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ ڪي بہ ادارا نہ موجود آهن ۽ نہ ئي ماضي ۾ انهن جو ڪو مثال ملي ٿو. آرٽ جنهن کي اڄوڪي دؤر ۾ سماجي سائنس طور سڃاتو وڃي ٿو اهو اسان کان انهيءَ ڳالهہ جي تقاضا ڪري ٿو تہ هن سان سائنسي طور ورتاءُ ڪجي نہ رڳو ايترو پر اهڙا ادارا قائم ڪرڻ گهرجن جيڪي مصوري جي فن کي هڪ اهم شعبي طور اڳتي کڻي اچن. سنڌ ۾ اهڙي ڪا بہ روايت ناهي رهي جنهن کي مثال بڻائي چئي سگهجي تہ اسان وٽ فن جي قدرداني ۽ آبياري چڱي نموني ٿيندي رهي آهي. ها البتہ ايترو ضرور آهي تہ سرڪاري توڙي خانگي اسڪولن ۾ مصوري کي ڊرائينگ طور ترتيب ڪيو ويو آهي ۽ اها گلاس ۽ صوف جي شبيهہ چِٽڻ کان اڳتي ناهي وڌي سگهي. اڄ بہ سنڌ ۾ اهڙا سوين ڊرائينگ جا استاد موجود آهن جيڪي اسڪولن ۾ ڊرائينگ جو پيريڊ وٺي پنهنجي فرض کي پورو تصور ڪن ٿا. شاگرد جيڪي سکڻ جي صحيح عمر ۾ هجن ٿا اهي بهتر تربيت ۽ سکيا نہ ملڻ جي نتيجي ۾ پنهنجي اندر ۾ موجود انهيءَ خوبي کان محروم ٿي وڃن ٿا جيڪا کين اينڊڙ وقت جو عظيم مصور بنائي سگهي ٿي. دنيا جا سڌريل ملڪ پنهنجن فنڪارن ۽ مصورن تي فخر ڪندا آهن پر اسان وٽ اهڙو ڪو بہ رويو شروع کان آهي ئي ڪونہ جنهن مان فنڪارن توڙي مصورن جي حوصلہ افزائي ٿي سگهي! سنڌ جيڪا فنڪارن جو ديس آهي اتي اهڙا ڪيترائي مصور پيدا ٿيندا رهن ٿا جيڪي گهربل ضرورتن جي پورائي کان پوءِ ملڪ توڙي دنيا ۾ پنهنجو نالو پيدا ڪري سگهن ٿا پر بدقسمتي سان اهڙي ڪا بہ صورت جڙندي نظر نہ ٿي اچي، شاعري جي مقابلي ۾ مصوري هڪ مهانگو شوق آهي جنهن جي ڪري مصور پيدا ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي بي قدري جي اٿاهہ کڏ ۾ ڪري گمنام موت مري وڃن ٿا. نور محمد کتري، محرم راز ع ق شيخ، ظفر ڪاظمي ۽ ٻيا اهڙا ڪيترائي مصور ڳڻائي سگهجن ٿا جيڪي

پنهنجي فن ۾ يڪتا هئا پر ادارن جي بي حسي ۽ حڪومت جي هڪ هٽي انهن املھ مصورن کي اهو مقام نہ ڏنو جنهن جا هو حقدار هيا. انهن سيني اهنجن ۽ تڪليفن جي باوجود ڪجھ اهڙا نوجوان اڃا بہ موجود آهن جيڪي پنهنجي مستقل مزاجي ۽ ذات جي زور تي نہ رڳو رنگن سان ڪامياب راند رهيا آهن بلڪ لاڳاپيل ادارن کي اهو بہ ميسيج ڏئي رهيا آهن تہ سندن مدد کان سواءِ هو مصوري ۾ اهڙو ڪردار نڀائي سگهن ٿا جيڪو ڪين فن جي دنيا ۾ سدائين لاءِ امر بڻائي رکندو. موهن داس بہ اهڙن فنڪارن ۾ شمار ٿئي ٿو.

موهن داس اڄ کان لڳ ڀڳ 28 سال اڳ ۾ شهاب سئنيما جي ويجھو حيدرآباد شهر ۾ جنم ورتو سنڌ اکرن ۽ گهڻي محنت ڪرڻ جي ڪري هو پنهنجي اسڪول واري تعليم دوران هڪ هوشيار شاگرد طور سڃاتو ويندو هو. ڀُنهون نالي هڪ پورهيت کي اها ڪهڙي خبر هئي تہ سندس پٽ موهن هڪ هوشيار شاگرد مان ڦري هڪ حساس مصور ٿيڻ ڏانهن وڃي رهيو آهي. سڄي اسڪول ۾ هر سال پهرين نمبر تي اچڻ وارو موهن داس جڏهن مئٽرڪ جي امتحان ۾ بي گريڊ حاصل ڪري ٿو تہ سندس ماءُ پيءُ چرڪي وڃن ٿا ۽ پهريون دفعو کين اندازو ٿئي ٿو تہ موهن جي دل هاڻي ڪتابن جي بجاءِ فطرت جي انهيءَ وشال ڪينواس سان لڳي چڪي آهي جنهن سان نينهن لڳائڻ کان پوءِ ناتو ڇنائڻ ڏکيو نہ پر ناممڪن هجي ٿو. سنڌ يونيورسٽي مان فائن آرٽس ۾ امتيازي نمبرن سان ماسٽرس جي ڊگري وٺندڙ هي نوجوان مصور پنهنجي مزاج ۾ هڪ يار ويس، معصوم ۽ درويش صفت انسان آهي، سندس انهن ئي خاصيتن جي نتيجي ۾ ئي هن جي دل دنيا کي رنگن جي روپ ۾ ڏسي ٿي ۽ اهڙي طرح هو هنن رنگن کي، عڪسن کي ۽ احساسن کي تصويرن جو روپ ڏئي ٿو. موهن داس مصوري ۾ لڳ ڀڳ سيني شعبن ڏانهن دلچسپي رکي ٿو. هو موجوده دور ۾ هو سعيد اختر کان متاثر نظر اچي ٿو.

توڙي جو موهن داس اپريل جي مهيني ۾ ڄائو هو جنهن ۾ عام طور تي بهار ۽ بسنت واري موسم هوندي آهي پر هي نوجوان پنهنجي مزاج ۾ ئي خاموش ۽ اداس نظر ايندو آهي، سندس ڪم ڪرڻ جي رفتار ۽ فن ڏانهن مثبت رويو ڏسي اهو اندازو آرام سان لڳائي سگهجي ٿو تہ موهن فن سان بنھ گهڻو سچو ۽ سنجيده آهي، هي ائين تہ مصوري جي مڙني شعبن ۾ دلچسپي رکي ٿو پر سندس پسنديده شعبا آئل ڪلر ۽ واٽر ڪلر آهن، جن ۾ هو ڇهرن جي فطري عڪاسي سٺي نموني ڪري سگهندو آهي. مصرو رڳو اهو نٿو هجي جيڪو ڇهرا ۽ منظر جيئن جو تيئن چٽي، اها مصوري جي انتهائي هيٺئين سطح آهي، اصل مصور اهو هجي ٿو جيڪو ڪائنات جي مڙني عڪسن، احساسن ۽ جذبن کي ڇهرن جي پردن

پويان ڳولي لهي ۽ انهن کي رنگن جي روپ ۾ آڻي ۽ ڪينواس تي اتاري سگهي.
موهن داس اهڙن ئي مصورن مان آهي. هو چوي ٿو ته ”مان مصور آهيان به الائي نه پر
ايترو ضرور آهي ته منهنجي هٿ ۾ جهليل پينسل يا برش منهنجي هٿ جي جنبش
کان وڌيڪ منهنجي خيال جي ضابطي ۾ هوندا آهن. مان تصوير ڪڍهن ٺاهيان
ٿو ۽ ڪهڙي ڪيفيت ۾ ٺاهيان ٿو اهو سڀ ڪجهه تصوير ٺاهڻ کان پوءِ آئون
پلجي ويندو آهيان ۽ ياد رڳو اهي عڪس رهندا آهن جيڪي منهنجي ٺاهيل
پورٽريٽ ۾ نظر ايندا آهن.“

موهن داس پنهنجي ملڪ جي تقريبن سيني مصورن جي ڪم کان نه رڳو
آگاهه آهي پر هو پاڻ کان سينيئر سيني مصورن کي عزت جي نگاهه سان پڻ ڏسي
ٿو. صادقين کان وٺي گل جيءَ تائين. شاڪر علي کان وٺي چغتائي تائين ۽ رضوان
کان وٺي فتاح هاليپوٽي تائين هُو انهن سيني مصورن جو معترف آهي جيڪي
پنهنجي فن سان فنڪار طور نياهيندا اچن. فتاح هاليپوٽي سان ته سندس عقيدت
۽ محبت وارو رشتو آهي. فنڪارن سان سندس اهڙو دوستي وارو رويو ڏسي سندس
تعميري سوچ جو اندازو چڱي طرح لڳائي سگهجي ٿو.

*(روزانه ”عبرت“ حيدرآباد، 20 مئي 2007ع)*

## علي صدر عرف لکمير ۽ مجاهد کوکر

# نيري آڪاس ۾ وکري ويل ڪهڪشائون

لاڙڪاڻي شهر مان گم ٿي ويل ٻن سؤٽن علي صدر عرف لکمير ۽ مجاهد کوکر واري ڪهاڻي ان وقت پنهنجي نامڪمل پڄاڻيءَ تي پهتي جڏهن ڇهن سالن جي لکمير جو لاش پاڙي جي هڪ زير تعمير جاءِ مان دفن ٿيل مليو ۽ معصوم مجاهد جو لاش واهه مان هٿ آيو. اِن طرح وڃائجي ويل لکمير ۽ مجاهد ڪجهه اهڙي طرح واپس مليا جو هاڻي هُو ڪڏهن به وڃائجي نٿا سگهن. هاڻي سندن مائرن جي انتظار کي هڪ عجيب رخ مليو آهي جنهن ۾ ڪين پُٽن جي ڪڏهن به واپس نه اچڻ جي پڪ به ٿي وئي ۽ انهيءَ پڪ، هڪ نه ڪٽندڙ انتظار کي به جنم ڏنو.

لکمير ۽ مجاهد گڏ سائيڪل تي پڪوڙا وٺڻ لاءِ گهر کان ٻاهر نڪتا هئا ۽ هٿ اچي ويا اُنهن وحشي بگهڙن کي جن کي نه ڪنهن ماءُ جي درد جو احساس هوندو آهي، نه ڪنهن پيءُ جي پيار جو ڪين گلن ۽ معصوم ٻارن جي معصوميت جي به پرواهه ناهي هوندي هو موسمن جي تبديلي کان به اڻ واقف هوندا آهن، سندن سينا دلين کان محروم ۽ اکيون خوابن کان خالي هونديون آهن. سندن هٿ زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪنهن معصوم کي ڳراٽڙي پائڻ لاءِ ناهن وڌيا هوندا. اُنهن جون ننڍيون خوابن جي تاجي پيٽي سان اٽيل ناهن هونديون. هُو ته فقط گوشت پوست جا ٺهيل اهڙا جانور هوندا آهن جن کي شڪل فقط ماڻهن جي هوندي آهي، هوندا اُهي بگهڙ آهن. جيڪي پنهنجي درندگيءَ جي بُک ٻين بيگناهه ماڻهن جي زندگيءَ سان اُجهائيندا آهن. ڪين انهيءَ ڳالهه سان ڪو به سروڪار ناهي هوندو ته سندن وحشانيت جو شڪار ڪير ٿي رهيو آهي، هو ٻارن، گُلن ۽ خوابن کي ساڳيءَ رسي سان ڦاهو ڏيندا آهن ۽ اهڙن ئي درندن لکمير کي ماري نئين ٺهندڙ جاءِ جي اڱڻ ۾ پوري ڇڏيو جنهن جي آگر ڏسي پاڙي جي ٻارن وڃي مائٽن کي اطلاع ڪيو ۽ اهڙي طرح علي صدر عرف لکمير جي گم ٿيڻ واري ڳجهارت قاتلن جي هڪ ئي ڏک سان پڄي پيئي.

قاتلن هٿان ماري پوريل لکمير جي آگر مٽيءَ کان ٻاهر نڪتل هُئي، لڳي ٿو هو دفنائڻ وقت اڃا زنده هوندو ۽ پنهنجي بابل کي پنهنجي ڇيڇ پڪڙڻ لاءِ چيو هوندائين ۽ چيو هوندائين ته بابا تون ڪٿي آهين، هي مونکي ڏاڍو زور سان ڏک هڻن ٿا.

انسان جي احساسن واري تاريخ ۾ جيڪو جذبو ٻين سڀني احساسن کان مٿانهون رهيو آهي سو اولاد سان محبت وارو جذبو آهي ۽ اهو ئي جذبو آهي، جنهن جي بنياد تي اڄ جي دؤر جو هي سمورو سماج جُڙيو راس ٿيو آهي. گهر ۽ اُن جو مڪمل تصور اولاد جي حوالي سان ئي مشروط آهي جنهن کان سواءِ انسان جي محبتن جو اڱڻ اُداس رهي ٿو ۽ اُن مٿان ڪا بہ بهار نٿي اچي، ڪي بہ گُل نٽا ڦُٽن ۽ ڪو بہ ٿهڪ نٿو ٽڙي ۽ اهڙي ئي احساسن جي شبنمي ڌاڳن سان جڙيل رشتي کي جڏهن ڪو توڙي ٿو تہ زندگي پنهنجي معنيٰ وڃائي ويهي ٿي، انسان هجڻ جا اعليٰ اعزاز شرمنده ٿي وڃن ٿا ۽ انهيءَ ماءُ جو روح ختم نہ ٿيندڙ برزخ جي رستن تي نڪري پئي ٿو جنهن مٿان وڇوڙن جون ممتائون، صدين جي اوسيئڙي سان گڏ پٽڪنديون رهنديون آهن!

لڪمير جو ٻيو نالو علي صدر هُئو جيڪو يقينن سندس ماءُ رکيو هوندو هُو جڏهن ڄائو هوندو تہ ٻنهي ڄڻن ڇني اڇڻ تائين سوچيو هوندو تہ پُٽ جو نالو ڪهڙو رکن، سوين نالا سوچيا هوندائون، آخر ۾ ٻنهي ڄڻن جي خوابن لڪمير ۽ علي صدر تي اتفاق ڪيو هوندو ۽ ٺيڪ ڇهن سالن کان پوءِ انهيءَ لڪمير کي پوليس جي زبان ۾ "نامعلوم" ماڻهن ماري، هڪڙي نئين تعمير ٿيندڙ گهر اندر بيدرديءَ سان ڏڪ هڻي پوري ڇڏيو.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ اهي نامعلوم شخص ڪير آهن ۽ اهي لاڙڪاڻي ۾ ڪٿان کان هلي آيا آهن جيڪي ڪڏهن شهدادڪوٽ جي صدام حسين کي ماءُ جي هنج جي آڪيري مان ڪٽي وڃي خرمست ۽ بدتميز عرب شهزادن جي اُٺن جي پيرن ۾ ڦٽو ڪن ٿا تہ ڪڏهن واحد بخش پُٽي کي ماري سندس هڏا ساڙي دفنائي ڇڏين ٿا ۽ آخر تائين انهن "نامعلوم" ماڻهن جا پيرا "نامعلوم" هنڌ تي ختم ٿين ٿا.

انهن نامعلوم شرپسند عناصرن جي نسل جا بي شمار ٽولا پوري ملڪ ۾ ڦهليل آهن. اِهي ڪڏهن بہ اُهو سڀ ڪجهہ وڏي ڪاميابيءَ سان ڪري گذرن ٿا، جنهن جي تصور ڪرڻ سان ئي ڏيل ڏڪيو وڃي. سندن وحشتن ۽ ظلمتن کي ڪي بہ ضابطا نہ آهن، سندن اڳيان ٻار عورتون، ٻُڍڙا، جوان ڪا بہ معنيٰ نٽا رکن، هُو ساڳئي هٿيار سان، سڀني مٿن تي، ساڳئي زور سان ڏڪ هڻي ماري، پوءِ "نامعلوم" بڻجي وڃن ٿا ۽ پويان قانون لاءِ آساني پيدا ٿيو پوي، ۽ اُهو سڀني سوالن ۽ جوابن کان بچيو وڃي.

منهنجي نظر ۾ سڀني براين ۽ سماجي ڏوهن ۾ ڏوهارين سان گڏ قانون لاڳو ڪندڙ ادارن جو بہ هڪ جيترو ئي هٿ آهي. ناقص ۽ غير اطمينان بخش ڪارڪردگيءَ جي بنياد تي اسانجي سماج ۾ اُهو سڀ ڪجهہ ٿي رهيو آهي، جيڪو ڪنهن بہ ذميوار فرد يا اداري لاءِ شرم وچان ٻڏي مرڻ لاءِ ڪافي آهي پر

بدقسمتيءَ سان اسان وٽ شرم وچان ٻڏي مرڻ جي ڪا بہ روايت ناهي رهي ۽ جيستائين پوليس جو تعلق آهي تہ اُها اهڙي ڪنهن بہ اخلاقي ضابطن جي پابند آهي ئي ڪونہ. جيڪو سنڌس فرضن ۾ شامل هوندو آهي.

اسان جزوي چڱائيءَ کي، ڪڏهن بہ اجتماعي خرابيءَ جو شڪار ٿيندي ناهيون ڏسي سگهندا. انتهائي ايمانداري سان اُنهن سيني چڱن جزن ۽ عنصرن جي نشاندهي ڪندا رهيا آهيون جيڪي هن ڪيچڙ واري سماج ۾ ڪنول جيان ڪر کنيو بيٺا آهن. پوليس جهڙي جڳ بدنام کاتي ۾ بہ ڪي چڱا ماڻهو موجود آهن جيڪي پنهنجي ذاتي ڪردار جي حوالي سان نيڪي ۽ بديءَ جي وچ ۾ هلڪي سهي، هڪڙي لڪير پيدا ڪري سگهيا آهن. مگر انهيءَ فرق سان واقعي بہ ڪو فرق ناهي پئجي سگهيو. پوليس جي حوالي سان فرض ۽ اُن جي ادائيگيءَ جي وچ ۾ هاڻي ايترو تہ فاصلو وڏي چڪو آهي جنهن کي ختم ڪرڻ لاءِ اعليٰ اختيارين کي واقعي بہ انتهائي سنجيدگيءَ سان ڪي خاص قدم کڻڻا پوندا. پر ضروري آهي تہ اُهي انتهائي اهم قدم پوليس کان نہ کڻايا وڃن ڇو تہ جيستائين پوليس قدم نہ کڻندي تيستائين بيا الائجي ڪيترا لڪمير زنده يا مرده پورجي چڪا هوندا. الائي ڪيترين مائرن جون جهوليون ويران آڪيرن جيان بڻجي چڪيون هونديون ۽ الائي ڪيتريون لوليون نندجي ڳولا ۾ اوجاڳن جا بنواس جهاڳينديون!

لڪمير ۽ مجاهد ڪوڪر انهيءَ شهر ۾ ماريا ويا آهن. جنهن کان فقط ويهہ پنجويهہ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع ڳڙهي خدا بخش جي شهر خموشان ۾ هڪ اهڙو ڏند ڪٿائي ڪردار دفن آهي جنهن لاڙڪاڻي کي پئرس ناهڻ جا خواب ڏنا هئا ۽ انهيءَ جي ذري گهٽ شروعات بہ شروع ڪري ڇڏي هُئي ۽ انهيءَ لاڙڪاڻي ۾ اڄ جڏهن لڪمير ۽ مجاهد ڪوڪر کي اغوا ڪري بيدرديءَ سان ماريو ٿو وڃي، تڏهن سوچيان ٿو تہ لاڙڪاڻو پئرس تہ نہ بڻجي سگهيو پر هاڻي تہ اُهو لاڙڪاڻو بہ ناهي رهيو. جيڪو اڄ کان ڪجهہ سال اڳ ۾ هو. اڄ اُتي هر نئين ڏينهن ڪونہ ڪو اهڙو حادثو رونما ٿئي ٿو جنهن کي رپورٽ ڪندي خابرو ادارن جا ڪارڪن لرزي وڃن ٿا. صبح جو سوير اهڙيون خبرون پڙهندي ئي هزارين حساس ماڻهو ناشتو اڌ ۾ ڇڏي دفترن ڏانهن نڪري وڃن ٿا ۽ انهيءَ ڏينهن پنهنجي ٻارن کي اسڪول بہ نٿا موڪلين ۽ اهڙي صورتحال ۾ جڏهن. سموري سنڌ ۽ خاص ڪري لاڙڪاڻو ڌوهارين جي آماجگاهہ بڻجي چڪو آهي تڏهن اُتان جي قانون لاڳو ڪندڙ ادارن کي پنهنجي ناڪاميءَ جي اعتراف ڪرڻ ۾ آخر ڪهڙي فني خرابي درپيش آهي؟ ڇا پوليس کاتي ۾ اهڙو ڪو روشن مثال قائم ٿي سگهي ٿو جنهن تحت لاڙڪاڻي جو ڊي پي او جيڪو هڪ بلوچ سردار گهراڻي جو فرد آهي، پنهنجي استعيفيٰ پيش ڪري، پوليس جي مرندڙ ضمير ۾ روح ڦوڪي، ڇا اِهو

ممڪن آهي! جيڪڏهن ايمانداريءَ سان اُنهيءَ ڳالهه جو ڇيد ڪجي تہ پوليس ڪاتي ۾ پرتي ٿيل اهڙن لاتعداد سي ايس پي آفيسرن کي اسان صحافين هزار دفعا پُڇ ٻڌي مهري ڪيو آهي پر خاطر خواهہ نتيجا بلڪل ناهن ڏيئي سگهيا. حيدرآباد هجي يا شڪارپور، گهوٽڪي هجي يا سکر، ڪراچي هجي يا لاڙڪاڻو، ڏوهن جي شدت ۾ اضافو ئي ٿيندو رهيو آهي. اغوا، ڌاڙا ۽ ٻيون انيڪ ٻچڙايون سنڌ جي ماٿي تي جهومر ٻڌجي رهيون آهن. اهڙي صورتحال ۾ اسانجا هي اعليٰ پوليس عملدار، وچي پنهنجيون سرداريون ۽ دڪانداريون هلائين ۽ سندن جاءِ تي ڪي قدر چڱا ماڻهو اچي سگهن، جيڪي ٻين جي درد کي محسوس ڪرڻ جي حس رکندا هجن.

ڇا اهڙيون روايتون اسان جي ملڪ ۾ قائم ٿي سگهنديون؟ جواب يقينن "ڪڏهن بہ نہ" ۾ ملندو ڇو تہ جنهن ملڪ ۾ معصوم لکمير ۽ مجاهد کوکر جهڙا سوين معصوم ٻار بنان خوف ۽ لرزش سان ماريا وڃن اُتان جي سماج جو گڏيل ضمير تہ ڪڏهوڪو مري ۽ دفن ٿي چڪو هوندو.

هڪ يوناني ڏند ڪٿا موجب گلاب ڇڻندا آهن تہ پکي ٻڌجي ويندا آهن ۽ مونکي لڳي ٿو تہ لکمير ۽ مجاهد هاڻ رنگين پرن وارا ننڍڙا پکي ٻڌجي ويا هوندا جيڪي پنهنجي مائرن جي لڙڪن جا موتي چونڊي، نيري آڪاس ۾ گلابي ڪهڪشائون پوکيندا هوندا.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 20 نومبر 2003ع)*

## ويلنٽائين ڊي

# دوستيءَ جي در تي دلبريءَ جي صدا

ڪنهن بہ سماج جي سڃاڻپ، انهيءَ ۾ اخلاقي قدرن جي موجودگي جي حوالي سان ممڪن يا طئي ٿي سگهندي آهي. اعليٰ انساني قدر ٿوري فرق سان سموري دنيا ۾ هڪجهڙا ٿين ٿا، اهڙن سماجي روين ۽ اخلاقي قدرن جون پاڙون تاريخ، مذهب، جاگرافيائي جوڙجڪ ۽ مخصوص موسمي حالتن جي پس منظر ۾ موجود رهي پڪيون پختيون ٿينديون رهن ٿيون. زندگي جون سموريون چڱايون انسان جي ارتقا ۽ ترقي سان مشروط رهن ٿيون. اهو ئي سبب آهي جو وڏيڪ سڌريل، اسريل ۽ اڳيرا ملڪ، غريب، ڏتڙيل ۽ اسرندڙ ملڪن جي ڀيٽ ۾ اخلاقي قدرن جي حوالي سان پڻ گهٽو ئي آڳاهان نظر ايندا. انهيءَ حقيقت کان انڪار انهيءَ لاءِ بہ ممڪن ناهي تہ هن تڪڙي ۽ تيز رابطن واري دؤر ۾ پوري دنيا جا ماڻهو هڪ ٻئي جي مشاهدن ۽ نگاهن ۾ هر وقت موجود رهن ٿا، مگر انهي واسطي ايمانداري شرط آهي، ايمانداري سان ئي اهو ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ اسان ٻين جي چڱاين جو اقرار ۽ پنهنجي مداين جو اعتراف ڪري سگهون، ٻي صورت ۾ بيوقوفن جي جنت پلا نهي بہ ڪنهن لاءِ آهي.

اسان جو سماج جتي دليون ۽ رشتا جڙڻ کان اڳ ۾ ٽُٽي ويندا آهن، انهي جي مختصر تعريف انهي کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ٿي سگهندي جو اتي جي ٻارن کي سفر دوران سيٽن تان اٿاري وڏا ويهي رهندا آهن. اهڙي سماج جي اخلاقي قدرن سان ڪير ريس ڪندو جتي جون جوان ڇوڪريون گهٽي قدر پائرن، پيئرن ۽ مڙسن هٿان ماريون وينديون هجن، جنهن جو سبب ڪاراڻ کان علاوه ٻيو ڪوبہ ناهي هوندو اهڙن مڙني روين ۽ قدرن جي موجودگي ۽ انهن جي اذيت ناڪ نتيجن جي باوجود ڪجهہ اهڙا قدر اڃا بہ موجود آهن جن جي آثار تي حياتي ويساهہ کان خالي ناهي ٿي.

اڄ سموري دنيا دوستي جي حوالي سان ڏينهن ملهائيندي، تحفن جا بيشمار قِسمر ۽ قَسمر ڏنا ۽ ورتا ويندا، ترقي يافتہ ملڪن ۾ رهندڙ ماڻهو گلن ۽ دلين جي پير ۾ رکڻ لاءِ چپن جي چانڊنيءَ سان اندر جون اونداهيون ڏور ڪندا، مدهوش جوانين جا بي قابو قدم نرم پاڪرن سان سنڀاليا ويندا، سموري سال جو ٽڪ ٻارنهن ڪلاڪن ۾ لهي ويندو ڄاڻ سڃاڻ جي شرطن کان آجا دنيا جهان جا نوجوان دوستي جي ڏينهن جو فائدو وٺي جائز ناجائز رشتن کي هر اها معنيٰ ڏيندا جيڪا

ماڻهپي جي مان کي متاهون ڪندي ۽ بلڪل انهي ڏينهن تي عظيم سنڌو سيتا (سنڌ) جا ماڻهو دوستي کي اخبارن ۾ پڙهندا ۽ جيڪي ڏسڻ يا محسوس ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لاءِ گهرن کان نڪرندا تہ نيڪ ساڳئي وقت تي ڪا بندوق يا ڪهاڙي بہ سندن تلاش ۾ نڪري پوندي.

اسان جهڙن اڻ سڌريل معاشرن جون سڌريل دليون ڏڙڪڻ جي ڏوهہ ۾ بيهاريون ويندڙيون آهن. نيڪ اهڙي معاشري ۾ دوستي جي دعويٰ يا همت ڪرڻ وڏي تہ ڇا پر بنهہ عظيم ڳالهہ آهي. دوستيءَ جي اهڙي احساس، جذبي ۽ رشتي جون روايتون، ڪنهن بہ ملڪ يا علائقي جي حدن کان آجيون هونديون آهن. دوستيءَ جي اهڙي آفاقي جذبي کي ڀيتا ڏيڻ يا انهيءَ جي مهانتا تي لکڻ کي مان سماجي ذميواري تصور ڪريان ٿو پر ساڳئي وقت ان حوالي سان بہ ذهني ڪرب ۾ مبتلا آهيان تہ اهڙي عظيم جذبي جي منظر ڪشي سنڌ جي پس منظر ۾ ڪهڙي ڪجي!

دوستي يا تہ سچي هوندي آهي يا مورڳو هوندي ئي ناهي. صوفياڻي ماحول ۾ پلجي وڏي ٿيل سنڌ جا سمورا رخ ۽ پاسا دلڪش، دلفريب رهندا آيا آهن. هتان جي موسم، ماحول ۽ ماڻهن جو گڏيل مزاج، عاشقي ۽ دلبريءَ لاءِ بنهہ گهڻو سازگار آهي، اهو ئي سبب آهي جو محبوب ۽ ان متان قربان ٿيڻ واريون ڪهاڻيون ۽ قصا اڄ بہ اخبارن ۾ رپورٽ ٿين ٿا. فرق اهو آهي تہ جيڪي ٻچيون سي ڀڳل، جيڪي ٻڌيون سي سهٽيون ۽ جيڪي مُيون سي ڪاريون ٻڌجي ويون. ڪهاڙين جي وار سان ڊار ٿيندڙ جسم اصل ۾ دوستيءَ جي ڳولا ۾ ئي تہ نڪتل هوندا آهن. جن جي رستي روڪ ڪرڻ لاءِ غيرت جو مظاهرو انتهائي بي غيرتيءَ سان ڪيو ويندو آهي. هتي منهنجو مقصد دوستيءَ جي معنيٰ ٻڌائڻ هرگز ڪونهي ڇو تہ دوستيءَ جي معنيٰ دوستي ئي آهي، مگر اڄ جڏهن پوري دنيا انهي حوالي سان ڏينهن ملهائي رهي آهي، تڏهن مون کي سنڌ ۾ موجود دوستيءَ جي قديم آثارن کي ياد ڪرڻ جو موقعو ملي ويو آهي. سنڌ جي هڪ صوفي شاعر دوستيءَ جي ماپ ڪيتري نہ سهڻي نموني ڪئي آهي.

سُٺي سَڌ سُپريان جو جي واڪي نہ ورن!
ڪچاڙي ڪن، ڪوڙي دعويٰ دوستيءَ جي.

دوستيءَ متان ختم ٿيندڙ سنڌ ۽ ان جي نئين نسل جو ويساهہ واپس ڪيئن قائم ڪري سگهجي ٿو اهو سماجي علم جا پارکو ئي ٻڌائي سگهن ٿا، مان نقط ايترو ڄاڻان دوستيءَ ۽ عشق متان ٿيل بچ هاڻي ختم ٿيڻ گهرجي. پيار جون سموريون عظيم روايتون، رسمن جي قيد کان آجيون ٿيڻ گهرجن. نام نهاد غيرت جي ڳِگ ڳاڙيندڙ (جوڏن) کي عمر ڀر لاءِ واڙيو وڃي جيئن هڪ دفعو ٻيهر عشق اوچو ڳاٽ ڪري هلي سگهي ۽ اها سنڌ وري جاڳي ۽ زنده ٿي پوي، جنهن جا نشان

شاهہ جي بيتن ۽ اياز جي گيتن ۾ ملن ٿا. دوستي ڏانهن اسان جي سماج جو منفي رويو پنهنجي حوالي سان هڪ خاص سبب رکي ٿو اصل ۾سنڌ پنهنجي تهذيب ۽ تمدن جي پس منظر ۾ اها ناهي رهي جيڪا اڄ ڪان هڪ يا ٻہ صديون اڳ ۾ هئي، ڌارين قومن جي مسلسل لڏپلاڻ يا لوڏ هتي جي سموري ماحول تي اثرانداز ٿي آهي، سنڌ جي نقشي سان گڏ هتان جي روين بہ صورت تبديل ڪئي آهي، درگذر جي جاءِ انتقام، سهپ جي جاءِ پلاند ۽ پيار جي جاءِ نفرت والاري آهي، جيڪڏهن ائين چئجي تہ وڌيڪ بهتر ٿيندو تہ ڪنهن بئي جهان جون سيئي نفرتون هجرت ڪري هتي پهتيون ۽ هتي جا سمورا اعليٰ انساني قدر پنهنجي وجود ۾ مانا ٿي ويا. قدرن ۽ روين جي اهڙي ريپليسمينٽ جو ئي نتيجو آهي جو هاڻي دروازن جا تاڪ دوستيءَ جي دستڪ سان نٿا کلن.

آخر ۾ اڄوڪو ڏينهن انهن سيني کي مبارڪ جن وصل جي انتظار ۽ اوسيئڙي ۾ هجر سان دوستيون رکيون، يار جي در تي گل رکڻ ويا ۽ واپس گهاءَ کڻي آيا، هڪئون هڪ ٿيڻ جي شوق ۾ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويا، جهار جي بهاني پيهن تي چڙهي يار جي اڱڻ تي واجهہ وجهندا رهيا، چانڊوڪي راتين ۾ ڪارا ۽ ڪاريون ٿي سرد خانن ۾ پوسٽ مارٽم ٿيندا رهيا، هڪ لمحي جي حاصلات لاءِ زندگين تان هٿ کڻي ويٺا ۽ هي ڏينهن انهن سيني پرڏيهين کي بہ نيپهہ هجي جيڪي مڌ جي بي سُڌ ڪيفيت ۾ يار جي آغوش ۾ بيهوش ٿيندا ۽ کين هوش سندن سُرهن بسترن تي ايندو جن جا چپ چمين جي ٽڪ سان پاري ٿي ويندا. جيڪي سُرڪي سُرڪي هڪ ٻئي کي هڪ ٿي ڏينهن ۾ پي ويندا ۽ کين اهو بہ هوش نہ رهندو تہ دوستي جو عالمي ڏينهن گذري چڪو آهي.

زندگي زندهہ باد

دوستي زندهہ باد

(روزانہ "عبرت" حيدرآباد 14 فيبروري 2002ع)

# شمع چانڊيو

"امان، منهنجا وار نہ ڪوڙ، جو چانگيل وڻ مٿان پکي ناهن ويهندا!"

اُتر سنڌ، جتي زندگي عورت مٿان منع ٿيل آهي ۽ ڪهاڙيون مٿن ڪُتن وانگر پؤڪنديون رهن ٿيون. اُتي ڇهہ ڏينهن اڳ چيتي ڪُتي جي گگ جهڙي غيرت هڪ دفعو ٻيهر جاڳي پئي، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ "ڪاتڪو" پنهنجي زال شمع جو مٿو ڪوڙي، ڪيس زخمي ڪري، پنجن ڏينهن تائين مينهن جي واڙي ۾ واڙي ڇڏيو. خبر جي صورت ۾ ڇپيل ان حادثي جو احوال پڙهي مونکي رابندرناٿ ٽئگور جون اُهي سٽون ياد اچي ويون، جنهن ۾ هڪ نينگري پنهنجي ماءُ کي مخاطب ٿيندي چوي ٿي تہ "امان منهنجا وار نہ ڪوڙ جو چانگيل وڻ مٿان پکي ناهن ويهندا."

دادو جنهن جي جادوءَ جا قصا سموري سنڌ ۾ فحش لطيفن وانگر گردش ڪندا رهندا آهن، سو لاڙڪاڻي، شڪارپور، جيڪب آباد، گهوٽڪي، سکر، خيرپور ضلعن وانگر عورتن جي شڪارگاهہ طور پڻ مشهور آهي، جتي جا ڏگها، جاننا، اڙٻنگ مٿير ۽ ڪاتڪو مرد، پائرن، مڙسن ۽ پيئرن جي صورت ۾ روز ڪتي نہ ڪتي غيرت جي نالي تي پنهنجن ننگن جا ڪنڌ ڪپي، "مٿن" ڪاري هجڻ جو ڪفن پارائي، دفن ڪري ڇڏين ٿا. پر صرير پنهور جي شهر ميهڙ ۾ ٿيندڙ هن واقعي، جنهن ۾ لياقت نالي ساڪاڻي ذات جي چانڊئي پنهنجي زال شمع جو مٿو ڪوڙي، ڪيس ڪهاڙيءَ جا ڇهڪ ڏيئي، مينهُن جي واڙي ۾ پنجن ڏينهن تائين بند ڪري رکيو سو حقيقت ۾ سنڌ اندر عورتن جي حوالي سان، مٿن ٿيندڙ بيواجبين ۽ غير انساني روين جي هڪ چٽي تصوير آهي، جنهن جي نتيجي ۾ ٻين سيني جي ذميواري کڻڻ کان انڪار ڪندي، مان هڪ صحافي ۽ اديب هجڻ جي ناتي، سنڌ جي سيني حساس اديبن، شاعرن، صحافين ۽ اعليٰ آدرشي ماڻهن سميت، عظيم عالمي انساني قدرن آڏو شرمسار آهيان، جو 21هين صديءَ جي، انساني جاڳرتا جي هن دؤر ۾ بہ اسان جو قلم ۽ شعور سنڌ ۾ ٿيندڙ عورتن سان ڏاڍاين ۽ ظلمن کي روڪي يا گهٽ ڪري نہ سگهيو آهي.

وار جيڪي عورت جي خوبصورتي جو اهڃاڻ تصور ڪيا وڃن ٿا، جن جي وچ تان نڪتل سينڌ پنهنجي ۽ پنهنجي ور جي عزت جي نشان طور ليکي وڃي ٿي، تن جي ڪوڙجڻ جو ڏک شمع کان وڌيڪ ٻيو ڪنهن کي ٿي سگهي ٿو اُهو

ڪرب ۽ عذاب جيڪو شمع محسوس ڪيو هوندو اُن کي لفظن جي مصوري ۾ بيان تہ نٿو ڪري سگهجي، ها مگر ايترو ضرور چئي سگهجي ٿو تہ شمع ڪنهن هڪ عورت جو نالو ناهي، جنهن جو متو ڪوڙيو ويو آهي. پر اهو نالو آهي انهن سيني غيرمحفوظ عورتن جو جيڪي ڪٿي ڪاريون ڪري ماريون وڃن ٿيون، ڪٿي ساڙيون، ڪٿي ذاتي جيلن ۾ پورهئي ۽ جنسي ڏاڍاين جو شڪار بڻايون وڃن ٿيون، ڪٿي پيءُ جيڏن سان پرڻايون وڃن ٿيون تہ ڪٿي وري متا ڪوڙي جانورن سان گڏ وٿاڻن ۾ قيد ڪيون وڃن ٿيون ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڪنهن ٻئي اجنبي ديس ۾ نٿو ٿئي، بلڪ اسان جي پياري سنڌ ۾ ٿي رهيو آهي.ان سنڌ ۾ جيڪا ننگن تان نثار ٿيڻ جي ڏرتي هئي ۽ ڪالهہ اها سامون سانديندڙ ديس طور سڃاتي ويندي هئي، ۽ جيڪا هاڻي مُلي جي حجري جيان بنجي ويئي آهي، جتي باز کان پناهہ وٺندڙ ڪبوتر، مولوي لاءِ لقمہ فردوس بنجي وڃي ٿو.

شمع جي ماءُ، جنهن پنهنجي ڌيءَ جي وارن کي وڌي ڪرڻ واسطي نمورين جو ويگر متي ۾ مليو هوندو جنهن ننڍڙي هوندي پهريون پيرو بہ سَري چوٽي ڪري پنهنجي پيءُ کي ڏيکاري هوندي، پنهنجن پنين وارن جي بادلن جهڙي چانوَ ۾ پونئرن جون راهون پلايون هونديون، پنهنجي پاڙي ۾ سهيلين سان رانديون ڪندي وارن کي وار وار پُٺي پويان ورايو ۽ لهرايو هوندو جنهن وارن جي ڏاوڻ سان پنهنجي وَرَ جي پيرن کي اوپرن راهن متان وڃڻ کان روڪڻ لاءِ ونگڻ چاهيو هوندو انهيءَ شمع جي اڻ پورن صندل جهڙن خوابن کي ڪنهن ٻئي نہ، سندس مڙس، گهر واري قئنچيءَ سان ائين ڪُتري ڇڏيو جيئن گٽر جو ڪئو نئين ڪنوار جا ڏاج وارا ڪپڙا ڪُتري ڇڏيندو آهي.

هي ملڪ جتي مردن جي "غيرت" ۽ پوليس جي "عظمت" کان سواءِ ٻي ڪا بہ شيءَ محفوظ نہ آهي، اُتي انساني حقن جي لتاڙ وارو معاملو ڪو نئون ناهي. سنڌ جون اخبارون، جن جا اڌ سِرا خودڪشين، قتلن، جنسي ڏاڍاين، ڪاري ڪارين، نجي جيلن ۽ پوليس جي ظلمن سان سنواريل هجن ٿا، اُتي قانون جي بالادستي فقط حڪمرانن جي بيانن ۾ ملي ٿي، جڏهن تہ سنڌ جا ٿاڻا، جيڪي پنهنجي مخصوص حدن ۾ امن قائم رکڻ جا ذميوار هوندا آهن، خؤف ۽ دهشت جا اهڙا حوالا بنجي چڪا آهن، جن جي ساک بحال ڪرڻ لاءِ انهيءَ ڳالهہ کي يقيني بڻائڻو پوندو تہ ڪو بہ ساڪاڻي پنهنجي زال جو متو نہ ڪوڙي ۽ ڪنهن بہ باک جهڙي اُجري عورت متان ڪهاڙي نہ ڪڏي ۽ اهڙيون ڇوڪريون جن جون فقط اکيون ڪاريون هجن ٿيون، انهن کي ڪارو ڪري نہ ماريو وڃي.

شمع، جي سَسُ ۽ لياقت جي ماءُ، جنهن متس "ڪاري" هجڻ جو الزام هنيو آهي اُهو سو بنان ڪجهہ سوچڻ ۽ ويچار ڪرڻ جي سمجهہ ۾ اچي ٿو هوءَ يقينن

پنهنجي پٽ کي بچائڻ چاهي ٿي، جڏهن تہ شمع جو چوڻ آهي تہ۔ هن مڙس کي مال وڪڻڻ کان روڪيو جنهن جي نتيجي ۾ ڪاوڙ ۾ اچي، سندس مڙس ساڻس اهڙو غير انساني سلوڪ ڪيو.

ٻنهي ڌرين جي بيانن ۾ جيڪو تضاد آهي، انهيءَ ۾ سچ ۽ ڪوڙ کي ڳولي لهڻ عدالت جو ڪم آهي، هاڻي راند شروع ٿيندي. اُنهن وڪيلن جي وچ ۾، جن جي باري ۾ مشهور آهي تہ "وڪيل غريبن جي اهنجن مان پلجندا آهن"، مگر شروعاتي طور تي پوليس جي ڪارڪردگي ڏسڻ وٽان رهندي، جنهن ۾ ڏسڻو اهو آهي تہ هو روايتي فرض شناسيءَ جو ثبوت ڏيندي، شمع جي عزت نفس ۽ پاڙئون ڪوڙيل وارن کي ايف آءِ آر جي مخصوص گنجائش رکندڙ فقرن ۾ لوڙهي ڇڏين ٿا يا فرض کي واجب سمجهي، شمع جي "غيرت" جي ور چڙهيل سينڌ جي ساک بحال ڪري ٿي.

سنڌ جو ٿاڻو اُهو پيچاري جو هجي، پٽائي ننگر جو ٽنڊي ڄام هو هجي يا ميهڙ جو اُتي مختلف نالن سان ساڳيا صوبيدار ۽ وڏا منشي ويٺل آهن، هر فرياديءَ کي شڪار ۽ جوابدار کي آسامي جي نالي سان سڏين ٿا. هو پنهنجي تفتيش جو دائرو ڏوهارين جي گريبان بجاءِ فريادين جي موت تائين وسيع ڪرڻ ۾ خاص مهارت رکن ٿا. انهن کان انصاف جي اميد رکڻ واسطي دل ڪنهن بہ آسري آٿت ۾ نہ ٿي اچي، پر هڪ نؤجوان ناريءَ جي مٽي ڪوڙڻ وارو واقعو ميهڙ ٿاڻي جي انچارج جو فرضي ۽ اخلاقي حوالي سان هڪ امتحان ۽ آزمائش جي حيثيت رکي ٿو جنهن ۾ ڏسڻو اهو آهي تہ هو فرض جو مان مٿاهون ڪري ٿو يا جوابدار لياقت جي انهن مينهُن جي قيمت تي ٿاپو ڪائي ٿو جن کي ڪپائڻ کان روڪڻ جي ڏوهہ ۾ لياقت جي زال پنهنجو مٿو ڪوڙائي ويٺي آهي.

سنڌ ۾ عورتن سان ٿيندڙ روز روز ٿيندڙ ڏاڍاين جي حوالي سان مان انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان تہ سندن مٿان جيڪي بہ ظلم ٿين ٿا. انهن جو ذمو يا ڏوهہ فقط سندن مائٽن مٿان نٿو ڏيئي سگهجي. انهيءَ سڄي سلسلي ۾ قانون جو مروج اهو نظام بہ برابر جو شريڪ آهي، جنهن ۾ عورتن جي قاتلن جي بچي نڪرڻ جي گنجائش مؤجود آهي. شڪ جي بنياد تي پنهنجين عورتن جي قتل ۾ ملوث قاتل انهيءَ پڪ ڪاڻيءَ کان پوءِ تہ هو فقط هڪ ذليل انسان ۽ بي غيرت بهتان جي نتيجي ۾ صاف بچي سگهن ٿا، وڏيڪ شهہ ۽ همت سان وارداتون ڪن ٿا ۽ قانون جي ڪمزور چار مان ڏاند وانگر صاف نڪري بچن ٿا. انهيءَ موقعي تي ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ ڪنهن همت پريبي قدم تحت مروج قانون ۾ ضروري ردوبدل ڪري، قانون سازي جي اهڙي صورت سامهون آڻجي، جنهن ۾ شڪ جي ڪهاڙي پڪ جي شرافت جو ڪنڌ نہ لاهي سگهي.

عورت، جنهن کي شاعرن ڪائنات جي رنگ سان ڀيٽيو آهي، اُن جي رسوائيءَ جا سيئي سامان سنڌ ۾ مؤجود آهن. ڀيئرن جي هنجن ۾ سمهڻ، ڀائرن لاءِ منا لولا ڀچائڻ، مڙسن کي پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن اربڻ واريون سنڌي نينگريون، جڏهن سندن ئي هٿن ۾ جهولندڙ ڪهاڙين جو ڪاچ بنجنديون آهن، تڏهن قدرت ڪهڙين غفائن ۾ لڪل هوندي آهي، مان ڪڏهن بہ سمجهي ناهيان سگهيو مگر ايترو ضرور ڄاڻان ٿو تہ اُن وقت جڏهن هُو مڙسن هٿان ماريون وينديون آهن، تڏهن سندن ڀائر ٽِڪ واريون ٽوپيون پائي هوٽل تي ويهي کير پتي چانهہ جي چُسڪي ۽ شمن ميرالي جي گانن تي ڪنڌ ڌوٽي رهيا هوندا آهن، جڏهن هو ڀائرن هٿان مارجنديون آهن تہ سندن مڙس ميلن ۾ کدڙن تي گهور ڪري رهيا هوندا آهن ۽ اُن وقت پوليس پوسٽ مارٽم رپورٽ پنهنجي مرضيءَ سان لکرائڻ لاءِ ڊاڪٽرن کي دلاسا ڏيئي رهي هوندي آهي.

سنڌ، جيڪا ڪارين جي لهوءَ سان ڳاڙهي ٿي چڪي آهي، اُتي اديبن ۽ صحافين کان سواءِ باقي سڀ ڏريون جنهن خاموشيءَ ۾ ورتل آهن، اُنهيءَ کي سمجهڻ ڪو گهٽو ڏکيو بہ ناهي، بيگناهہ عورتن جي قتل سان سنڌ گلشن جو ڪاروبار هلي ٿو. ان سان سردارن جون حويليون، ٿاڻن جون خوبصورتيون ۽ ڪورٽن جون رونقون آباد آهن. اگر ڪا شيءَ ويران آهي تہ اُها شمع جي سينڌ آهي، جيڪا وارياسي ڳوٺ ۾ پنهنجا وار ڪوڙائي ميهڙ جي هڪ اسپتال ۾ داخل آهي ۽ جنهن جي وارن جون چڳون ميهڙ ٿاڻي جي وڏي منشي جي ميز جي خاني ۾ پيل هونديون.

*(روزانہ ”عبرت“ حيدرآباد 23 آگسٽ 2000ع)*

# پُراڻي حيدرآباد جون نيون ڳالهيون

حيدرآباد شهر لاءِ مشهور آهي تہ هي هڪ شهر کان وڌيڪ، هڪ عادت آهي، جنهن کي ڇڏڻ، هتان جي رهندڙن لاءِ بنهہ ڏکيو آهي، اهو چوڻ، انهيءَ حوالي سان بلڪل درست آهي تہ ماڻهو پنهنجي ماضيءَ ۾ سدائين مبتلا رهي ٿو. سندس سموريون نسبتون ۽ حوالا انهيءَ هنڌ ۽ ماڳ سان وابستہ هُجن ٿيون، جتي سندس جَواني گذري ٿي، اهڙي ئي ڪيفيت ۾ زندگي گذاريندڙ ماڻهن کي هي شهر، شهر کان وڌيڪ هڪ عادت محسوس ٿيندو آهي، مگر هر شهر ۽ ماڳ مڪان کي پنهنجي هڪڙي اندروني موسم بہ ٿيندي آهي، جنهن جي تبديلي ۽ بدلجندڙ روُپن کي چاهندي بہ ڪير روڪي ناهي سگهندو. اهڙي تبديلي جي هڪ فطري ضرورت تحت هي شهر پڻ آهستي آهستي پنهنجو اصلوڪو رُوپ سروپ ڇڏي هڪ نئين صورت ۽ شبيهہ اختيار ڪري رهيو آهي.

حيدرآباد لاءِ مشهور هو تہ هتي ڪنهن زماني ۾ گهلندڙ هوائن منجهہ اهڙو هُڳاءُ هوندو هو جنهن جي ڇُهاءَ سان ديوانگي وجود ۾ ايندي هُئي، جيڪا گهر وڃڻ لاءِ نڪتل جوانڙن جي پيرن ۾ واڌُن جيان ويڙهجي، ڪين گهٽين جي دز بنائي ڇڏيندي هُئي. اهڙي ئي هڪ حيدرآباد ڪي اج کان پنجويهہ سال اڳ مون بہ ڏٺو هو.

عمارتون شهرن جا عضوا هونديون آهن، جن جي حوالي سان اُهي سڃاتا ويندا آهن، حيدرآباد شهر پڻ اِهڙين ڪجهہ عمارتن ۽ جاين جي ٿوڻين تي بيٺل هُئو جيڪي هڪ هڪ ڪري آهستي آهستي فناجي لفافي ۾ بند ٿينديون وڃن ٿيون، مون کي تلڪ چاڙهيءَ کان هيٺ موجود پيٽرول پمپ جي پويان اُها گرين اسپاٽ هوٽل ڪڏهن بہ وسري ڪانہ سگهندي، جتي جي جهيڪي روشنيءَ ۾

شهر جي سموري اڪيلائي شام جو اچي ويهندي هئي ۽ لڳ ڀڳ اڌ رات جو هوٽل جي بند ٿيڻ کان پوءِ سڙندڙ صندل جي دونهين جيان پُراسرار رستن تي تحليل ٿي ويندي هُئي.

هير آباد جي ڪيفي عظيم، گاڏي کاتي جي پرشين هوٽل، گل سينٽر وارو ٽِي. ٽِي ڪول ڪارنر ۽ اهڙا ٻيا سوين ٺاڪ هاڻي ناهن رهيا، جيڪي هن شهر جي نوجوان ڇوڪرن کي پل ڪن لاءِ ٿي سهي پنهنجو مهمان بڻائيندا هُئا.

تبديلي، سائنس جي ٻوليءَ ۾ هڪ سَچُ آهي، جنهن کان انڪار ڪرڻ جو حق مان پاڻ وٽ رکندي، اهو ضرور چوندس ته اهڙي تبديلي جنهن سان خوبصورتيءَ جي بقا وارو شرط متاثر ٿئي. عمارتن کي وڏيڪ خوبصورت بنائڻ يا پنهنجي ذات لاءِ فائدي وارو ڪرڻ اهڙين ملڪيتن رکندڙن جو ذاتي حق آهي، پر انهيءَ حق جي استعمال ۾ جيڪڏهن احتياط کان ڪم ونجي ته ڪو حرج ڪونه ٿيندو. ڇو ته عمارتون فقط سيمنٽ ۽ سرن سان جُڙيل ناهن هونديون. اُنهن ۾ ڪجهه انتظار ڪُجهه يادون پڻ شامل هَجن ٿيون.

مان مڃان ٿو ته منهنجو اهڙو رويو منطقي ناهي، اصل ۾ حقيقت ان جي ابتڙ آهي پر هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته حقيقت ڀلا آهي ڪٿي!!! هي دنيا حقيقت آهي؟ ان ۾ ساهه کڻندڙ ۽ ونندڙ حقيقت آهن؟ هي رشتا، انهن جي رُڃ ۾ رُلندڙ اوپرائپ حقيقت آهي؟! "حقيقت" ۾ڪيترو افسانو آهي؟ ۽ افسانې ۾ ڪيتري حقيقت، اهو فيصلو اڃا ڪٿي ٿيو آهي!!

خيالن جي هڪ اهڙيءَ ئي وهڪري ۾ منهنجو ڌيان اُن وقت هڪ دفعو ٻيهر ٽري ٽاپڙجي ڪريو جڏهن گاڏي کاتي ۾ فردوس سئنيما کي ڍهندي ڏٺم.

گاڏي کاتي ۾ ٻڙ جي وڻ ۽ اُن جي بلڪل سامهون فردوس سئنيما ۾ ڪافي گهاٽي ياراڻي هُئي، جيڪا آخرڪار سال 2003ع ۾ پنهنجي پُڄاڻي تي پهتي.

دوستيون رڳو ماڻهن ۾ ته قائم ناهن ٿينديون، اُهي ته ڌيان ۽ گمان جي سرحدن کان ٻاهر، حد ۽ لاحد جي محور کان آزاد، فنا ۽ بقا جي

زنجير کي ٽوڙي تخليق جي سببن سان سلهاڙيل هُجن ٿيون. پيرن جي اڪيلن رستن سان، مفاصلن جي وڇوڙن سان، نگاهن جي منظرن سان ۽ دلين جي ڌڙڪڻ سان بہ تہ دوستي ٿئي ٿي، جيڪا پيار جي واردات ۾ اصل ڪردار ادا ڪري ٿي. اهڙي ئي دوستي منهنجي هن شهر سان هُئي، جيڪا هاڻي لڳي ٿو گهڻي دير قائم رهي ڪونہ سگهندي. بيوفائي جو بار مان پنهنجن ڪُلهن تي کڻي نٿو سگهان، اِنهيءَ ترڪ تعلقات واري رسم ۾ هن شهر جو وڏيڪ عمل دخل رهيو آهي، مان تہ اُهوئي آهيان، هي شهر ساڳيو ناهي رهيو.

محبتن ۽ وابستگين جي هن ذڪر دؤران مون کي هڪڙي اهڙي هوٽل ياد ٿي اچي جيڪا اڄا بہ قائم آهي. پوليس هيڊڪوارٽر جي مين گيٽ جي سامهون ڪيفي جارج، جتي ڪنهن دؤر ۾ ماڻهو پنهنجي وچايل ويساهہ جو ڏس پتو هڪ پامسٽ کان پُڇڻ ايندا هُئا. ٻڌو آهي تہ اُتي ڪرسيون بہ اُهي ساڳيون ئي رکيل آهن، مگر انهن تي هاڻي وچائجي ويل ماڻهن جي هٿ جون لڪيرون اچي شام جو ويهنديون آهن.

اُها ساڳي ڪيفيت گول بلڊنگ جي سامهون گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي عمارت سان پڻ لاڳو آهي، جتي اوپارڙي جي شاعر حسن مجتبيٰ پنهنجي دوست سان ملڻ ايندو هُئو. اُهو بنهہ خوبصورت ۽ مشهور شاعر حسن مجتبيٰ هاڻي سنڌ ۾ ناهي، هتان جي دستور جي ڪنهن بہ شِق ۾ هُن جي گنجائش نہ هُئي. اِنهي واسطي هُن پنهنجي پکيءَ جهڙي من کي دؤر ديس ۾ چَڳائڻ تي هيرائي ڇڏيو ۽ هاڻي آمريڪا ۾ رهي ٿو.

ميهڙ جو صرير پنهور ٿندي ڄام يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ آيو هو مگر حيدرآباد ڪيس ائين ڪرڻ نہ ڏنو ۽ وڏي ماهر ڊوبيءَ وانگر ڊوئي، نپوڙي سُڪائي ڇڏيائينس.

يادن جي مهار جهلي خوابن جي قلواڙ ۾ ويندس تہ رستو پلجي ويندس، ڪهڙا نالا کڻي ڪهڙا کڻان. سانگهڙ کان رڳو مُون سان ملڻ لاءِ ايندڙ معصوم ڪيڏانهن الوپ ٿي ويو ڇا ڇئجي؟!!

حيدرآباد جي شهر ۾ منهنجي ۽ معصوم جي دوستي مضبوط ٿي،وجود ۾ تہ اچ ٿي آيل هُئي، جيڪا هاڻي ياد ۾ تبديل ٿي ويئي آهي. اهڙي ئي دلفريت حيدرآباد کي ڳوليندي اڄ مان پاڻ کان پري هليو ويو آهيان. ۽ هاڻي منهنجا ٻار جيڪي مون سان حيدرآباد ۾ رهڻ جا نقصان ۽ ڪراچيءَ جا فائدا ڏسڪس ڪندا آهن تہ مان سندن سامهون مُرڪي بہ نہ سگهندو آهيان.

مان سوچيان ٿو اهو درد جنهن احساس مان پيدا ٿيو آهي، اُهو احساس جنريشن گيپ مان تہ ڦُٽي ناهي نڪتو.احساسن جو ڀلا عمارتن سان ڪهڙو واسطو! عمارتن جي ڏهڻ سان ڇا انتظار بہ ڏهي پٽ پوندو ڇا؟!

فرش اڪيڙجي تہ ڀل اڪيڙجي، ائين ڪرڻ سان لڙڪن جي آڪيرن جي اُکاڙ ڪيئن ممڪن آهي. ڪير ٿو چئي تہ ماڻهو هليا ويندا آهن پويان احساس رهجي وڃن ٿا. ماڻهن سان گڏ سندن احساس بہ سفر تي نڪرن ٿا. پويان فقط ڳالهيون رهجي وڃن ٿيون۽ ڳالهين تي ڪهڙو اعتبار ڇو تہ اعتبار ڪرڻ لاءِ هڪ عدد دل گهربل هُجي ٿي، جيڪا هاڻي ناهي رهي. ٻڌون ٿا اُن جي جاءِ تي هاڻي هڪ عدد پلازه جُڙندو جنهن ۾ سوين فليٽ هوندا. اُنهن فليٽن ۾ هزارين ماڻهو رهندا جيڪي دلين جا دُڪان کوليندا ۽ خوب پئسا ڪمائيندا.

*روزانہ "عبرت" حيدرآباد 9 فيبروري 2003ع*

# مرتضيٰ سيال

## جنهن کي هالاڻيءَ کان ڪاب شڪايت ناهي!

قد پنج فوٽ ڏهہ انچ، رنگ ڪڻڪائون، لهجو ٽانيڪو رويو سائنسي، مزاج ۾ تکو دليئون دردمند، اظهار ۾ بي ڌڙو فيصلن ۾ بي لچڪ ۽ جُسو جاءِ تي! انهن پنڌن ۾ پٽن وارو جيڪڏهن ڪو تضادن هوندي بہ صاف شخص ڏسو تہ پڪ سمجهو اُهو لياقت، المعروف مرتضيٰ ذات سيال اصل ويٺل هالاڻي، ضلعو نوشهروفيروز رهندڙ حال سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ئي آهي. اها ڳالهہ اسي واري ڏهاڪي جي صفا شروع وارن سالن جي آهي جڏهن منهنجي ساڻس پهرين ملاقات ٿي هئي. اُن ڪانپوءِ ساڻس وري ڪاب ملاقات نتو سنيران، ڇو تہ هو اندر ۾ اوطاقون ڪري جو ويٺو. هونئن بہ وري وري ملاقاتون تہ اوپرن ماڻهن سان ٿينديون آهن. جڏهن تہ سندس نالو مرتضيٰ مون کي پنهنجي نالي حيدر جو عربي ترجمو لڳندو آهي.

اسان جي دوستيءَ وارو عرصو ويهن سالن جي 276 مهينن وارن 8395 ڏينهن تي ٻڌل آهي، معنيٰ ذري گهٽ هڪ مڪمل حياتيءَ جو عرصو ۽ مون کي ياد آهي تہ انهيءَ پوري عرصي ۾ هو ڪڏهن بہ منهنجي مدائي جي ڪَلُ پوڙ تي ڪوسو نہ ٿيو ۽ نہ ئي ڪڏهن منهنجي ارهائيءَ تي ڏوراپو ڏنائين. برداشت ۽ سهپ جو اهو جذبو سندس فطرت جو حصو آهي، جنهن جي اُميد ڪانئس سندس دوست ئي رکي سگهن ٿا. باقي ڪنهن بہ ايري غيري نٿوُ خيري سان هٿ ملائڻ کان بہ محتاط رهندو آهي، ڇو تہ هو پنهنجي هٿ جون پنج ئي آڱريون سلامت ڏسڻ چاهيندو آهي. باقي دِل ۾ دوستيءَ کان پاسيرن ۽ سماج سان وابستہ سمورن معاملن ۽ موضوعن تي مون سميت هر دوست ۽ واسطيدار سان بنان رعايت جي ڳالهائيندو ۽ پنهنجي راءِ

جو اظهار ڪندو آهي ۽ اهو انهيءَ ڪري بہ جو هُو رياڪاري ۽ لحاظ جي وچ وارو ننڍڙو فرق گهٽ ئي سمجهي ٿو ۽ اهڙي فرق جو ادراڪ نہ رکندڙ ماڻهو ڪانئس ايترو ئي جلدي پري ٿي ويندا آهن. جيترو سندس ويجهو جلدي ايندا آهن. پنهنجن انهيءَ بي رحم طبيعت جي ڪيس بہ خبر آهي پر هو سچ کي سچ سمجهي ئي تڏهن ٿو جڏهن اُهو مُنهن تي چيو وڃي، باقي پَرپُٺ چيل سچ ۽ پُٺيءَ ۾ هنيل خنجر ۾ ڪوبہ فرق ناهي هوندو اهو هُو چڱيءَ طرح سمجهي ٿو. انهيءَ ڪرائيپ ۽ بي باڪيءَ سببان سندس دوستن جو نسل خطري ۾ آهي. مون سميت وڃي ڪي بہ ٿي بچيا اٿس، جن جي حفاظت لاءِ هُو پنهنجي مرضيءَ جي عين خلاف سندن ضروري ۽ غير ضروري ارڏايون ۽ ارهايون برداشت ڪندو رهي ٿو ڇو تہ کيس چڱيءَ ريت ڄاڻ آهي تہ دوستيءَ جا وڻ ٻج ناهن جهليندا. هڪ دفعو ختم ٿيا تہ بس. پويان وڃي بچنديون ڳالهيون، جن جي وڻ ٿيڻ ۾ هُو اصل کان يقين ناهي رکندو.

زندگي وٽس اهڙي مهمان طور آيل آهي جيڪو بيٺل پيرين واپس هليو ويندو آهي پر مرتضيٰ مهمان زندگيءَ جو سوئيڪار اهڙي تہ نموني ڪيو جو هُو وٽس گذريل چاليهن سالن کان وڏي عزت ۽ مان سان رهيل آهي نہ تہ وٽس رُسڻ جا سَبب ڪي گهٽ تہ نہ هئا. مائٽن جون مهربانيون ۽ ويساهہ تي دوستن جا گهات. مٿان وري سخت ۽ ٿڪائيندڙ غريبي اُهي شيون ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي مارڻ لاءِ ڪافي هونديون آهن پر مان سمجهان ٿو تہ جن ڳالهين مرتضيٰ کي زندهہ ۽ جاويد رکيو سي سندس اُهي خواب آهن جيڪي سندس خاڪ سرن نيڻن ۾ ٻَرندا ۽ ٻُرندا رهن ٿا. جن جي ڳاڙهسري روشنيءَ ۾ هُن زندگيءَ جو مختصر پر ٿڪائيندڙ سفر طئہ ڪيو انهيءَ سفر ۾ سندس وڃايل شين جي فهرست پيش ڪرڻ ضروري نٿو سمجهان، ڇو تہ اهو سندس ذات جو بلڪ گهٽ ئي ذاتي مسئلو آهي، جنهن مٿان لکڻ جو حق فقط کيس ئي حاصل آهي پر سندس حاصلات ٻاراڻن درسي ڪتابن ۾ شامل ڪرڻ جهڙيون آهن، جن وسيلي ٻارڙن کي زندگي گذارڻ جا گس ۽ طور طريقا ٻُڌائي سگهجن ٿا. تہ هُن "ڪجهہ بہ نہ" کان "گهٽي

ڪجهہ“ هجڻ ۽ ”تون“ کان ”توهان“ بنجڻ وارو سفر ڪيڏي نہ محنت، بهادري، مستقل مزاجيءَ ۽ صبر سان طئہ ڪيو آهي، سندس انهيءَ ٽڪائيندڙ سفر جا اهنج ۽ پيڙائون ڪانئس وڌيڪ ڀيو ڪير محسوس ڪري سگهندو! جنهن ۾ هُن دِل سان درپيش گهٽا تي مسئلا قربان ڪيا هوندا، جن ۾ دلفريب موسمون، اڪيچار دوستيون، نڪور دلبريون ۽ تازي جي خمار جهڙين سوين راتين جون ننڊون شامل هونديون پر مرتضيٰ عزت ۽ وقار جي قيمت تي اهو سڀ ڪجهہ ڪيو ڇو تہ مان ڄاڻان ٿو تہ جيڪڏهن ڪيس عزت ۽ زندگيءَ مان ڪنهن هڪ شيءِ جي چونڊ ڪرڻي پوي تہ عزت کي هٿ سان پاڻ ڏي ريڙهي زندگيءَ کي پري ڦِٽو ڪندو ڇو تہ وقار کان خالي زندگيءَ کي هُو زندگي مڃڻ لاءِ تيار ناهي ٿيندو انهيءَ ڪري ئي تہ هُو مرتضيٰ سيال آهي.

مون کي خيرپور ۾ڪُجهہ وقت لاءِ رهندڙ اُهو مرتضيٰ سيال ڪڏهن بہ نٿو وسري سگهي، جيڪو هرڪ جي ٿهدر اڇن ڪپڙن ۾ سائيڪل تي سوار ٿي دوستن سان ملڻ لاءِ نڪرندو هو تڏهن پنهنجي ڪنهن ويجهي عزيز غالبن سڳي مامي جي هوٽل تي مئنيجر مقرر هو اِهو اُهو ئي دؤر آهي جڏهن اسان جون گڏيل دوستيون قائم ٿيون، اختر درگاهي، قربان منگي ۽ نديم گل عباسي اسان پنهيءَ جا اُنهيءَ اسيءَ واري ڏهاڪي جا دوست آهن، جن سان محبت جو رستو ۽ رشتو اڃا بہ قائم آهي. هونئن بہ دوستيون تيرنهن کان ويهن سالن جي عمر ۾ ئي ٿي ويندڙيون آهن، بعد ۾ فقط دعا سلام ئي جُڙندي آهي، جنهن جو بنياد ”ٺڪو ۽ دُعا“ جهڙن لفظن تي ٻڌل هوندو آهي. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي تہ اُنهيءَ زماني ۾ مرتضيٰ سادا پر ڏاڍا صاف سُٿرا ڪپڙا پهريندو هو خوش پوشاڪيءَ واري سندس اها عادت اڃا بہ قائم آهي، سندس خوش پوشاڪيءَ واري انهيءَ خصلت اڳيان سندس ڪيسي جي پريل هجڻ واري شرط ڪڏهن بہ حائل ناهي ٿي سگهي ۽ اُنهيءَ ڪانپوءِ مرتضيٰ سيال جي اها روايتي مهمان نوازي بہ رڳو سندس ئي وڙ آهي، جڏهن هُو هڙ ۾ ڪجهہ بہ نہ هئڻ باوجود نرڙ ۾ فڪر جي هڪ اڻ لَکي لڪير آڻڻ ڪانسواءِ يعني خنده پيشانيءَ سان

پنهنجن دوستن کي پليڪار چوندو هو گهر جي ٻاهران گهٽيءَ ۾ ڪٽ رکي اڌ رات تائين دوستن سان روح رچنديون ڪرڻ. صبح جو ڪين اسڪول جي نلڪي هيٺان وهنجارڻ لاءَ وٺي هلڻ ۽ اندي قيمي سان ناشتو ڪرائي دوستن سان ملائڻ ۽ هالاڻيءَ جون گهٽيون گهمائڻ سندس معمول ۾ شامل هئا. سندس ذات جون اهي ننڍڙيون ساديون سچايون سندس اهلِ دل هجڻ جون گواهيون آهن. جن کان گهٽ ۾ گهٽ نيمڪ (لوڻ) جو مان رکندڙ ته ڪڏهن به انڪار ڪري نه سگهندا. باقي ٻين تي ميار ته هُو به ناهي ڏيندو ڇو ته هُن سدائين هڪ اشراف ۽ اصراف واري حياتي گذاري آهي. ڪيس ايترو وقت ئي ناهي هوندو جو هو بروٽس کي ويهي مهڻا ۽ ڏوراپا ڏيئي.

پوءِ هڪ اهڙو به وقت اچي ٿو جڏهن هُو بس ۾ ويهي هالاڻيءَ جي وٽن کي الوداع چئي حيدرآباد اچي پنهنجي مامي جي سرڪاري بنگلي ۾ رهي ٿو ۽ پنهنجي پڙهائيءَ کي اڳتي وڌائي ٿو. تڏهن ساڻس ذري گهٽ روز ملاقاتون ٿينديون هيون. اُنهن ملاقاتن ۾ هو دوستن جي ساڃيءَ ريت خاطر تواضع ڪندو هو پارڪ ۾ ويهي ڪڙڪ دوڌ پتي چانهه، گولڊ ليف سگريٽ جا ڪش ۽ اُنهن جا سُرور مون کان اڄ به ناهن وسريا ۽ ڪچهري هلندي جڳجيت ۽ چترا جا غزل ٻُڌڻ سندس معمول ۾ هو اهڙي طرح مرتضيٰ پنهنجن خوابن جي پوئيواريءَ ۾ اڳتي وڌندو رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جن حالتن ۾ هي پڙهيو مان يقين سان چوان ٿو ته مون سميت ٻيو ڪير هجي ها ته اهو اُنهيءَ لاءِ قطعي ممڪن نه هجي ها. صفا محدود وسيلن ۾ لامحدود مقصد حاصل ڪرڻ وارو سليقو فقط ڪيس ئي اچي ٿو ۽ اهو فن هو استاد ڳاٽن وانگر ڪنهن کي سيکاريندو نه ناهي. گهڻي اصرار تي بس ايترو ئي چوندو آهي ته، ”ماڻهوءَ کي پنهنجي بجيٽ مطابق ئي خرچڻ کپي.“ ايئن ڪرڻ سان ماڻهو هجي نه هجي، خوشحال ضرور بڻجي ٿو.

سنڌ يونيورسٽيءَ مان تعليم مڪمل ڪري جڏهن هو نوڪري جي ڳولا ۾ نڪري ٿو ته وٽس آسرن ۽ اُميدن جا نه کُٽندڙ سامان گڏ ٿيڻ لڳن ٿا. ”پريڪٽيڪل“ هجڻ جي ناتي هو بيروزگاري، سفارش، پئسي، ميرٽ ۽ پنهنجن جي روين تي عام نوجوانن وانگر روئڻ بدران

عبرت گروپ جوائن ڪري ٿو هو پڙهائيءَ دوران بہ عبرت مئگزين ۾ ڪم ڪندو رهيو پر آخري سال ۾ صرف پڙهائي ڏانهن ئي ڌيان ڌنائين نتيجي طور صحافت جي شعبي مان فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن حاصل ڪيائين. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ شايد خيرپور ۾ سندس ملاقات هڪ خاتون سان ٿئي ٿي، جنهن کي هاڻي اسان پاپي ڪري مخاطب ٿيندا آهيون. جنهن کي ڏسي ڪيس شروع ۾ تہ ڏاڍي فرحت محسوس ٿيندي هئي پر هاڻي ڪجهہ نٿو چئي سگهجي، اها سندس مرضيءَ جي ۽ پاپيءَ جي پيار جي شادي هئي. هاڻي سندس گهر جي اڱڻ تي بہ گلاب بہ مهڪن ٿا. جن جا نالا ترتيبوار سبطين ۽ انعم مون ئي رکيا.

شادي ڪانپوءِ پنهنجي اولاد جا نالا هر ماءُ پيءُ اڳوات سوچيندو ۽ چونڊيندو آهي پر مرتضيٰ جي وضع داريءَ جو ان ڪان وڏيڪ ٻيو ڪهڙو مثال ڏيئي سگهجي ٿو تہ سندس ٻنهي ٻارڙن جا نالا مون تجويز ڪيا ۽ هُن سوچڻ ڪان اڳ ۾ ئي مٿن منهنجا ٻڌايل نالا رکي ڇڏيا. رشتن کي سليقي سان دل جي شوڪيس ۾ سجائي رکڻ تہ ڪير ڪانئس سِکي، دوستن جا خط لفظ ۽ ڳالهيون ايئن سنڀالي رکندو آهي جيئن ڪو متقي ۽ امين ڪنهن جي امانت سنڀاليندو آهي، ۽ وقت اچڻ تي جيئن جو تيئن ڪين موٽائي ڏيندو آهي.

هُو پنهنجي ذات ۾ جيترو چٽو ۽ هڪ ڪرو آهي ايترو ئي ڪُجهہ معاملن ۾ پُراسرار ۽ ڳُجهاندر پڻ. مجال آهي جو ڪو شخص سندس دِل کي کولي ۽قلهوري سندس اندر جي ڳالهہ ٻاهر ڪڍي سگهي، انهيءَ خوبيءَ ڪيس ٻنهہ گهڻو اعتبار جوڳو بڻايو آهي، دوست تہ پري، پر دشمن بہ مٿس اعتبار ڪري سگهن ٿا. انهيءَ لاءِ فقط شرط اهو آهي تہ دوست، دوست هجن ۽ دشمن، دشمن هجن.

جڏهن ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ هڪ آفيسر گريڊ جي نوڪري ملي ٿي تہ هُو سرڪاري نوڪريءَ ڪان وڌيڪ دوستن جون نوڪريون ڪرڻ شروع ٿو ڪري، سندس دوست سنڌ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ مان چنيون لکي پنهنجن ۽ پراون جا ڪم موڪلڻ لڳن ٿا ۽ هي سماجي اخلاق جي اسير وانگيان سندن هر جائز ۽ ممڪن ڪم پنهنجي

خرچ تي مڪمل ڪرائي ڪين گهرن تائين پهچائڻ لڳي ٿو. هُو بي ادبي تي ٻڏل ماڻهن جون حُجتون پوڳي ٿو پر ڪڏهن بہ ڪين انڪار نٿو ڪري، باقي ناجائز ڪم هن پنهنجا بہ نہ ڪيا تہ ٻين جا ڇا ڪندو؟ سندس اهڙي طبيعت هن لاءِ اصل مشڪلاتون تڏهن پيدا ڪرڻ شروع ڪيون، جڏهن ڪيس يونيورسٽيءَ جو ايڊيشنل ڪنٽرولر مقرر ڪيو ويو پنهنجي انهيءَ ايامڪاريءَ ۾ هُن نہ پاڻ ڪاڏو ۽ نہ ئي ڪنهن کي ڪائڻ ڏنائين، انهيءَ چريائپ سندس نوڪريءَ ۾ تمام گهڻيون ڏکايون پيدا ڪيون ۽ هو پنهنجي ايمانداريءَ لاءِ، يونيورسٽيءَ پاران مليل موٽ کي اڃا تائين پوڳي رهيو آهي پر ٿڪو ۽ گهبرايو اڃا بہ ناهي.

اڄ مرتضيٰ سيال تي پروفائيل لکندي مون کي پنهنجي قلم جي هيٺائپ جو شديد احساس ٿيو آهي، مان نٿو سمجهان تہ مون ساڻس انصاف ڪيو آهي، هونئن بہ مرتضيٰ جهڙي ڪپري ۽ بنهہ سچي شخص تي لکڻ ايترو ئي ڏکيو آهي جيئن شاعريءَ جو منظوم ترجمو ڪرڻ، جنهن ۾ معنيٰ تہ ٻڏائي سگهبي آهي پر احساس جو چيد ڪرڻ ڏکيو تہ ڇا، بلڪ ناممڪن هوندو آهي پر شايد مان پاڻ کي ڪڏهن بہ معاف ڪري نہ سگهان ها جيڪڏهن سندس ويهن سالن جي محبتن کي لفظن جو هي خراج نہ ڏيان ها.

مٿي فقط مرتضيٰ سيال جي ذات جا مثبت پهلو مذڪور رهيا، انهيءَ جو اهو هرگز مطلب سمجهڻ نہ گهرجي تہ هُو اوڻاين کان خالي هوندو، ضرور سندس ذات ڪمزورين ۽ ڪوتاهين سان بہ آشنا هوندي پر گهٽ ۾ گهٽ اُهي مون کي نظر ناهن آيون، ڇو تہ مان جيڪڏهن ڪنهن سان دوستي رکندو آهيان تہ اُنهيءَ جا اوڳڻ ناهيان ڳڻيندو، اها خاصيت شايد سندس صحبت جي ڪري بہ مون ۾ شامل آهي.

هالاڻيءَ ۾ جنم وٺي جوان ٿيندڙ اسڪينڊيوين جهڙي شڪل واري مرتضيٰ سيال کي هاڻي ڪنهن کان بہ شڪايت ناهي، هالاڻي کان بہ نہ. جتي سندس خوابن جا صندل، احساس جي چٽائن ۾ اڃا بہ دُکندا رهن ٿا، جن جي دونهين کان بچڻ لاءِ هُو پنهنجي ڳوٺ کان

پري، ڄامشوري جي هڪ، اڌ ايڪڙ واري گهر ۾ ٻن ٻارن ۽ هڪ پيار ڪندڙ ساٿياڻيءَ سان عزت ۽ همت سان رهيو پيو آهي.

مرتضيٰ سيال ڪي دنيا جي اُنهن تمام ٿورڙن ماڻهن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو جن وٽ عقل ۽ عشق هڪ ئي وقت ٻنان ڪنهن تضاد جي موجود آهن. شايد اهو ئي سبب آهي جو منهنجي ذات جي هزار پيرا برعڪس هئڻ جي باوجود هو منهنجو دوست آهي، نه رڳو دوست پر ٻنهه جانب دوست. جنهن ڪانسواءِ گذري تہ وينديِ آهي پر سري ناهي سگهندي!!!

# هڪڙو هوندو هو سنڌو درياهہ!!

ڪجهہ ڪردار اهڙا ٿين ٿا، جن متان لکڻ کان اڳ ۾ مان هزار دفعا سوچيندو آهيان، منهنجي اهڙي سوچ جو اصل مقصد اِهو ئي آهي تہ منهنجي قلم ۾ ايتري سگهہ آهي جو اُهو انهيءَ ڪردار سان انصاف ڪري سگهي! جيڪڏهن انصاف جو اهڙو ڪو بہ امڪان نظر ايندو آهي تہ مان قلم کڻندو آهيان نہ تہ پنهنجي بي وسيءَ جو کلئي عام اظهار ڪندو آهيان.

هيل تائين مون جيڪي بہ پروفائيل لکيا آهن، اُنهن مان ڪجهہ منهنجن عزيزن ۽ دوستن تي آهن، ڪجهہ سنڌ جي ڪاهوڙي ڪردارن تي آهن، ڪجهہ عاشقن تي آهن تہ ڪجهہ وري انهن جي بيوسيءَ متان لکيل آهن. اهڙا سمورا پروفائيل لکڻ دؤران مان ان وقت ڏاڍو پريشان ٿيو هوس، جڏهن مون پنهنجي امڙ تي لکڻ شروع ڪيو هو ماءُ تي لکڻ دنيا جو ڏکئي ۾ ڏکيو ڪم آهي. ماءُ جي محبت کي دنيا جي امير ترين ٻوليءَ ۾ بہ نٿو اظهاري سگهجي، ماءُ جي اوسيئڙي جي تصوير دنيا جي ڪنهن بہ ڪئميرا ۾ فوڪس نٿي ٿي سگهي، سندس اوجاڳن کي آسمانن جي وسعت محسوس ڪري تہ ڪري لفظن ۾ ايتري سگهہ ٿي ئي نٿي سگهي جو اُنهن ۾ سندس انتظار جو اشتقاق ڪري سگهجي. ماءُ جي هنج ۾ ايندڙ ننڊ جي ڳولا ۾ دنيا جهان جي درويشن پنهنجون ٻور سان جهنجيل جوانيون قربان ڪري ڇڏيون پر ڪين اهڙي مٺي ننڊ جو هڪڙو سوپو بہ نہ اچي سگهيو. ماءُ جي محبت واري مڪتب ۾ تہ فرشتا بہ سبق سکڻ ايندا آهن پر سندن سوين سجدن ۾ ماءُ جي هڪڙي دعا جيترو بہ اثر ناهي هوندو.

سو اِهو مُون لاءِ ڪيئن مُمڪن ٿي سگهي ٿو تہ مان پنهنجي امڙ تي آسانيءَ سان پروفائيل لکي سگهان ها. ها! سو ڳالهہ پئي ڪيم تہ مون اڄ سوڌو جيڪي بہ پروفائيل لکيا آهن انهن مون کي هڪ ڏکيائي پنهنجي امڙ تي لکڻ وقت محسوس ٿي هئي ۽ ٻي ڏکيائي اڄ محسوس ڪري رهيو آهيان، جڏهن سنڌو درياهہ متان پروفائيل لکڻ لاءِ ويٺو آهيان.

اهو ضروري ناهي تہ پروفائيل رڳو ماڻهن متان ئي لکجن، ائين هرگز ڪونهي، پروفائيل ديوتائن تي بہ لکي سگهجن ٿا، ڌرتيءَ تي بہ لکي سگهجن ٿا، وڻن تي بہ لکي سگهجن ٿا، گلن تي بہ لکي سگهجن ٿا! هڪ اهڙو پروفائيل اڄ مان بہ لکڻ

چاهيان ٿو. هي پروفائيل هڪ اهڙي ڪردار مثان آهي جنهن کي دنيا سنڌو درياهہ جي نالي سان سڃاڻي ٿي.

سنڌو درياهہ جي اصل عُمر تہ الائي ڪيتري آهي پر اسان جا وڏڙا ٻڌائين ٿا تہ هي سنڌ جو جاڙو ڀاءُ آهي. جيڪي هزارن صدين کان گڏ ڏٺا ويا آهن. اُنهن جي ڄمڻ جي تاريخ سنڌين جي تقدير واري ڪتاب ۾ لکيل آهي. جيڪو 1947ع پنجاب پڙهڻ لاءِ ورتو هوءِ هاڻي گم ڪري ڇڏيو آهي. نہ رڳو ايترو پر هاڻي اُن جي مالڪي جي دعوي ڪري رهيو آهي.

سنڌو درياهہ سهاڳڻ جي سينڌ ۾ ڳڻڳر صدين کان آباد هو. هُن جي گجگاهہ ٻڌي شينهن گجڻ ۽ چيتا چنگهاڙڻ وساري ويهندا هُئا. هُو سنڌ جي سيني مٿان وهندو نہ. وسندو هو. هُو اوڙيهہ سائن جي ٻي چئي جوانيءَ جيان جتان بہ گذرندو هو. اُتان عاشقي پنهنجا پيرا ڳولي لهندي هئي.

هُن جو پاڻي، پاڻي نہ. ڪڪرن جو ڳلن تان ڳاڙيل ڪجل هوندو هو جنهن ۾ وهنجڻ کان پوءِ سهڻيون ميهارن جون مجبوريون بنجي ويندڻيون هُيون ۽ اُن جي ڪنارن مٿان عشق گاهہ جيان ڦٽي اُڀرندو هو جنهن کي چرڻ کان پوءِ ڪڪوريل اکين واريون ڪُنڍيون وڪ وڪ تي ٽڙنديون ٽابڙجنديون هُيون ۽ وٿاڻن تي ورندي ورندي ڪين ڏاڍي اوير ٿي ويندي هئي!!!

سنڌو درياهہ دريا ۽ نہ عاشق جي دل جيان پاسندو هو جيڪو ٻارهوئي ڏڙڪندو رهندو هو اُن جا وهڪرا پنهنجو رُخ ائين بدلائيندا رهندا هئا جيئن ٻي پرواهہ پکي پنهنجي اُڏار جا طرف تبديل ڪندا آهن. هُن جون لهرون جڏهن الغوزي جي ساز سان گڏجنديون هُيون تہ ٻيجل ڪانئن سُرن جي خيرات گهرندو هو. ميهار سندس ڪناري تي ويهي روز پنهنجي دِل ڏوئيندو هو تہ جيئن اُن ۾ سمايل سهڻي جي سونهن ميري نہ ٿئي.

سنڌو درياهہ شروع کان وٺي پنجاب کان ٿيندو سنڌ ۾ داخل ٿيندو آهي. پنجاب کي سنڌو درياهہ سان پيار آهي، پر سندس پيار جو طريقو سنڌ کان بلڪل الڳ ٿلڳ آهي، پنجاب سنڌو کي ڪشمور کان اڳتي وهندو ڏسڻ نٿو چاهي، هُو چاهي ٿو تہ درياهہ مٿان سندس حق آهي! ان کي ڪير سمجهائي تہ پکين ۽ درياهن مٿان ڪنهن جو بہ حق ناهي هوندو هوائن ۽ اُڏارن جا رُخ هرگز موڙي نٿا سگهجن. موسمن کي مهارون ڪير بہ وجهي ناهي سگهندو پر اهي ڳالهيون آخر پنجاب کي ڪير سمجهائي. بابا بُلهي شاهہ هجي ها تہ ڪيس ڏوراپو ڏيون ها. ڪيس چئون ها تہ پنجاب کي سمجهائي تہ هُو سنڌو درياهہ کي رنجيت سنگهہ جي اک سان ڏسڻ ڇڏي ڏئي. ڪيس چئون ها تہ لطيف جي ڏرتي سُڪي ٿي، اُن جي درياهہ کي ٻيمن جي قبر ۾ نہ دفنائي. اِن سان رڳو درياهہ نہ. سنڌ بہ دفن ٿي ويندي، جنهن ۾ چار

ڪروڙ سنڌي رهن ٿا، سچل رهي ٿو روهڙي جو بيدل ۽ بيڪس رهي ٿو ۽ لطيف به رهي ٿو.

منهنجي خيال ۾ اڳي سنڌ ۾ به درياهه وهندا هئا، هڪڙي درياهه جڏهن انسان جو روپ ڌاريو ته اهو شاهه لطيف ٿي پيو ۽ ٻيو سنڌو درياهه ئي رهيو. ٻنهي ڄڻن سنڌ کي آباد رکيو. هڪڙي درياهه سنڌ کي داڻي جو دان ڏنو ۽ ٻئي شعور جو. ٻئي سنڌ جي جياپي لاءِ لازم آهن. انهيءَ ڳالهه جي خبر جڏهن پنجاب کي پئي ته هن درياهه کي ڊيمن جي کڏ ۾ ڌڪو ڏنو ۽ اُن کي سنڌ ۾ اچڻ کان روڪيو. هاڻي ڪيترائي سال گذري ويا آهن، سنڌ نه درياهه کي ڏٺو آهي نه درياهه سنڌ کي. سنڌ ائين ويران ٿي وئي آهي جيئن پن ڇڻ ۾ وڻن جون لامون ويران ٿي وينديون آهن.

سو اڄ جيئن ئي انهيءَ سنڌو درياهه جو پروفائيل لکڻ وينس ته ڏاڍي ڏکيائي محسوس ٿي، سمجهه ۾ نه پئي آيو ته درياهه جي ڪهڙي خوبي ۽ صفت تي اوهان سان ويچار ونڊيان، انهيءَ درياهه جي ڳالهه ڪريان جنهن جي اجگر پيٽ ۾ ڪائنات تنبوري جيان وڄندي هُئي، يا اُن درياهه جو ذڪر ڪريان، جنهن ۾ هاڻي واري ۽ واچوڙا نظر اچن ٿا، اُن درياهه جي ڳالهه ڪريان جنهن جي تِکي وهڪري ۾ ڪنڌين جا ڪنڌ پڃي پوندا هئا يا اڄوڪي اُن درياهه جو احوال ڪريان جيڪو پنهنجن ئي ڪنارن سان اکيون نٿو ملائي سگهي. ڪجهه به هُجي پر اڄ ڳالهه انهيءَ درياهه جي ئي ڪريان ٿو جنهن کي توهان ۽ اسان سنڌو درياهه چوندا هئاسون، جنهن جو نئون نالو ڪالاباغ ڊيم آهي يا شايد ڀاشا ڊيم! پر اِها حقيقت آهي ته هڪڙو هو:.و هو سنڌو درياهه. جيڪو ڪنهن دؤر ۾ سنڌ مان وهندو هو جنهن ۾ سهڻي ۽ عشق گڏ ترندا هئا.

*(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 10 مئي 2006ع)*

# بدنصيب نصيبان
# چو تي چڙهيئي اهڙيون ڏيئر امان!؟

خبر آهي تہ "شڪارپور ۾ پٽ ڪارنهن جي الزام ۾ ننڍ ڀُتل ماءُ ڪي ڪُهي ڇڏيو."
تہ ڪالمي خبر جو رپورٽ ٿيل خلاصو هن ريت هُئو تہ جوابدار محبوب مارفاڻي 35 سالن جي ماءُ نصيبان کي ڪات سان ڪُهڻ کان پوءِ الزام هيٺ آيل همراهہ کي بہ ڪُهي ڇڏيو ۽ فرار ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ وڌيڪ اهو تہ محبوب مارفاڻي جو ڪاري قرار ڏنل شخص سان جهڳهہ تي تڪرار هلندڙ هو.
اسان جو ديس جتي غيرت جي معنيٰ ساڱيئي گهر ۾ رهندڙ ڀيڻ، ماءُ، زال يا ڀاڄائيءَ جي قتل ۾ ڳولي ويندي آهي، اُتي نہ ڄاڻ ڪڏهن کان بيشمار عورتون، اندر جي اوندهہ جو شڪار ٿينديون رهن ٿيون. ڀائرن، پُٽن، ڏيرن، پيئرن ۽ مُڙسن جي هٿان هڪ اهڙي الزام ۾ ماريون وڃن ٿيون جنهن جي صداقت ۾ سچ واري عنصر کان سواءِ هر ڳالهہ شامل هوندي آهي. اهڙي طرح جا ڪُجهہ واقعا تہ اخبارن ۾ رپورٽ ٿين ٿا جڏهن تہ اهڙا ٻيا ڪيترائي حادثا لاشن سان گڏ ئي دفن ڪيا وڃن ٿا. اهڙي قسم جي ڇپجندڙ هر خبر پڙهي عالمي طور تي سنڌ جو جيڪو Image جُڙي ٿو اُهو پنهنجي جاءِ تي، پر انهن بيشمار قاتلن ڏانهن هتان جي عدالتن، امن قائم رکندڙ ماڻهن ۽ قانون ساز ادارن جو نرم ۽ شفقت ڀريو ورتاءُ اسان جي سمجهہ کان گهڻو ئي ٻاهر آهي. هتي مقتول سان همدردي تہ ٺهيو پر قاتل سان دوستي کي ڪهڙي معنيٰ ڏجي!؟
"ڪارين" جا قتل آڳرين تي ڳڻڻ وارا اجا نوانوي تي مس پهتا هئا تہ شڪارپور جي لاڙائي محلي ۾ محبوب مارفاڻي پنهنجي ماءُ نصيبان کي "ڪاري" ڪري ماري وڌو ۽ اهڙي طرح ڳڻپ واري فن جا هوشيار ماڻهو منجهي وري هڪ کان ڳڻڻ لڳا آهن. اخبارن ۾ رپورٽ ٿيندڙ اهڙو هر واقعو مون کي احساساتي طور تي مارڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي پر پُٽ محبوب هٿان ماريل نصيبان جي موت منهنجي هر احساس کي ان وڻ وانگي ڏوئي لاٿو آهي جنهن کي مؤسمن جو ڪو بہ انصاف ميسر ناهي هوندو.
ٽن پٽن ۽ ڇئن ڌيئرن جي ماءُ نصيبان پنهنجي وڏي ۽ پهريتي پُٽ محبوب جي هٿان ڪاري ڪري مارجي ويئي. مرڻ وقت نصيبان جي عمر 35 سال هئي، ان حوالي سان جيڪڏهن ڏسجي تہ شادي وقت سندس عمر 15 سال هونديءَ ننڍي عمر ۾ شادي ڪرڻ کان پوءِ محبوب ڪيس يقينن ٻاروتڻ ۾ ئي ڄائو هوندو ۽ هُن

پنهنجي ننڍپڻ جون رهيل رانديون پنهنجي پُٽ سان ئي ڪيون هونديون. جنهن عمر ۾ هرڻين کان هلڻ سکبو آهي، انهيءَ عمر ۾ هن پنهنجي مائٽياڻين کان لولي سکي هوندي ته جيئن ننڊ کي پرچائي پنهنجي محبوب پٽ کي سمهاري سگهي. پُٽ مٿان نالي رکڻ وارو مرحلو مٿانئس ڪيڏو نه مشڪل هوندو. ايڪٽيهين جي راتين ۾ دُور آڪاش ۾ نهاريندي، جهلمل ڪندڙ ستارن جي وچ ۾ هُن جڏهن پير ۾ سٽل تازي چاول پُٽ لاءِ نالو ڳوليو هوندو ته ڳتي ۽ تيڙو ڪيس پُٽ جو نالو "محبوب" رکڻ لاءِ چيو هوندو ۽ پُٽ جي نرڙ تي چُميءَ سان اِهو نالو چنبڙائي هو سُمهي رهي هوندي.

مائرن جا خواب پٽن جي پيرن سان ٻڌل هوندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو اُنهن جي ٽيڙ ڪائڻ سان سنڌن جيءَ کي جهُبو ايندو آهي. بلڪل اهڙي طرح نصيبان جون اُميدون ۽ آسرا پڻ محبوب جي ڪنيل وکن سان گڏ وڌيا ۽ ويجهيا هوندا. هُن مڙس جي زيادتين، ڏيرن جي دڙڪن ۽ مائٽن جي "مهربانين" جو جواب محبوب جي جوان ٿيڻ تائين روڪي رکيو هوندو. هُن ضرور سوچيو هوندو ته پنهنجي پيرسنيءَ جو مذاق، پُٽ جي جوانيءَ سان اُڏائيندي ۽ لکن کي ليڪيندي به ڪونه! هُن ضرور سوچيو هوندو ته سندس اُها تيج جيڪا هن پٽ کي پيارڻ کان اڳ ۾ بخشي ڇڏي هئي، سا جڏهن رڳن ۾ دوڙي رت بنجندي ته دانگيءَ تي به ورندي ۽ هُن اهو به سوچيو هوندو ته جڏهن محبوب جوان ٿيندو ته هُو اڌ ۾ رهيل اُها ننڊ به پوري ڪري وٺندي، جنهن مان اٿاري مائٽن ڪيس ونواهه ۾ ويهاريو هو.

۽ هُن محبوب لاءِ موڙ به ته جوڙايو هوندو جنهن ۾ مڙهيل موتين ۽ سڳن جي وچ ۾ جُڙيل لونگن جي خوشبوءِ سان سندس انتظار به مهڪيو هوندو ۽ هُن پُٽ جي پٽن لاءِ شهر جي ڪيترن ئي بي وڙن وادِن کان پينگهن جون قيمتون پڻ پُڇايون هونديون ۽ سندس اُميدن کي پنهنجن ڳهن سان ڳٽيو هوندو ۽ ڪڏهن جي هُو ننڍپڻ ۾ بيمار ٿيو هوندو ته نصيبان سؤ سؤ پيرا مٿانئس صدقي ٿي هوندي ۽ سندس خوش ٿيڻ واسطي پيرن فقيرن مٿان سکائون باسيون هونديون ۽ دستگير جا منا ڪُنا لاٿا هوندا ۽ اُن کان به اڳ ۾ جڏهن ڪيس محبوب ڄائو هوندو ته هُن مٿو ٻڌي پنهنجين هڪ جيڏين سرتين مٿان پنهنجي پاڳ جو رعب ڄمايو هوندو ۽ اُهو محبوب جڏهن، ماءُ جي دعائن، اوجاڳن ۽ پياريل تيج جي آڌار تي وڏو ٿئي ٿو ته ننڊ ۾ سٽل نصيبان نالي ماءُ کي ڪات سان ڪهي ٿو ڇڏي.

نصيبان هڪ نالو آهي، ڪزبانو ڦاپل، زرينا، آمنت، پاڳان، صابل، رحيمان، ۽ ڪريمان جهڙو هڪ نالو جن کي روز سنڌ جي ڪنهن نه ڪنهن ڳنڌ ۾ ڪاري ڪري ماريو وڃي ٿو هُو ڪڏهن سوڊي هٿان مارجي ٿي، ڪڏهن جانو هٿان ته ڪڏهن وري محبوب هٿان، ڪين مارِيندڙ کي ست ڏاريا ناهن هوندا، انهن

جا پنهنجا عزيز هجن ٿا، محبوب بہ ڪو ڏاريو ڪونہ هُئو پُٽ هُيو نصيبان جو پُٽ جن جي خوشين کي خريد ڪرڻ لاءِ هتان جا ماءُ پيءُ ڏيئرن جو صدقو بہ ڏيئي ڇڏيندا آهن ۽ اُهي سڀ وس هلائيندا آهن جيڪي سندن وس ۾ بہ ناهن هوندا.

۽ هاڻي جڏهن نصيبن کان خالي نصيبان، پنهنجي پُٽ محبوب جي هٿان مارجي چُڪي آهي تہ شڪارپور جي ڇهراڻ واري آبهوا، ٿوري ئي سهي ڪڙي ضرور ٿي هوندي، انهيءَ سموري ڊنل ۽ خوف ۾ ورتل وايو منڊل ۾ نصيبان جو پُٽ کي چيل آخري جملو "اڙي ابا تون" پڙاڏو بنجي گونجي رهيو هوندو اُهو جملو ڇا ڪنهن فرض شناس پوليس آفيسر کي بيچين ڪري سگهي ٿو، جيڪو ماءُ کي ماري فرار ٿي ويل محبوب مارفاڻي کي هٿ ڪري لاڪ اپ ۾ واڙي سگهي ۽ ڪيس پنهنجي منطقي نتيجي تي پُهچائي. ظاهري طور تي اهو سڀ مشڪل ٿو لڳي، پر جيڪڏهن پوليس هڪ لمحي لاءِ بہ پنهنجي فرض کي ياد ڪري تہ اهو ڪم تمام گهڻو آسان ٿي پوندو ۽ جڏهن گرفتار ٿيڻ کان پوءِ شڪارپور جا، توپيون ڪلهن ۾ اٽڪائي هلندڙ سپاهي، ماءُ جي قاتل محبوب جي غيرت کي پنهنجي روايتي سچ پُتري ۽ مرچن سان برابر ڪندا تہ پوءِ ڪيس اُها ماءُ ضرور ياد ايندي جيڪا هر دفعي سندس اڳيان ماني رکي "بسم الله" چوندي هئي.

اگر اسان اهو فرض بہ ڪريون تہ پوليس پنهنجي عظيم "ڪارڪردگي" جو ثبوت ڏيندي محبوب کي گرفتار ڪري وٺندي، تڏهن بہ اِهو چڱيءَ ريت ڄاڻون ٿا تہ هو سياڻي ڪورٽ مان "غيرت ۽ جذبات" وارو فائدو حاصل ڪري آزاد ٿي ويندو پُٽ هجڻ واري ناتي، پٽس، پائر ۽ پيٽون ڪيس نصيبان جو خون معاف ڪري ڇڏيندا ۽ اهڙي طرح محبوب مارفاڻي شڪارپور جي هاڻي، لکي ۽ هزاري درن وٽان توپي نراڙ تي رکي ڪنڌ مٿي ڪري گهمندو ۽ ڪيس اُهو احساس بہ نہ رهندو تہ وٽس، ڪاري ڪيل مکڻي مارفاڻيءَ جي جاءِ ۽ ڏنڊ ۾ ورتل پئسا تہ آهن پر ماءُ جي اُها دعا ساڻس گڏ ناهي، جيڪا ڪيس گذريل ويهن سالن کان شڪارپور جي ڪوسي واءُ کان بچائيندي هُئي.

(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 10 آگسٽ 2003ع)

# سنڌ

## جتي عورت ۽ عزت کي گڏ هلڻ نٿو ڏنو وڃي

سنڌ ۾ ٻه شيون ڪثرت سان ملنديون، هڪ سنڌڙي انب ۽ ٻيو ڪارين جا لاش. انبن جي گهڻي اُپت سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾ ٿئي ٿي جڏهن ته ڪارين جا فصل اتر سنڌ ۾ پچي راس ٿين ٿا. سنڌ سان درپيش اها صورتحال اوچتو يا ڪنهن اچانڪ عمل جي نتيجي ۾ ناهي ٿي پر انهيءَ جي پويان قانون جي ٻيوسي ۽ سنڌ جي مردار جاگيرداري نظام جو وڏو عمل دخل آهي. سنڌ جيڪا ڪنهن دؤر ۾ عزت، آجپي ۽ پائيچاري جو اهڃاڻ بڻيل هئي اڄ اُها اهڙي مقتل گاهہ جو ڏس ڏئي رهي آهي جنهن ۾ نہ معصوم ٻارن جون حياتيون محفوظ آهن ۽ نہ ئي عورتن جون ٻيوس زندگيون. عورت جيڪا نہ رڳو اسان جي سماج جي انتهائي اهم ۽ عزت ڀرئي فرد طور پنهنجو ڪردار ادا ڪندي رهي آهي پر ساڳئي وقت اُها اسان جي تاريخي، سماجي ۽ مذهبي حوالي سان ڪنهن بہ صورت ۾ مرد کان پوئتي ناهي رهي پر آخر اُهي ڪهڙا ڪارڻ آهن جن عورت کي اڄوڪي هن دنيا ۾ اڪيلو ۽ ٻيوس بنائي ڇڏيو آهي!

سنڌ ۾ ڪاري ڪري ماري ويندڙ عورت جو الميو اهو آهي تہ هن جو قاتل ڪو غير نہ پر سندس پاءُ هجي ٿو پيءُ هجي ٿو ڏير هجي ٿو مڙس هجي ٿو ۽ سؤٽ يا ماسات هجي ٿو. مٿي ڄاڻايل سيني رشتن کي اهو اختيار ڪنهن ڏنو آهي تہ هو عورت جي زندگي سان ان حد تائين ستم ظريفي ۽ ظلمت جا رويا روا رکن. جڏهن هو چاهين تہ کين ڏنڊ ۾ ڏيئي ڇڏين. عورت جو اهو ڪردار جيڪو مٿس مڙهيو ويو آهي سو ڪنهن بہ قانون يا اخلاقي ضابطي ۾ نٿو اچي. سنڌ جنهن کي شاعرن جي سرزمين سڏيو وڃي ٿو اُتي ٽيڻ تہ ائين ڪپي جو عورتن جو مقام سيني سماجي پاڳي پائيواري اعليٰ ۽ اُتم درجي تي هُجي ها بجاءِ ان جي هتان جي عورت کي ڪهاڙي جو ڪاج بڻائي مٿس ڪاري جي تهمت مڙهي وڃي ٿي. ستم اهو ناهي تہ عورت سان اهو سلوڪ روا ڇو رکيو ٿو وڃي. ستم اهو آهي تہ ان جي بيگناهہ قتل جو ڪو داد فرياد ڇو نٿو ٿئي. ماءُ کي مارينڌڙ پٽ کي ماءُ جي ٿڃ ڇو ٿي بخشي وڃي، پيءُ کي مارينڌڙ پاءُ جي نرڙ تي رکيل ٽوپي کي هڪ زوردار ٺـڦڙ سان پيرن ۾

ڇو نه ڪيرايو ويچي ۽ ڏيۓ جي قاتل پيۓ جي پٽڪي مان ور ڇو نه ڪڍيو ويچي. اهو هڪ اهڙو سوال آهي جنهن جي ڳولا ڪرڻ اوس ضروري آهي.

تاريخ شاهد آهي ته سنڌ ائين هرگز ڪونه هئي جيئن اڄ اسان جي سامهون آهي. ”نياڻي ست قرآن“ واري سوچ پڙهن ڏرتي تان ئي نسري دنيا ۾ ڦهلجي وئي. عورت اسان جي سماج ۾ ويڙهن جي وڏڙيۓ طور سڃاتي ويندي هئي، ڏيتي ليتي کان وٺي گهر جي ڪار وهنوار تائين سيئي معاملا سندس هٿ وس هوندا هئا. ياڃائي کي ماۓ جو درجو ۽ ماۓ کي جنت جي ضمانت تصور ڪيو ويندو هو. پائر پينرن جا پرجهلا هوندا هئا. اُهي ننڍي وڏي ڏينهن تي ڪوهن جون مسافتون طئه ڪري نياڻين جي سار لهڻ لاۓ ايندا هئا. هاڻي اُها صورتحال ناهي رهي، سنڌ مقتل گاهه بڻجي وئي آهي، جتي روز چانڊوڪي جهڙيون اڇيون اُجريون نياڻيون ڪاريون ڪري ماريون وڃن ٿيون. عزت جي نالي تي بيعزتي جي اها سوداگري ڪنهن متعارف ڪرائي آهي، اُهي ڪهڙا ڪارڻ آهن جن سنڌ کي هڪڙي بدترين سڃاڻپ ڏني آهي، اهو سوال گنڀير ضرور آهي پر ڏکيو هرگز نه. اسان جڏهن معاملي جي گهرائي ۾ وڃون ٿا ته سنڌ جو نيم جاگيرداري نظام پنهنجي ختم ٿيندڙ وجود کي قائم رکڻ لاۓ اُهي ۽ ان جهڙا ٻيا بيمار رويا ۽ قدر پيدا ڪرڻ ۾ رڌل آهي، ته جيئن هو وڌيڪ ساهه کڻي سگهي. اها سماجي علم جي ضرورت ٿئي ٿي ته اسان سماج ۾ پيدا ٿيندڙ مسئلن کي سماجي پسمنظر ۾ ڏسون ۽ حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. جيستائين عورت جو ملهه ڏهه ايڪڙ زمين هوندو تيستائين اها قتل ٿيندي رهندي، جيستائين ڪاري جي قيمت هڪ ٻي ڪاري هوندي ته اُها روز ائين سرِ راهه ماري ويندي، جيستائين ڪنهن نوجوان ڇوڪري جي بيگناهي جي قيمت 3 لک رپيا هوندي تيستائين اُها ڪنهن پاۓ، ڪنهن ماسات يا چاچي مامي جي هٿان ضرور ماري ويندي ۽ جيستائين انهي ڏوهه ڏنڊ جو حصو پٽي ڳوٺ جي وڏيري کي ملندو رهندو تيستائين ڪاري جي اها رسم ختم ڪونه ٿيندي، انهي واسطي ضروري آهي ته سماج ۾ قائم ڪيل يا مڙهيل اهي شرمناڪ قدر ختم ڪيا وڃن.

سنڌ ۾ ٿيندڙ جرڳن جي مشق کي بنا ڪنهن دير جي بند ڪيو وڃي. سپريم ڪورٽ کي پاڻ مرادو نوٽيس وٺي اعلان ڪرڻ گهرجي ته جيڪڏهن ڪنهن ڪاري ڪيل عورت جو فيصلو يا ڏوهه ڏنڊ جرڳن ۾ حل ڪرڻ جي رپورٽ ٿي ته انهيۓ جرڳي ۾ شامل سيني ڏرين کي سخت کان سخت سزا ڏني ويندي، اُها سزا عمر قيد کان وٺي موت تائين ٿي سگهي ٿي. اهڙي ڪنهن قانوني اعلان کانپوۓ مان نٿو سمجهان ته سنڌ ۾ جرڳا وڌيڪ ساهه کڻي سگهندا. سنڌ جو وڏيرو جيڪو اي، ايس. آۓ. سان دوستي رکڻ ۾ فخر محسوس ڪندو آهي، انهيۓ کي جيڪڏهن

ضلعي جو پوليس ڪماني پاڻ وٽ گهرائي ڳوٺ جي امن امان جي ضمانت وٺي تہ مان نٿو سمجهان تہ انهي ڳوٺ ۾ ڪا ڪاري ٿي مري. پر اهو سڀ ڪجهہ هڪ شاعر جو خيال آهي. انهن سيني احساسن ۽ امڪاني اپائن کي حقيقت جي روپ ڏيڻ لاءِ اسان وٽ قانونسازي جي سخت ضرورت آهي، اهو قانون ڪنهن بہ ڪورٽ جو جج نٿو ناهي سگهي نہ ئي پوليس انتظاميہ کي ڪو اهڙو اختيار آهي. انهي واسطي عوامي نمائندن جا چونڊيل عيوضي ۽ ايوان ئي پنهنجو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. قومي اسيمبلي جتان فوجي حڪمران پنهنجي مرضي جا قانون پاس ڪرائيندا رهيا آهن، انهي قومي اسيمبلي کي هن وقت باقي قائم رهڻ جو ڪو بہ جواز ناهي. سنڌ جيڪا پنهنجي پوري وجود ۾ احتجاج جو روپ ڌاري چڪي آهي انهي اسيمبلي کي اهڙن نمائندن جي ضرورت آهي جيڪي ماڻهن جي دلين جي آواز جو پڙاڏو بڻجي وڃن ۽ بين هزارن مسئلن جي حل سان گڏ بي آبرو ٿيندڙ عورتن کي تحفظ ڏنو وڃي نہ تہ اهو سمجهڻ ۾ اسان حق بجانب هونداسين تہ هي هڪ اهڙي ڌرتي آهي جتي عورت نالي انسان جي تذليل زندگي جي معمول جو حصو آهي.

اُها عورت جنهن کي هزارين دلفريب معنائون ۽ سچاڻپون آهن سا پنهنجي بيوسي ۽ ذلت جي بدترين دؤر مان گذري رهي آهي. سنڌ خاص ڪري ان جو اتريون حصو عورتن جي حقن جي پائمالي جو جيئرو جاڳندو ثبوت آهي. هر روز اهڙا ڪيترائي ڪيس رپورٽ ٿين ٿا جيڪي قانون ناهيندڙ ۽ ان جي حفاظت ڪندڙ ادارن جي ناڪامي جو جيئرو جاڳندو ثبوت آهن. شڪارپور لڳ رڏيچاءُ ڪندڙ عورت ۽ هڪ پرائمري ماستر جو قتل هجي يا باقراڻي لڳ قتل ٿيل عورت جو معاملو. سنڌ جا حڪمران اهڙن شرمناڪ واقعن ذريعي دنيا کي آخر ڪهڙو پيغام ڏيڻ چاهين ٿا، انهيءَ ۾ انهن جي بيوسي کي ڳڻجي يا سندن خاموشي کي رضامندي تصور ڪيو وڃي. يقينن ٻيو نمبر تاثر حقيقت تي ٻڌل آهي. اهو ممڪن ئي ناهي تہ سرڪار اثرائتا قدم کڻي ۽ ان جا نتيجا نہ نڪري سگهن. پاڪستاني فوج ۽ پوليس وانا ۾ مضبوط ۽ هٿياربند جدوجهد کي چٿي سگهي ٿي، بلوچستان ۾ بلوچ سردارن کي گهرن مان بيدخل ڪري ٻهاڙن ۾ رهڻ تي مجبور ڪري سگهي ٿي تہ اُها سنڌ ۾ پنهنجين مائرن ۽ ڀينرن کي ڪاريون ڪري مارڻ وارن شودن کي انجام تائين چو نٿي پهچائي. چا اسان اهو سمجهڻ ۾ حق بجانب نہ ٿينداسين تہ سنڌ ۾ اهڙي شرمناڪ ڪاروائيءَ جي پويان سنڌ جو وڏيرو تر جو ايس ايچ او ۽ اتان جو چونڊيل ناظم هڪ جيترا ۽ هڪ جهڙا ڏوهاري آهن، انهي مرحلي تي ضرورت انهي ڳالهہ جي آهي تہ اسان سنڌ ۾ ٿيندڙ انهيءَ خونريزيءَ کي سنجيدگيءَ سان عالمي سطح تي کڻي وڃون تہ جيئن انساني حقن لاءِ پتوڙيندڙ

سڌريل ملڪ ۾ ايجنسيون ڪو اثرائتو ڪردار ادا ڪري سگهن. ڇا اها اميد ڪري سگهجي ٿي تہ سنڌ ۾ ماريون ويندڙ بيگناهہ عورتون مختاران مائيءَ وانگي انصاف حاصل ڪري سگهن.

انهي مرحلي تي مان هڪ مثال ڏيڻ چاهيندس، هي ڳالهہ صدر ايوب خان جي دؤر جي آهي. نوشهري فيروز ضلعي جي هڪ ڳوٺ ۾ هڪ همراهہ ماني دير سان ڏيڻ تان پنهنجي زال کي ڏڪ هڻي ماري وڌو ۽ پڪڙجي پيو. ڪيس هليو ڪيس ڦاسي جي سزا آئي. هن کي وڪيل چيو تہ تنهنجي بچڻ جو فقط هڪ ئي رستو آهي تہ تون پنهنجي زال تي ڪارنهن جو الزام هڻ، هن چيو تہ نہ! هو ڪاري ڪانہ هئي، ماني دير سان ڏيڻ تان مون هن کي ماريو آهي، زال کي ڪاري ڪري جيئڻ کان چڱو آهي تہ مان ڦاهي چڙهي وڃان. وڪيل ۽ مٽن مائٽن جي هزار بار سمجهائڻ جي باوجود هو پنهنجي ضد تان نہ لٿو ۽ ڦاهي چڙهي ويو پر پنهنجي بيگناهہ زال کي ڪارنهن جي ٽڪي سان ميرو نہ ڪيائين. هي مثال ڏيڻ مان منهنجو مطلب اهو هرگز ڪونهي تہ هن پنهنجي زال کي ماني دير سان ڏيڻ جي ڪري ماري ڪو چڱو ڪم ڪيو هو هن قتل ڪيو هو ۽ هن کي ڦاهي اچڻ ئي گهرجي ها پر هتي ڳالهہ آهي هن جي ضمير جي جنهن موت کان بچڻ لاءِ زال کي بدنامي جي قبر ۾ دفنائڻ مناسب نہ سمجهيو ۽ قاتل ئي سهي پر هڪ باغيرت انسان جي حيثيت سان موت جي هنج ۾ هليو ويو ۽ اڄ اها سنڌ آهي جتي هر ڏهون شخص پنهنجي پيڻ، ياجائي يا ماءُ کي ڪاري ڪري مارڻ لاءِ سبب ڳولي ٿو. اهي سبب ڏهہ ايڪڙ ٻني يا ڏنڊ ۾ هڪ سڱ کان وڌيڪ ٻي ڪا بہ حقيقت نٿا رکن. عورت جنهن جي وجود سان ڪائنات جا سڀ رنگ مشروط آهن ان جي بيگناهہ خون سان آخر ٻيا ڪهڙا رنگ پيدا ڪيا پيا وڃن ۽ اُهي سنڌ کي ڪهڙو روپ ڏيندا اهو سوال اڄ جي حڪمرانن کي ٻڌڻ ۽ ان جي جواب ڏيڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو.

هن ملڪ جي اصل حڪمرانن جو هڪ عجيب مزاج ۽ عمل رهندو پئي آيو آهي، هڪڙن مسئلن کي ختم ڪرڻ لاءِ هو ٻيا مسئلا پيدا ڪندا آهن مثال طور ڪالاباغ ڊيم جي انتهائي اهم مسئلي کي جيڪو سنڌ جي بقا جو مسئلو آهي ٿڏي ٿائنري ڪرڻ لاءِ پيپلزپارٽي جي چيئرپرسن محترمہ بينظير ڀٽو ۽ سندس ور آصف زرداري خلاف ريڊ وارنٽ جاري ڪرايا آهن، انهي مان هو ڊيم واري معاملي تي پيدا ٿيندڙ ري ايڪشن کي ختم يا ڪنهن حد تائين گهٽ ڪرڻ چاهين ٿا. بلوچستان ۾ ٿيندڙ آپريشن جي شدت کي ڊفيوز ڪرڻ لاءِ باجوڙ ۾ آمريڪي فوجي ڪاروائي کي اسپيس ڏنو ويو اهو انهي ڪري تہ جيئن اصل معاملن تان عوام جو ڌيان هٽي وڃي.

سنڌ ۾ ڀيون عظيم انساني روايتون قائم آهن اتي ڪجهه شرمناڪ دستور پڻ نظر ايندا. سنڌ جون ڀهراڙيون جتي جا نوجوانڙا ڇوڪرن سان دوستي ڪرڻ ۽ ساڻن جنسي رشتا جوڙڻ کي مڙسي جو شرط سمجهندا آهن ۽ پنهنجي زالن کي فقط ماني پچائڻ جي مشين سمجهندا آهن اُتي عشق جي وارداتن جي رونما ٿيڻ وارو امڪان سماج جي رويي طور سامهون ايندو. اهڙي صورتحال کان بچڻ جي لاءِ ڇا اهو ضروري ناهي تہ رات جو ٻارهين وڳي تائين هوٽلن ۾ ويهڻ بجاءِ پنهنجي جوان جماڻ ونين جي اڪيلاين جو خيال رکيو وڃي. مُڇن کي تيل هڻي ٽوپي نراڙ تي رکي پراوا پٽ تڪڻ کان بهتر ناهي تہ پنهنجي ننگ جي اٽين وارن لاءِ تيل لپ وٺجي تہ جيئن ان جا خيال غربت جي آوارگي جي ور نہ چڙهي وڃن.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 2 فيبروري 2006ع)*

## ريحانه، صفيه ۽ ناهيد

# سنڌ جي ڳل تان ڳڙيل ٽي لڙڪ!

ريحانه، صفيه ۽ ناهيد، هي ڪنهن ناول، ڊرامي يا ڪهاڻيءَ جا ڪردار ناهن، پر هي ڪالهه تائين جا اُهي، جيئرا، ساهه کڻندڙ ۽ خواب ڏسندڙ ڪردار هئا جيڪي هاڻي ڪهاڻي به ٿي ويا آهن، افسانو به ته ڊرامو به. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي درگاهه جي ويجهو ۽ مخدو سرور نوح جي مزار پرسان ٽن ڀينرن کي هڪ سرڪاري ڪاليج جي هاسٽل ۾ وٺي وڃي زنده ساڙيو ويو.

اڄ کان تقريباً ڏهه سال اڳ ۾ جڏهن هالا پوليس حيدرآباد جي هڪ نوجوان غفار چانڊيئي کي هڪ ڪوڙي مقابلي ۾ ماري سندس لاش کي پوليس موبائل ۾ گشت ڪرايو هو تڏهن سندس پيڙهي ماءُ پوليس مٿان ڏمرجي ۽ شاهه لطيف مٿان ڪاوڙجي پيئي هُئي. هُن هڪ دفعي پريس ڪلب اڳيان احتجاج ڪندي صحافين کي چيو هو ته، "جڏهن منهنجي بيگناهه پٽ کي پوليس ماريو پئي تڏهن شاهه لطيف ڪٿي هو." گهڻو بعد ۾ جڏهن منهنجي ملاقات ان پيڙهيءَ سان ٿي ته هن چيو هو "ابا! اسان پٽ شاهه تي وڃڻ ئي ڇڏيو!"

پيرن کان پُٽ گهرندڙ عورتن کي اهو حق پهچي ٿو ته اُهي پيرن کان ناراض به ٿين، جيئن پير پُٽ ناهن ڏيندا، ائين پير پُٽن کي بچائي به ناهن سگهندا، پر غفار چانڊيئي جي امڙ اِهو قبولڻ لاءِ اڄ به تيار ناهي. هُو سمجهي ٿي ته جيڪڏهن شاهه لطيف چاهي ها ته سندس پُٽ اِئين بيدرديءَ سان ۽ بيگناهه نه ماريو وڃي ها!

شاهه لطيف تي ميار رکندڙ پيڙهي ته اڻ پڙهيل ۽ مارجي ويل نوجوان پُٽ جي ماءُ آهي. مائرون ته ديوتائن سان به جهيڙينديون آهن. پر ڪنهن دؤر ۾ سنڌ جي هن دؤر جي وڏي شاعر شيخ اياز پڻ سنڌ جي مسئلن جو حل اِنهيءَ ۾ ڳولي لڌو هو ته شاهه عبداللطيف موٽي اچي ته جيئن سنڌي گڏجي ڏاڍن کي ڏاري وجهن. شيخ اياز جي اِها سوچ ڀلي ڪٽي علامتي هُجي، پر مسئلا، تڪليفون، ڏاڍ ۽ ظلم علامتي سوچ ۽ فڪر سان ڪڏهن فتح ٿي سگهيا آهن! اِهو طئه آهي ته ٿيندڙ ڏاڍ ۽ زيادتيءَ کي دعائن، پِڙن ۽ پاراتن سان ڪڏهن به روڪي ناهي سگهبو. اِنهيءَ لاءِ نظر ايندڙ جدوجهد ۽ عمل هيٺ اچي سگهندڙ اُپائن جي ضرورت هوندي آهي. پيرن ۽ فقيرن جي ڌرتي هئڻ جو ڪريڊٽ، سنڌ کي امن جي ڌرتي طور ته متعارف ڪرائڻ کان رهيو پر هاڻوڪين (زوري) زيادتين، قتلن، ڌاڙن، ڦرن ۽ ٻين انيڪ ناانصافين کي

ڏسي ڇا ڪنهن کي به اهو سوچڻ کان روڪي سگهجي ٿو ته سنڌ هن دؤر جي بدترين وحشت جي علامت طور سامهون اچي رهي آهي، جنهن ۾ ڪوڙا پوليس مقابلا، پنگ خاطر اغوائون ۽ ڏينهن ڏٺي روڊن، رستن ۽ بازارن ۾ هنيا ويندڙ ڌاڙا شاهه عبداللطيف، قلندر سچل، سامي ۽ شيخ اياز جي ڌرتيءَ جي سڃاڻپ بڻجي ويا آهن.

سنڌ، آخر ڪهڙو سبب آهي جو سنڌين لڱين نٽي موٽي. هتان جا سماجي معاملا آخر ڪنهن جي هٿن ۾ اچي ويا آهن جو هتان جون حالتون ڏينهون ڏينهن بد کان بدتر ٿينديون وڃن ٿيون، امن امان جو مسئلو هجي يا مهانگائي جو آخر سنڌ ئي ٽارگيٽ تي ڇو آهي! ڇا اهو سوال اسان حڪومت کان ڪريون يا سنڌ جي وصال ڪري ويندڙ شاعرن ۽ بزرگن کان ڪريون!!

سنڌ جو عوام جيڪو پنهنجا مسئلا، ڊي سي اوز ناظمن ۽ وزيرن کا وڏيڪ درگاهن تي بيان ڪندو آهي، اُهي هن وقت ڪهڙي ذهني ڪيفيت مان گذري رهيا آهن، اُن جو اندازو ڪرڻ گهڻو مشڪل به ناهي!

مان ذاتي طور تي هڪ اهڙي ”روحاني“ جماعت ۽ اُن ۾ سرگرم ”عقيدتمندن“ کي سڃاڻان، جن جو خيال آهي ته سنڌ جا سمورا معاملا، پوءِ اهي حڪومتي هُجن، سياسي هُجن يا معاشي، سنڌ جو هڪ (اٺ نوَ سؤ سال اڳ وفات ڪيل) بزرگ طئه ڪندو آهي، يعني ڪامورن جي بدلين کان وٺي وزارتن جي ورڇ تائين سڀئي معاملا سيوهڻ جي سرزمين تي طئه ٿيندا آهن. نه رڳو ايترو بلڪ اُهي پڙهيل لکيل عقيدتمند، جن جو وڏو انگ ماضيءَ ۾ صحافت ۽ سياست جي شعبن سان وابسته هو بيروزگار ۽ پريشان نوجوانن کي اها به صلاح ڏيندا آهن ته هو پنهنجي نوڪري لاءِ تيار ڪيل درخواستون مرشد جي مزار تي رکي اچن، سنڌن دل جون مرادون ضرور پوريون ٿينديون.

اهڙي ئي سنڌ ۾ گذريل ڏينهن ٽن ڀينرن کي هالا جي سروري ڪاليج واري هاسٽل ۾ باهه ڏيئي زندهه ساڙيو ويو آهي.

ريحانه، صفيه ۽ ناهيد، ذات جون ڪير هُيون، ڪنهن جون ڌيئر هيون، ڪنهن ماريون، ڇو ماريون؟ مان انهن سوالن کي پوليس جي ”جانچ“ جو حصو سمجهي پاسي تي رکان ٿو. مان بس ايترو ڄاڻان ٿو ته 21 صديءَ جي ڊجيٽل دؤر ۾ سنڌ زنده ته آهي، پر هُو پنهنجي ڦقڙن ۾ جيڪو ساهه کڻي رهي آهي اُهو ڇوڏنهن سؤ سال پراڻو آهي. ڇوڏنهن سؤ سال اڳ عربستان ۾ نياڻين کي زنده پوريو ويندو هو ۽ اڄ عربن جي ئي هٿان فتح ۽ مسلمان ڪيل سنڌ ۾ نياڻين کي زنده جلايو وڃي ٿو.

وزارت عظميٰ کان محروم رهجي ويل مخدوم امين فهيم جي شهر هالا ۾ سنڌس ئي بزرگن جي نالي تي قائم هاسٽل اندر ٽن معصوم نياڻين کي زنده جلايو

ويو آهي، انهيءَ باهہ جو تاءُ، شاهہ لطيف جي روح کي آيو هجي يا نہ. سنڌ جي معاملن کي هلائيندڙ صديون اڳ وصال ڪندڙ بزرگ محسوس ڪيو هجي يا نہ. هن دؤر جي سيني زنده ضمير ماڻهن شدت سان محسوس ڪيو آهي، پر اها ڪهاڻي رڳو درد محسوس ڪرڻ سان ختم ٿي ويندي؟ هر گز نہ! ايف آءِ آر داخل ڪرائڻ ۽ درد محسوس ڪرڻ ۾ ڪو گهڻو فرق ڪونهي، هڪ احتجاج ٿاڻي تي داخل ڪجي ٿو ۽ هڪ دل اندر ۾ ٻيو احتجاج پڻ لڙڪن ۾ سڏڪن جي صورت ۾ نظر ايندو آهي، پر اصل معاملو آهي انصاف جو. ٽن معصوم ۽ بيگناهہ ڇوڪرين کان زندگيءَ جو حق ڇو ڦريو ويو انهيءَ سوال جي شدت انصاف ملڻ کان اڳ ۾ ڪڏهن بہ ختم ٿيڻ نہ گهرجي.

محترمہ بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ مون ڪالم لکڻ گهڻا گهٽائي ڇڏيا، اخبار پڙهڻ ڇڏي ڏني هئي، ڪيترن ئي ڏينهن تائين ساندهہ روئڻ کان پوءِ، وري نہ روئڻ جو قسم کنيو هو پر گذريل ڏينهن ائين ئي اخبار تي اڇاتري نظر پيئي هُئي، ۽ اِها خبر پڙهڻ لاءِ ملي تہ هالا ۾ ٽن ڀينرن ريحانہ، صفيہ ۽ ناهيد کي ڪنهن زنده ساڙي موت جي هنج ۾ سمهاري ڇڏيو آهي. هي ٽيئي ڀينرون جن کي ماءُ جي هنج مان ٻاهر ايندي اڃا گهڻا سال ڪونہ ٿيا هئا. سندن عمر اڃا بہ گُذرڻ سان کيڏڻ واري هُئي ۽ اهڙي عمر ۾ کين زنده ساڙي ماريو ويو جڏهن فرشتا بہ گناهن جو کاتو ناهن کوليندا!!!

سنڌ جا اديب، شاعر، سياستدان، صحافي ۽ دانشور (جيڪڏهن آهن تہ) انهيءَ حادثي کي هڪ ڪالم، هڪ مذمتي بيان، هڪ قرارداد ۽ هڪ اڌ نثري نظم سان هڪڪرو ڪري وري پنهنجي روزگار سان لڳي ويندا. سندن قتل جي ايف آءِ آر هالا جي ٿاڻي ۾ مؤجود رڪارڊ روم جو حصو بنجي ويندي ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ دنيا سڙي فوت ٿيل ٽنهي ڀينرن جي نالن سميت ساڻن پيش آيل حادثي کي بہ وساري ويهندي! ويسر، جيڪا سنڌ جي قومي بيماري آهي، هالا جي ٽن بيگناهہ ڀينرن جي موت کي بہ ڳِڙڪائي ويندي، انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ هئڻ گهرجي.

اسان هيل تائين اها ڪهڙي زيادتي آهي جيڪا نہ وساري هجي، سنڌ سان ٿيندڙ نا انصافيون ڇا اسان کان وسري ناهن ويون؟ اسي ۽ نوي واري ڏهاڪي ۾ ٿيندڙ سنڌين جي گڏيل فرقيوارانڻي قتل کي ڇا اسان ناهي وساري ڇڏيو ڇا اسان پوري ڀٽي خاندان جي شهادت کي وسارڻ ۽ فراموش ڪرڻ واري مرحلي مان ناهيون گذري رهيا؟! ۽ ڇا پڪ آهي تہ سياڻي آمي ۽ ڦاپيءَ واري سانحي جيان، ريحانہ، صفيہ ۽ ناهيد وارو واقعو بہ اسان کان وسري وڃي!

هن وقت سنڌ جي سماجي صورت اهڙي جُڙي چڪي آهي، جنهن جو بيان شرم کي پاسي تي رکي نٿو ڪري سگهجي. اهو دؤر ويو جڏهن پاڻ کي سنڌي

سڏائيندي اسان پنهنجي آواز جي پڄ وڏائي ڇڏيندا هئاسين. هاڻي ائين ڪندي اسان هيڏانهن هوڏانهن ڏسون ٿا بلڪل ائين جيئن اشراف ماڻهو ڀِڙيون پيرو گار ڏيندي شرمائيندو آهي. اِنهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه هئڻ گهرجي ته اسان سنڌي آهيون، هزارن سالن کان شڪستون کائيندڙ رڙيون ڪندڙ سنڌي، جن جي قدامت پلي غير مشڪوڪ هُجي پر انصاف پسندي اڄ به سواليه نشان بڻيل آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي پيدا ڪري، دنيا تي ٿورو ٿڦيندڙ شيخ اياز ذوالفقار علي ڀٽي، جي ايم سيد ۽ شهيد بينظير واري سنڌ جو هڪڙو رُخ اِهو به آهي جيڪو اسان ويجهي ماضيءَ ۾ ڏٺو آهي ۽ اڄا به ڏسي رهيا آهيون. ننڍين وڏن شهرن ۾ فقيرن جي لوڊ پيدا ٿي رهي آهي، بيروزگاري ماڻهن جي رڳن ۾ لهي آئي آهي ۽ انهيءَ تماشي سان گڏ روز سنڌ جي ڪيترن ئي علائقن مان عورتن ۽ ٻارن سا ڏاڍائيءَ جا واقعا رپورٽ ٿي رهيا آهن. اِهو سڀ تڏهن ٿي رهيو آهي، جڏهن سنڌ جي ووٽ سان ملڪ ۾ هڪ وڏي (نظر نه ايندڙ) تبديلي آئي آهي. روزگار جي واعدي، امن امان جي بحالي ۽ مهانگائي فتح ڪرڻ واري پڪ پڪائي ۽ محترمه جي شهادت کان پوءِ سنڌ توڙي پوري ملڪ جي ماڻهن جرنيلن ۽ سنڌن حامين کي ووٽ جي سگهه سان روڪي ڇڏيو پر پر ووٽ وٺي ايوانن تائين پهچندڙ وڏيرا اڄا به صدر مشرف جي ڪرسيءَ کي ڪلهو ڏيو بيٺا آهن، سنڌن مجبوريون اسان ته سمجهون ٿا پر محترمه جي ناحق خون کي سنڌن مجبورين سان برابر ڪري سگهجي ٿو؟ مان سمجهان ٿو ته هرگز نه! مون کي هن وقت، جيڪب آباد ضلعي جو هڪ اهڙو ايس ايڇ او ياد ٿو اچي جنهن پنهنجي نوڪري جي پوري عرصي ۾ خون لوڙهڻ لاءِ ڪڏهن به رشوت نه ورتي. هو چوندو هو، چوري چڪاري تي رشوت وٺڻ ڏوهه ناهي (سندس چوڻ موجب) مگر پئسا وٺي ڪنهن جو خون لوڙهڻ گناهه جو بدترين نمونو آهي. ڇا اسين اهڙي اميد هالا ٿاڻي جي ايس ايڇ او ۽ مٽياري ضلعي جي ڊي پي او کان رکي سگهون ٿا ته هُو ريحانه، صفيه ۽ ناهيد جي خون کي لوڙهڻ نه ڏين ۽ پنهنجي ڪيريئر ۾ ڀِڙيون دفعو ئي، اِهو ثابت ڪن ته بيگناهه جو خون ڪڏهن به لڙهي نٿو سگهي.

هن ڪالم جي ڇپجڻ تائين، هالا ۾ زنده ساڙيل ٽنهي ڀينرن، ريحانه، صفيه ۽ ناهيد جون قبرون اڄا سُڪيون به ڪونه هونديون! ايتري دير ۾ فقط ڪنوار جي هٿن تي لڳل ميندي ئي سڪي سگهندي آهي، تڏهن ڇا اسان هن جمهوري حڪومت ما اُميد رکي سگهون ٿا ته اُها هالا جي ٽن معصوم ۽ بيگناهه ڀينرن جي ناحق خون ۾ ملوث ڪردارن کي پنهنجي انجام تي پهچائي! ٻي صورت ۾ اِهو گهٽ ممڪن آهي ته اِهي ٽيئي شهيد ڀينرون، ٻين بيشمار ڇوڪرين جيان لڙڪ بڻجي سنڌ جي ڳل تان ڳڙي ناانصافي جي زمين ۾ جذب ٿي وڃن!!

*(روزانه "عبرت" حيدرآباد 8 مئي 2008ع)*

## معصوم سانگهڙائي

# هڪ شخص جيڪو خواب هو

شعور ۾ لکڻ واري ٽيهن سالن جي ڄمار ۾ مون لاءِ ڪڏهن بہ ۽ ڪجهہ بہ لکڻ ايترو مشڪل هرگز نہ رهيو آهي، جيترو پنهنجي پياري ۽ عزيز ترين دوست معصوم سانگهڙائيءَ جي وفات تي سندس ذات متان لکڻ ڏکيو لڳو اٿم. انهيءَ ڏکيائي ۾ يقيناً انهيءَ درد جو وڏو عمل دخل آهي، جنهن هر طرح سان منهنجي وجود جي سمورن سَنڌن کي هنڌائتو ڏڪ هڻي اکوڙي ڇڏيو ۽ احساسن جي اظهار واري قوت کي سخت متاثر ڪيو. ايئن نہ آهي تہ ڪو معصوم جي درد کان علاوه ٻيو ڪو درد دل کي ميسر نہ هو پر معصوم جي وڇوڙي سڀئي ليکا چوڪا پورا ڪري ڇڏيا. اهو ئي سبب هو جو سندس وفات جي ڇهن مهينن گذرڻ کان پوءِ بہ هي جسو جاءِ تي آيو ئي نہ پئي، جو پنهنجي غم ۾ مٺي معصوم جي سحر انگيز شخصيت کي ويچاري ۾ اظهاري سگهان.

معصوم ڪنهن فرد جو نالو نہ هو. ڪنهن ذات ۾ ڪردار جي سڃاڻپ ڪانہ هئي، ڪو شعري تخلص ڪونہ هو بلڪ هي هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي هڪڙي ننڍڙي خصلت هئي، جنهن جي حوالي سان اسان هڪ اهڙي شخص سان ملي پئي سگهياسين، جنهن جو وجود اهڙين ٻين هزارين خوبين سان ٽمٽار هو جن جو احاطو ڪرڻ منهنجي ادراڪ، شعور ۽ ذات جي وس ۾ نہ آهي. ها البتہ ايترو ضرور آهي تہ سندس دوستيءَ جي ڇانوَ ۾ رهنديءَ مون کي ڪڏهن بہ ذهني غربت جو احساس نہ ٿيو بلڪ ٽيهن سالن واري دوستيءَ واري عرصي ۾ مون سدائين پاڻ کي فقط انهيءَ ڪارڻ ذهني طور تونگر ۽ خوشنصيب تصور ڪيو جو سماج ۾ مون کي اهو اعزاز حاصل هو تہ مان معصوم جو دوست مڃيو ويندو هئس ۽ انهيءَ نسبت سان مون کي سماج ۾ جيڪا عزت، اوليت ۽ رعايت حاصل هئي، انهيءَ جو اندازو مون کان وڌيڪ ٻيو ڪير ٿو ڪري سگهي!

اهو تمام گهٽ ٿيندو آهي تہ ڪو شخص پنهنجي هم عصر کان ڪجهہ سکي يا پرائي سگهي، ماڻهو اڪثر پنهنجي بزرگن ۽ وڏڙن کان دنياداريءَ جا راز رموز سکندا آهن پر جيستائين منهنجي ذات جو تعلق آهي تہ مون پنهنجي دوست ۽ هڪ جيڏيءَ يعني سائين معصوم کان گهڻو ڪجهہ پرايو ۽ سکيو اهو فقط منهنجي ذات سان ئي نہ بلڪ مون جهڙا ٻيا سوين ماڻهو جيڪي سائين معصوم

جا هم عمر ۽ اڪثر ڪانئس عمر ۾ وڏا هئا. سندن شخصيت مان گهڻو ڪجهه پرايو ۽ حاصل ڪيو. معصوم کي اها ذهانت ۽ سماجي اعليٰ رتبو ورثي ۾ مليو هو جنهن خاندان سان تعلق ۾ هو. انهيءَ فقير خاندان حياتيءَ جا انتهائي تلخ تجربا ۽ لاها چاڙها ڏٺا هئا. جن جو عڪس ۽ ڪرب سائين معصوم جي ذات ۾ بدرجءِ اُتم موجود هو جنهن جي نتيجي ۾ سندس ذات هڪ انتهائي مناسب تڪ تور تي لٿل هئي. جنهن ۾ اعليٰ انساني قدر بہ سمايل هئا تہ مڪمل سماجي شعور بہ. خانداني معاملن تي سنجيدہ نظر بہ هئي تہ دل ۾ غريب پروري پڻ مؤجزن هئي. سياسي ادراڪ بہ رکيائين ٿي تہ اشتراڪي سوچ ۽ عمل سان پڻ سرشار هو ثقافت جي اهميت بہ ڄاڻائين پئي تہ ادب سان پڻ واڳيل هو روايتن جي پاسداري بہ ڪندو هو تہ جدت جي ضرورت کان بہ باخبر هو حُسن جي ڪمال سان گڏ زندگيءَ جي بي ثباتيءَ کان پڻ آگاهہ هو رشتن جي قدرن ۽ تقدس ۾ حساس رهندو هو تہ ساڳئي وقت پيچ ڏاهہ واري هن سماج جي مسيحائيءَ لاءِ هڪ دردمند دل سان نجات جا رستا بہ ڳوليندو هو. سوچ ۾ معتدل ۽ عمل ۾ پُرجوش رهندڙ اسان جي قافلي مان وڇڙي ويندڙ هي دوست زندگيءَ جي مڪمل شعور ۽ حياتيءَ سان محبت ۽ انصاف ڪندڙ روين جو مالڪ هو. جنهن جي ذات ايترين خوبين ۽ خصلتن سان پرپور هجي، اهڙي املهہ موتي تي لکڻ ۽ انصاف ڪرڻ بنهہ گهڻو مشڪل آهي پر متس ڪجهہ نہ لکڻ اُن کان بہ وڌيڪ مشڪل ۽ ناانصافيءَ ۾ شمار ٿيندو.

مون کي چڱيءَ طرح ياد نہ آهي تہ منهنجي ساڻس پهرين ملاقات ڪڏهن ٿي پر ايتري پڪ ضرور آهي تہ اُهو سانگهڙ هاءِ اسڪول ۾ شاگرديءَ وارو زمانو هو جڏهن مان اُتي ڇهين درجي ۾ داخل ٿيو هئس. هو هڪ درجو مون کان سينيئر هو پنهنجي هاڻي ڪاٺيءَ ۾ انتهائي نمايان ۽ خوبصورت هوندو هو. اسڪول سطح تي ٿيندڙ هر مشغولي ۾ اڳيان اڳيان هجڻ سندس مزاج ۾ شامل هو اُنهن ئي ڏينهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن هن ٻارن جي تنظيم "ٻارڙن جي دنيا" جو بنياد وڌو ۽ انهيءَ پليٽ فارم تان ٻارن واسطي هڪ رسالو پڌرو ڪيو جنهن انهيءَ وقت ۾ ٻاراڻي ادب جي حوالي سان وڏي مڃتا ماڻي. انهن ئي ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن سانگهڙ جهڙي شعوري طور پوئتي پيل شهر ۾ معصوم پنهنجن دوستن جي سٿ سان علمي ۽ ادبي سرگرميون شروع ڪيون. جن جي نتيجي ۾ مون سميت پيا بہ ڪيترائي نوجوان سماجي بي راهہ روين کان بچي ويا ۽ ادب جي پناهہ گاهہ ۾ سدائين لاءِ محفوظ ٿيا. انهيءَ سموري سفر ۾ معصوم جو ڪردار مرڪزي ۽ نمايان رهيو نہ تہ ادبي گڏجاڻين ۾ ٿيندڙ تيز تکي ۽ چِٽي تنقيد گهڻن کان لکڻ ڇڏائي ڏئي ها. سندس اهڙي تعميري سوچ کي سائين الھ ورائي ڀهڻ جو وڏو سهارو حاصل هو جيڪو پڻ نون ۽ نوجوان لکندڙن جي حوصلي وڌائڻ ۾ سائين معصوم سان هر

محاذ تي گڏ هوندو هو. تڏهن سانگهڙ ۾ موجود ادبي طور سرگرم دوستن ۾ سائين الهہ ورايو بھڻ، شهيد آفتاب نظاماڻي، ميوو خان مؤج لغاري، مخمور ٿهيم، اداسي ٿهيم، ساگر ناريجو قلندر بخاري، عاشق اپپوري، ڏيوَن ڪمار ياد لغاري، ڪيهربلوچ، عاجز منگي، اسحاق مگريو بخشڻ مهراڻوي، راقم الحروف (عزيز گوپانگ)، رشيد آدرش، مير ضيغم تالپر ۽ معصوم هالائي جا نالا قابل ذڪر آهن. جن جي ادبي گڏجاڻين ۾ ڪجهہ وقت سائين منير سولنگي پڻ شامل رهيو جڏهن هو سانگهڙ هاءِ اسڪول ۾ استاد ٿي آيا. جنهن معصوم سميت اسان سڀني کي ادبي سرگرمين لاءِ گهڻو ئي اُتساهيو ۽ لکڻ پڙهڻ واري ماحول کي سازگار بڻايو. سائين الهہ ورايو بھڻ اُهو شخص آهي جنهن جي مانيٽي ۽ پيار ڪندڙ شخصيت جي ڪري، معصوم ۽ اُن جي دوستن کي ڪُليل ۽ وڏيڪ سازگار ماحول ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو ماضيءَ جي انهيءَ انوکي قافلي ۾ شهيد آفتاب نظاماڻيءَ جون ڪوششون ڪڏهن بہ وساري نہ ٿيون سگهجن. جنهن کي گهڻو بعد ۾ حيدرآباد ۾ لساني دهشتگردن شهيد ڪري ڇڏيو.

80ع جي شروعاتي دؤر ۾ اهو جاڳرتا وارو سفر ڪجهہ عرصي لاءِ تڏهن رُڪجي ويو جڏهن ضياءُ الحق واري انڊوڪار ۾ سندس ڏاڍ جي خلاف وڙهندڙ نوجوانن ۾ معصوم بہ شامل ٿيو ۽ اڳين مورچن تي وڙهڻ ويو انهيءَ جدوجهد دؤران جڏهن نوابشاهہ جي پي. ايم. سي ڪاليج ۾ شيرين سومرو وارو واقعو پيش آيو تہ سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن پلاند جي صورت ۾ سرڪار کي ٽڪرُو ئي جواب ڏنو جنهن ۾ ڪجهہ گرفتاريون عمل ۾ آيون. گرفتار شاگردن ۾ علي حيدر شاهہ سميت ڪجهہ بيا شاگرد گرفتار ٿيا. اُنهن ۾ معصوم بہ شامل هو ۽ اهڙيءَ طرح معصوم سخت مارشل لاءَ واري دؤر ۾ جيل جي سختين ۽ فوجي ڏاڍ جو شڪار بڻيو. جنهن جو بعد ۾ سمورو اثر ظاهر ٿيو.

جيل مان موٽڻ کانپوءِ معصوم پنهنجي فڪر، انقلابي سوچ ۽ تبديليءَ جي تمنا کي هڪ دفعو ٻيهر ادبي دنيا ۾ وٺي آيو ۽ سانگهڙ جي هڪ وڏي ڇڙواڳ نسل کي فضوليات مان باهر ڪڍي قومي تعمير ۽ ترقي ۾ مصروف ڪرڻ لڳو. انهيءَ عمل ۾ ساڻس جن دوستن جو ساٿ رهيو اُنهن جا نالا اظهاري چڪو آهيان. جيڪي سندس دوست بہ هئا تہ معترف بہ. گهڻ گهُرا بہ هئا تہ پيار ڪندڙ بہ ۽ اهڙيءَ طرح سانگهڙ جي ڌرتي معصوم جي دم سان گيت سنگيت ۽ شعر و ادب جو ڳڙهہ ۽ مرڪز بڻجي وئي. اهو سلسلو گهڻي وقت تائين جيئن جو تيئن هلندو رهيو ۽ جڏهن سانگهڙ کان جهول هليو ويو ۽ اُتي ئي رهائش اختيار ڪيائين تہ جهول کي پڻ هڪ ننڍڙو سانگهڙ بنائي ڇڏيائين. ساڳيا رنگ، ساڳيا روپ، ساڳيا علمي ادبي ميڙ ۽ چوٻول جيئن جو تيئن جاري رهيا پر هڪڙو وقت اهڙو بہ آيو جڏهن نہ

رڳو سانگهڙ بلڪ سموري سنڌ جي نوجوان ۽ تخليقي ذهن کي ضياءُ الحق جي طويل مارشل لاءَ ٿڪائي ۽ مايوس ڪري ڇڏيو هو اها ذهني ويراڳي جڏهن معصوم تائين پهتي تہ لکڻ پڙهڻ وارو سلسلو عارضي طور تي منقطع ٿي ويو گهڻا ئي اديب ۽ شاعر خاموشيءَ جي چادر وجهي ويهي رهيا. اهڙيءَ صورتحال سائين معصوم کي سخت ذهني ڪرب ۾ مبتلا ڪيو انهيءَ نراسائيءَ واري ڪيفيت مان نڪرڻ لاءِ هڪ دفعي سائين مون وٽ حيدرآباد آيو اچي نڪتو ۽ صلاح ڏنائين تہ ڇو نہ ناٽڪ ۽ ڊرامي جي ذريعي سنڌ ۾ جاڳرتا ۽ شعور جي سفر کي جاري رکجي. نہ چاهيندي بہ مون ۾ همت نہ هئي تہ ڪيس انڪار ڪريان ۽ مون هاڪار ۾ جواب ڏنو پوءِ ڇا هو هڪ عجيب هلچل شروع ٿي وئي. سانگهڙ توڙي حيدرآباد ضلعي جي هر ننڍي وڏي ڳوٺ ۾ ناٽڪ اسٽيج ڪرڻ لڳاسين. ان سلسلي ۾ ”پريم ناٽڪ سنگيت“ جي پليٽ فارم تان لڳ ڀڳ هڪ درجن ڊراما ڪري وياسين. انهيءَ سموري سفر ۾ معصوم کي ڪافي مالي نقصان پڻ ٿيو پر عمل ۽ تحرڪ ۾ يقين رکندڙ هن اٿموت مڙس ڪڏهن مايوسيءَ جي ڳالهہ نہ ڪئي ۽ مسلسل جدوجهد ڪندو رهيو. ڊرامن واري انهيءَ دؤر ۾ سندس دوستي هڪ اهڙي شخص سان ٿي ، جنهن کي سمورو سانگهڙ مست مقيم شاهہ جي نالي سان سڃاڻيندو هو. اُهو مقيم شاهہ جيڪو هر مسئلي جو حل جهيڙي ۽ فساد ۾ ڳولي لهندو هو سو معصوم جي سنگت ۾ پڇي اهڙو راس ٿيو جيڪو پاڻ سون بڻجي ويو. اُهو معاملو فقط مقيم شاهہ سان لاڳو نہ هو پر جيڪو بہ هن فقير منش ماڻهوءَ جي صحبت ۾ شامل ٿيو اُهو پاڻ اُن جي رنگ ۾ رڱجي پارس بڻجي ويو. مختار منصور ملوڪاڻي پڻ سندس انهن ئي ڏينهن جو دوست هو. جنهن پڻ مقيم شاهہ وانگر آخري وقت تائين سندس ساٿ ڏنو.

سائين معصوم جي زندگيءَ جا اُهي سال انتهائي جادوئي ۽ سحر انگيز سال هئا. جيڪي هن نوڪريءَ دؤران پيرومل ۾ گذاريا. مون سانگهڙ ضلعي جي هن ننڍڙي شهر ۾ جيئن سائين معصوم کي ڏٺو سو منهنجي حياتيءَ جو هڪ عجيب ۽ انوکو تجربو هو. ماڻهو سندس پرستش جي حد تائين عزت ڪندا هئا. هو بس تان لهي اسڪول اچڻ واري ڏهن منٽن جي مفاصلي کي هڪ ڪلاڪ ۾ ڪڏهن اُن کان بہ وڌيڪ وقت ۾ طئہ ڪري سگهندو هو. رستي تي ماڻهن جا هجوم هوندا هئا. جيڪي ساڻس ملڻ لاءِ دڪانن، هوٽلن ۽ مانڊڻين تان جوڪ در جوڪ اُٿي ڪيس نوڙي اچي هٿ ڏيندا هئا. مون کي معصوم اُن وقت ڪو اوتار لڳندو هو جنهن سان ماڻهو انهيءَ حد تائين محبت ڪندا هئا ۽ هو هر ملڻ واري ماڻهوءَ کي، پوءِ اُهو ڪهڙي بہ ذات پات جو هجي ڳرانڙي پائي ملندو هو. مانُ ۽ مرتبي جي انهيءَ بلند مقام تي مون فقط ۽ فقط معصوم کي ڏٺو هو ۽ جڏهن بہ اسان ساڻس گڏ هوندا

هئاسين ۽ ماڻهن جا نہ ڪُٽنديڙ قافلا ساڻس ملڻ ايندا هئا تہ هر ماڻهوءَ کي اُتي پيار وچان ياڪر پائي ملندو هو. سندس انهيءَ عمل تي اسان کي بہ بار بار اُٽڪو پوندو هو. جنهن تي مان اڪثر پنهنجي خفگيءَ جو اظهار پڻ ڪندو هئس ۽ هو مُرڪي ڳالهہ کي عزت ڀرئي انداز سان موٽائي ڏيندو هو.

راندين جي ضلعي آفيسر ٽيڻ کان پوءِ جڏهن سائين پيرومل ڇڏيو تہ سڄو پيرومل شهر يتيم بار جيان ٻڻجي ويو ۽ جنهن جي هر گهٽي ويڳاڻي ٻڻجي وئي. پيرومل وارو دؤر فڪري طور تي سندس صوفياڻي مزاج جي عروج وارو دؤر هو جڏهن هن حقيقي عشق کي مجاز ۾ ڳولي لڌو ۽ بابا بُلهي شاهہ سان هم ڪلام ٿيو. انهيءَ سموري عزت ڀري زندگيءَ ۾ ڪوبہ اهڙو لمحو يا گهڙي ڪونہ آئي جڏهن سائين معصوم مايوس يا اخلاقي طور تي پنهنجي ضمير اڳيان جوابدار بڻيو هجي ۽ انهيءَ ڀرپور ۽ شاهڪار دلفريب ۽ سحر انگيز زندگيءَ کان مايوسيءَ جو تہ سائين تصور بہ نہ پيو ڪري سگهي. دنيا ۾ ڪو بہ اهڙو موضوع نہ هو جنهن تي سائين دليلن سان ڳالهائي نہ سگهندو هجي، اهڙي محبت سوچ يا تخليق نہ هئي جيڪا سندس دسترس کان ٻاهر هجي، دوست ۽ ساٿي بہ هر دم، هر وقت سندس چئي ۾ هئا پر سندس 42 سالن جي زندگيءَ ۾ هڪ شيءِ ساڻس دوکو ڪيو ۽ اُها سندس ٿي دل هئي.

مان سائين معصوم جي پُٽن فقير صابر حُسين، فقير منصور، سندس ڀائرن فقير علي بخش، فقير غلام رسول، فقير غلام نبي، فقير غلام مصطفيٰ، سندس گهر جي سيني ڀاتين، سيني دوستن ۽ سموري سنڌ سان، سائين معصوم جي وفات تي تعزيت ڪريان ٿو ۽ دعا ٿو ڪريان تہ شال سائينءَ جي ياد مرڻ گهڙيءَ تائين مون سان گڏ رهي. (آمين)

*(پندرهن روزه "عبرت مئگزين"، 1 مارچ 2003ع)*

## ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ

# ٿِمو مَ نيڻاهَ! تہ پيرُ نِهارِيان پرينءَ جو!

هي اوڻيهہ سؤ ٻٽيهہ جو سال آهي، ڪنڊياريءِ ضلعي نوشهري فيروز (تڏهوڪو نوابشاهہ) جي ويجهو هڪ مالوند شخص حاجي خان گوپانگ جي گهر ۾ هڪ ننڍڙو ٻار جنم وٺي ٿو پائرن ۽ ڀينرن ۾ هن جو پنجون نمبر آهي، ماءُ پيءُ سندس نالو صالح رکيو ۽ قدرت واقعي بہ هُن کي صالح بڻايو.

حاجي خان گوپانگ کي ڪُل اِٺن ٻارن جو اولاد ٿيو هڪ نياڻي ۽ ست پُٽ. ست پُٽيتي ٿيڻ واري دعا جي نتيجي ۾ ٽڙندڙ گُلن کي پنهنجا رنگ ۽ پنهنجي خوشبو نصيب ٿي، مگر جيڪو منجهن گلاب ٿي ڪڙيو اُهو محمد صالح ئي هُيو. جنهن پنهنجي محنت، ناموس ۽ شرافت جي اهڙي تہ هبڪار چوڌس ڦهلائي جو اُن جي سحر ۾ هڪ زمانو قيد ٿيو.

ڪنهن ٻئي کي خبر هُجي يا نہ هُجي، سندس مردم شناس والد کي منجهس لڪل صلاحيتن جو چڱي ريت ادراڪ هُيو. هُن جاتو پئي تہ سندس رمزون لڪل آهي، هُن کي اهو اندازو ٿي چڪو هو تہ صدين کان مسڪيني ۽ بي وسيءَ جا ويڙ سهندڙ سندس خاندان جو پرجهلو فقط محمد صالح ئي ثابت ٿيندو اِهو ئي سبب هُيو جو هُن پنهنجي پيار ۽ محبتن جا سيئي اورانيا، پنهنجي هن پٽ کي ئي ارپيا ۽ هُن جي تعليم ۽ تربيت جو مناسب بندوبست ڪيو. محمد صالح جڏهن هوش سنڀاليو تہ کيس پنهنجن پائرن سان گڏ ڳوٺ جي ويجهو ئي هڪ ننڍڙي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. غريبيءَ جي ديوار هميشہ تعليم جا رستا روڪيا آهن، تنهن هوندي بہ حاجي خان پنهنجي پُٽن جي تعليم واسطي وسان ڪين گهٽايو. سُوائون مينهون کپائڻ کان وٺي خواب گروي ڪرڻ تائين هُن هر اُهو جتن ڪيو جيڪو هن جي وس ۾ هو انهيءَ دوران هن پنهنجن مائٽن جا طعنا بہ برداشت ڪيا ۽ معاشي تڪليفون بہ سٺيون پر پنهنجي ارادي تي اٽل رهيو. تعليم جي اهميت جو اندازو کيس ڪنهن ڏياريو هو ڪجهہ يقين سان نٿو چئي سگهجي پر ايترو اندازو ضرور لڳائي سگهجي ٿو تہ وڏيرن جي اوطاقن تي ٿيندڙ هارين جي تذليل ۽ هندو سيٺين جي روز روز جي مهڻن ئي کيس اهو شعور ڏنو هوندو تہ تعليم جي هٿيار سان ئي ذلتن جا بند ٻڌي سگهجن ٿا. اهڙي شعور ۽ سمجهہ اچڻ کان پوءِ ئي حاجي خان سؤ مخالفتون هجڻ جي باوجود، پنهنجن پُٽن کي پڙهائڻ جو فيصلو ڪيو.

سندس اهڙي فيصلي جي نتيجي ۾ پائر ۽ پيا مائٽ سندس شروع کان ئي مخالف رهيا. سندن چوڻ هو تہ اسان جا ڪهڙا ابا ڏاڏا پڙهيا آهن جو تنهنجا پُٽ پڙهي پٽڪو ٻڌندا! شايد هنن نہ پئي ڄاتو تہ پڙهڻ سان رڳو پٽڪا ناهن ٻڌبا، پٽڪا بچائبا بہ آهن. سو اهڙي طرح هُو پنهنجن پٽن کي پڙهائڻ واري هوڏ تان نہ لٿو ۽ سندس معصوم پُٽ هٿن ۾ پٽيون پڪڙي، اگهاڙن پيرن سان، ننڍڙي قافلي جي صورت ۾ اسڪول وڃڻ لڳا. تعليم ڏانهن انهيءَ ننڍڙي قافلي جو سفر جاري رهيو غربت، موسمن جي بي رحمي ۽ ماسترن جي مار ٻارن جو پڙهڻ تان ارواح ڪٽائڻ لاءِ ڪافي هوندي آهي. انهن ننڍڙن ٻارن سان پڻ اهو ئي ٿيو. اسڪول ڏانهن وڃڻ وارو سندن ساٿ گهٽجو گڏ نہ هلي سگهيو ڪنهن پهرئين درجي ۾ پڙهڻ ڇڏيو ڪنهن ٻئي ۾، ڪنهن پنجين درجي ۾ تہ ڪنهن فائنل پڙهي بس ڪئي، مگر منجهن هڪ اهڙو ٻارڙو بہ هو جنهن هٿ ۾ کنيل ڪتاب اُن وقت تائين پاڻ کان پري نہ ڪيو، جيستائين سندس هٿن ۾ ڪتاب کڻڻ جي سگهہ باقي هُئي ۽ اُهو محمد صالح ئي هُيو!

محمد صالح جيڪو نہ رڳو پنهنجي پيءُ جو دادلو هو پر قسمت بہ سندس انگل کڻندي هئي ۽ قدرت بہ مٿس مهربان هئي، ست درجا (جيڪي اڳ ۾ فائنل چوائيندا هئا) پاس ڪري هُن پنهنجي ڪيريئر جي شروعات پرائمري استاد طور ڪئي ۽ پنهنجي پڙهائيءَ جو سلسلو بہ جاري رکيائين. هُن کي خبر هئي تہ زندگيءَ جي ڏيئي ۾ جيڪڏهن علم جو تيل وجهبو تہ اُن ڏيئي کي موت ۽ گمنامي جا طوفان بہ اُجهائي نٿا سگهن ۽ هُن اِهو ثابت ڪري بہ ڏيکاريو.

پرائمري استاد هجڻ جي دوران سندس واسطو اُن وقت جي نالي واري تعليم دان ۽ پنهنجي آفيسر رحيم بخش سُرهيي مرحوم سان ٿيو جنهن کيس انگريزي پڙهڻ جو شوق ڏياريو مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ سندس مقرري بطور بيٽ آفيسر جي ٿي، جنهن کي اڄ ڪلهہ سپروائيزر جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. اُن وقت بيٽ آفيسر جي ڪم جو دائرو ۽ سماجي حيثيت، اڄوڪي سپروائيزر کان گهڻو مٿاهين هُئي، تڏهن صاحب سڏيا ويندڙ اُن وقت جا بيٽ آفيسر ٻارن جا امتحان وٺندا هئا. اُنهن کي امتحان ۾ وڃهندا ڪونہ هئا. محمد صالح گوپانگ جو شمار پڻ اهڙن بيٽ آفيسرن ۾ ٿيڻ لڳو هُو رڳو اسڪولن جو صاحب نہ، صاحبِ دل پڻ هو. سندس سيني ۾ هڪ اهڙي دل ڌڙڪي رهي هُئي جنهن ۾ علم ۽ محبت جا چشما هڪ ئي وقت ڦٽي نڪتا هئا. هوندن بہ محبت کان سواءِ علم جو حصول ڪوڙا ۽ اکر سکڻ جو سبب تہ بنجي ٿو پر دل ۾ درد، دلبري ۽ دلگيريءَ جو ٻج نٿو ڇٽي، هُو جيئن جيئن علم پرائيندو ويو سندس اندر جو انسان درد ۽ دلگيريءَ جو روپ ڌاري وڏي وڻ ٿيڻ لڳو سندس دل ۾ پيدا ٿيندڙ اهو درد پنهنجن اباڻن جي جهرندڙ اجهن جي باري ۾

هو جن جون جوانيون وڏيرن جي بيلپي ۾ گذرنديون هيون. اِهو درد انهيءَ ٻيءَ جي باري ۾ هو جنهن جي تلهڙ جهڙي سڏي چيلهه سموري خاندان جو معاشي بار کڻي کٽي هاٺي انگريزي الفابيٽ جي اکر ”سي“ وانگر ڇٻي ٿي چڪي هئي. انهيءَ درد جي شدت محسوس ڪندي هُن ڳوٺ جي سيني ٻارن کي پڙهائڻ واري ذميواري پنهنجن ڪلهن تي کنئي ۽ پنهنجي والد جي خوابن کي سرزمين ڏيڻ لاءِ ڏينهن رات هڪ ڪري محنت ڪرڻ لڳو. انهيءَ محنت ۽ جفاڪشيءَ جي دؤر ۾ ئي سندس بدلي سانگهڙ تي آئي. هڪ سينيئر انگريزي استاد جي حيثيت سان، اُن وقت تائين هُو بي اي، بي ٽي، ايم ايڊ، ايم اي سنڌي ۽ ايم اي انگريزي جا امتحان پاس ڪري چڪو هو.

سانگهڙ اچڻ کان پوءِ هُن اُتي پنهنجو هڪ غريباڻو اجهو بہ ٺهرايو. هُن چاهيو پئي تہ ڳوٺ مان پنج درجا پاس ڪرڻ کان پوءِ اُتي جا ٻار وڌيڪ تعليم پرائي سگهن. اِهو خيال دل ۾ ڌاري هُن ڳوٺ جا ڏيڍ درجن کان وڌيڪ ٻار سانگهڙ گهرائي ورتا ۽ اُنهن کي پنهنجي گهر ۾ رهائي تعليم ڏيارڻ لڳو. اُهي ٻارڙا، سندس ڀائٽيا، ڀاڻج ۽ ٻيا ويجهڙا عزيز هُئا. جن کي هُن نہ رڳو پاڻ وٽ رهائي پڙهايو پئي، بلڪ سندن اهڙي طرح خيال رکندو هو جنهن جو هن وقت تصور ڪرڻ بہ مشڪل آهي. انهيءَ نيڪ ڪم ۾ سندس گهرواري ۽ ننڍي ڀاءُ بنگل خان وڏو ڪردار ادا ڪيو جنهن لاءِ هُو سموري زندگي سندن معترف رهيو.

اوڻيهہ سؤ ٻاهتر ـ ٽيهتر دؤران هِن ڪميشن جو امتحان پاس ڪيو ۽ سترهين گريڊ ۾ ليڪچرار طور بي ٽي ڪاليج سکر ۾ مقرر ٿيو. سانگهڙ ڇڏڻ وقت هُو گهڻو ڏکارو هو جو اُن وقت سندس پيرن ۾ ماڻهن جي محبتن جون سنگهرون گهڻيون سوگهيون هيون. پر هُن ڄاتو پئي تہ دل جي صدا ٻڌي ويهي رهڻ وارا ڪرها، ڏکن ۽ ڏولاون جا ڏاوڻ ڇنائي ناهن سگهندا. سو هُن بہ دل جي اوڳي اُٺ کي عشق جي جهوڪ تي هُشائڻ بدران، ڳولا جي پنڌ تي روانو ڪيو ۽ اهڙي طرح گهر جو ڪاروهنوار پنهنجي پياري ڀاءُ بنگل خان جي حوالي ڪري، سکر لاءِ روانو ٿي ويو.

سکر بي ٽي ڪاليج ۾ فقط اڍائي ـ ٽي سال رهيو انهيءَ مختصر عرصي دؤران هُن شاگردن کي نَصاب ۾ شامل سبقن سان گڏ ڪجهہ اهڙا سبق بہ سيکاريا، جن جو نصاب دلين ۽ اُنهن ۾ سرجندڙ خوابن جي باري ۾ هو. هن کين سيکاريو تہ مُرڪ جو پڪي افلاس جي گوليءَ سان ڪيئن مرندو آهي، جوانيءَ جو گلاب، نامرادين جي واچوڙن ۾ ڪيئن تاريءَ تان ٽُٽندو آهي ۽ ڪيئن خوبصورتيون مسڪينيءَ جي جنڊ ۾ پيسجي پاڻ وڃائي ويهنديون آهن! اِهي ۽ انهن جهڙا ٻيا هزارين سبق هُن پنهنجن شاگردن کي ڏنا. جن جا پڙاڏا ايندڙ ڪيترن ئي نسلن تائين پنهنجو سفر جاري رکندا.

سکر ۾ نوڪري دؤران بہ هُن پنهنجي جستجو جاري رکي ۽ انهيءَ عرصي دؤران ئي سندس چونڊ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر طور تي ٿي، اهو پتي صاحب جو دؤر هو محمد صالح گوپانگ سان گڏ جيڪي بيا استاد ضلعي آفيسر طور ڪامياب ٿيا هئا اُنهن ۾ عطا محمد ميمڻ، الھ داد بوزدار ۽ غلام رسول ڪوڪر جا نالا ذڪر جوڳا آهن، جن مان غلام رسول ڪوڪر صاحب سان اڳتي هلي سندس تمام گهرا دوستي ۽ ڀائپيءَ وارا رشتا جڙيا.

ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر طور هُن ڏھ ٻارنهن سال نوڪري ڪئي. هو سنڌ جي اُنهن چند تعليمي آفيسرن مان هڪ هو جن نوڪري ۽ غلاميءَ جي فرق کي چڱي ريت سمجهيو پئي، ان ڪري هن هميشہ نوڪري ڪئي غلامي نہ. نوڪري ۽ غلامي جي فرق واري اِنهيءَ نظر نہ ايندڙ لڪير کي اُهي ئي محسوس ڪري سگهن ٿا، جيڪي حلال ۽ حرام جي فلسفي کي سمجهندا هوندا.

اسي واري ڏهاڪي جي آخري سالن ۾ محمد صالح گوپانگ کي ويهين گريڊ ۾ ترقي ڏيئي ايڊيشنل سيڪريٽري بنايو ويو ويهين گريڊ ۾ ئي هو ٻين ڪيترن اهم عهدن تي رهيو جن ۾ ڊائريڪٽر بيورو آف ڪريڪيولم، چيئرمين سنڌ ٽيڪسٽ بُوڪ بورڊ , چيئرمين انٽرميڊئيٽ بورڊ ۽ ڊائريڪٽر اسڪولس جا عُهدا قابل ذڪر آهن.

نوڪريءَ جي انهيءَ سموري عرصي دؤران جڏهن سندس مقرري خيرپور ۾ هُئي تہ هُن اتي رهندي ايل ايل بي جو امتحان پاس ڪيو ۽ اهڙي طرح سنڌ ٽيڪسٽ بُوڪ بورڊ ۾ چيئرمين هجڻ جي دؤران پي ايچ ڊي جو ٿيسز لکي پورو ڪيائين. ڊاڪٽريٽ جي ڊگري کيس 1992ع ۾ رٽائر ٿيڻ کان پوءِ ملي.

1932ع ۾ هڪ مسڪين مال وند شخص، حاجي خان گوپانگ جي گهر ۾ پيدا ٿيندڙ هن عجب عالم شخص پنهنجي سموري حياتي هڪ اهڙي رستي تي هلندي گذاري، جنهن جي منزل روشني هئي، علم جي روشني، جنهن سان نہ رڳو هُن پنهنجي دل کي منور رکيو پر اُن کي ٻين تائين پهچائڻ جا پوري چمار جتن ڪندو رهيو.

۽ اڄ جڏهن هُن جي ورسي ملهائجي رهي آهي تڏهن مان سوچيان ٿو تہ ڇا ڪتابن جي ورسي ملهائبي آهي، ڇا روشنيءَ کي بہ موّت ٿيندو آهي، شايد نہ! ڪڏهن بہ نہ!!!

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد 25 فيبروري 2006ع)*

سائين الهورايو ڀٽ

# هڪ اداس شخص، جنهن وٽ خواب وڪامن ٿا!

هيءَ ٽيهہ سال اڳ جي ڳالهہ آهي، جڏهن اسان جي خاندان جو هڪ ننڍڙو قافلو شهر ڪنڊياري جي ڀرارڙيءَ کان سفر ڪري، پاڻ مرادو اچي سانگهڙ جي سنگهرن ۾ قيد ٿيو. تڏهن مان ٻنهہ بار هوس. ڪيترن ئي مهينن تائين منهنجي جُسي جي ڀرارڙي جاءِ تي ئي نٽي آئي. وقت پنهنجي سموري بي رحميءَ سان منهنجي اندر جي ڳوٺ کي شهر گيريءَ جي چيٽيءَ سان ڳٽيندو ۽ ڪرٽيندو رهيو ۽ هڪڙو وقت اهڙو بہ آيو جو منهنجي اندر جو ٿاهہُ چَپُ هٽي لاشعور جي ڪنهن ڪنڊ ۾ وڃي ويهي رهيو ۽ ايئن ڪنڊياري جي مٽي سانگهڙ جي دز ٻڻجي ويئي.

انهيءَ ڳالهہ کي اڄ تي ڏهاڪا ٿي چڪا آهن. پر جڏهن مان پنهنجي حاصل ۽ لاحاصل جي ڪٿ ڪرڻ ويهان ٿو تڏهن پنهنجو سمورو ماضي ضدي ٻار جي خواب جيان محسوس ٿيڻ لڳي ٿو جنهن جا عڪس يادن جي ڪينواس مان سدائين ايريل نظر ايندا آهن ۽ جيڪي محسوس بہ ڪري سگهجن ٿا تہ بيان بہ. ماضيءَ جي انهيءَ برف ٻڻجي ويل ڪٿا جا ڪجهہ ڪردار اهڙا بہ آهن، جيڪي وساري نٿا وسرن ۽ هر دم هنئين تي هُرن ٿا. جن جي دوستي ۽ محبت جي مُهابي، هڪ اهڙي سماج ۾ ماڻهپي جي دڳ لڳاسين، جتي ماڻهوءَ جو ماڻهو رهجي وڃڻ ٻنهہ گهڻو مشڪل هو. اهڙن ئي حيران ڪندڙ ۽ سحر انگيز ڪردارن ۾ سائين الهہ ورائي ڀٽ جو نالو نہ ڪٽڻ ۽ ڪيس وڏي احترام ۽ خاص اهتمام سان ياد نہ ڪرڻ پاڻ سان ناانصافي ٿيندي.

مان پنهنجي پوري هوش و حواس سان، شروع کان وٺي سندس نہ رڳو معترف رهيو آهيان بلڪ پنهنجي اهڙي اعتراف جو هر مناسب جاءِ تي اظهار بہ ڪندو رهيو آهيان. گڏوگڏ مان انهيءَ ڳالهہ جو بہ ادراڪ رکان ٿو تہ جيڪڏهن سائين اُداسيءَ جي ادبي رهنمائي ۽ محبت ميسر نہ هجي ها تہ هاڻوڪو حاصل ٿيل هي ننڍڙو علمي ادبي قد بہ ممڪن ۽ قائم رهي نہ سگهي ها. نہ رڳو ايترو بلڪ مان يقين سان چوان ٿو تہ سانگهڙ جي ادبي، علمي ۽ عام زواجي محفل ۾ ٿيندڙ سخت تنقيدي نشستن ۾ جيڪڏهن اسان نون لکندڙن جو پرجهلو هي شخص نہ ٻڻجي ها تہ اسان ڪڏهوڪو ادبي دنيا کي هي چئي خدا حافظ چئون ها تہ "هيءَ راند اسان نٿا کيڏون!"

سائين الهہ ورائي ڀٽ بابت لکندي مان ڪجهہ گهڻو ئي محتاط ٿي ويو آهيان. مٿس لکڻ منهنجي لاءِ گهڻو ڏکيو نہ هجي ها، جيڪڏهن هو فقط منهنجو

دوست هجي ها، پر ايئن ناهي. هو منهنجو بنهه پيارو دوست آهي، جنهن جي گهرائي ادب، احترام، محبت ۽ اعتماد جي جذبن ممڪن بڻائي آهي، حالانڪ مان ساڻس گهڻو گڏ ناهيان گذاري سگهيو سنئي دوستيءَ جي شايد اها بہ هڪڙي شرط آهي.

ڏکيائي اهڙن ماڻهن کي پيش ايندي آهي، جيڪي فن کان شناسا هوندا آهن. لکڻ جو فن تہ آهي ئي ڏکيو ۽ اِهو تڏهن وڌيڪ ڏکيو بڻجي وڃي ٿو جڏهن ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ تي لکجي، جنهن جي ذات اندلٺ جي رنگن جيان هجي. مان بہ هڪ اهڙي ئي ڏکئي مرحلي ۾ مبتلا آهيان ۽ سوچيان ٿو تہ سائين اداسيءَ جي شخصيت جي ڪهڙي پهلوءَ تي لکان. هيءُ شخص، جيڪو هڪ معتبر استاد بہ آهي تہ سُخن ور بہ، انتهائي مهذب انسان بہ آهي تہ باشعور سماج وادي بہ. اعليٰ ظرف وارو دوست بہ آهي تہ هڪ اشراف شهري بہ. پر سندس بابت لکندي، محبت جي هن بيان ۾ ادب جو ڦرينو هٿان نہ ڇڏيان!

سانگهڙ جنهن کي حُر تحريڪ جي حوالي سان هڪ عظيم ۽ عزت وارو ماضي ميسر آهي، سو پنهنجي تاريخ ۽ اتهاس ۾ سموري سنڌ کان الڳ مزاج رکي ٿو. هتي جا ماڻهو پنهنجن روين ۾ انتهائي جذباتي بہ آهن تہ بنهه غير جذباتي بہ. ماڻهن جي اهڙي هجوم ۾ ڪنهن شخص جو معتدل ۽ لبرل هجڻ ڪنهن معجزي کان گهٽ نہ آهي. نہ رڳو ايترو بلڪ پنهنجي خوابن واري جهان جي تخليق ۽ وجود جي بقا لاءِ سموري عمر مڪمل شعور ۽ سچائيءَ سان برسر پيڪار رهڻ ڪنهن ڪارنامي کان گهٽ نہ آهي.

ادبي گڏجاڻيون هجن، سماجي معاملن تي ٿيندڙ سيمينار ۽ ورڪشاپ هجن يا ڪي بيا ميڙاڪا ۽ محاذ، سائين پنهنجي عقل، فهم، ذات ۽ ڏاهپ جي بنياد تي ممڪن حد تائين هر محفل ۾ ڀرپور حصو وٺندو ۽ اثر انداز ٿيندو رهيو آهي. نہ رڳو ايترو بلڪ طئي ٿيل ۽ فيصلائتي سوچ سان زندگيءَ جي هر معاملي تي پنهنجي راءِ جو وقتائتو اظهار بہ ڪندو رهيو آهي. سندس پُرشور جذبن، مانيٺي مزاج ۽ متاثر ڪندڙ شخصيت جي ڪري سانگهڙ جا بي ڇيا ۽ وٺ نہ ڏيندڙ ارها ادبي ڇوڪرا سندس ذات جا اسير بڻجندا رهن ٿا ۽ سانگهڙ شهر سان واسطو رکندڙ هر نوجوان ٿهيءَ جي، علم، ادب ۽ ڏاهپ سان رشتيداري قائم رهندي پئي اچي.

سنڌ، جڏهن ضيائيت جي يارنهن سالن واري عذاب ۾ مبتلا هئي، تڏهن هر ننڍي وڏي شهر وانگيان سانگهڙ بہ ڊنل هرڻيءَ جيان هيسيل هئو ۽ اُن جي هر اچانڪ ۾ واڳهہ جي نهار واڍ جيان ويڙهيل هئي. خوف ۽ ڪروڌ جي آهنگ ۾ ضمير جي پُڪار پري پري تائين ٻُڌڻ ۾ نہ پئي آئي. هر ماڻهوءَ کي پنهنجو پاڇو بہ سي. آءِ. ڊي جو سپاهي معلوم ٿيندو هو. سچ جي خاندان سان وابستہ لفظن کي اچاريندي بہ خوف محسوس ٿيندو هو. ضمير ۽ انسانيت سان ٿيندڙ اهڙي دشمنيءَ واري دؤر ۾ بہ سائين الهہ ورايو پنهنجي مڪمل شعوري سگهہ ۽ سوچ سان نہ رڳو

وابستہ رهيو پر پنهنجي انهيءَ اخلاقي ذميواريءَ کي پڻ انتهائي سليقي سان نڀائيندو رهيو جيڪا هڪ اديب ۽ سجاڻ انسان جي حيثيت سان مٿس مقرر هئي.

جنرل ضياءَ جي دؤر ۾ سموري سنڌ هڪ شديد ذهني ڪرب ۽ ملال ۾ مبتلا هئي. پورو ماحول اخلاقي ڏيوالپڻي، ضمير فروشي، جهالت ۽ حيوانيت جي نَوَن غير انساني قدرن جو اسير بڻجي رهيو هو. زندگيءَ جا سدا ڪان مقرر هاڪاري قدر پنهنجي معنيٰ وڃائي رهيا هئا. هر ماڻهو ذاتي بقا ۽ فائدي جي فڪرمنديءَ ۾ ويڙهجي ويو هو. اهڙي اعصاب شڪن ماحول ۾، سنڌ جي جن ساڃاهه وند ماڻهن نه گهبرايو نه پڇتايو ۽ نه ئي پوئتي نهاريو انهن ۾ سائين اداسي پڻ شامل هو. اهو سائين ۽ سندس سٽ جي سچائيءَ جو ئي نتيجو آهي جو اڄ سانگهڙ جي سڃاڻپ هڪ عزت ڀرئي انداز ۾ ٿئي ٿي. نه رڳو سانگهڙ بلڪ سندن ٿهيءَ جي بيباڪ ۽ سچن دوستن جي محنت ۽ جذبن جي نتيجي ۾ اڄ پوري سنڌ ڏينهان ڏينهن لاٽ آهي.

سائين الهه ورائي بهڻ جي علمي، ادبي ۽ سماجي ڀلائيءَ لاءِ ڪيل ڪمن ۽ ورتل ڪوششن تي لکڻ وارو ڪم ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪرڻ بجاءِ پنهنجي ذمي ڪريان ٿو ۽ انهيءَ لاءِ ڪنهن مناسب وقت جو انتظار ڪندس. هتي مان سائينءَ جي خارجي ذات بابت پنهنجن خيالن جو اظهار ڪرڻ مناسب سمجهندي ڪجهه لفظ لکڻ چاهيندس، جنهن جي ڪچائيءَ جو يقين به آهي ته سائين جي وري درگذر ڪرڻ واري رويي جي پڪ به آهي.

وڏي ساک، معتبر شخصيت، نڪور احساسن ۽ پختي شعور واري هن شخص جو نالو الهه ورايو بهڻ آهي. پنهنجي مزاج جو مُک آئيني ۾ ڏسي هن پنهنجو تخلص ”اُداسي“ رکيو ۽ شعر کي اظهار جو ذريعو بڻايو. اڳتي هلي نثر ۽ تحقيق سان گڏ سباجهي تنقيد کي به پنهنجي قلم جي چانوَ ۾ آندو. زماني جي وهنوار کي ”سويڪار“ ڪرڻ واسطي هن استاد بڻجي امام غزاليءَ جو گس ورتو ۽ ”هڪ استاد ڪيئن هجڻ گهرجي“ واري سوال جو مڪمل جواب لکي سؤ مان به سؤ مارڪون ڪنيائين. سماج ۾ موجود تضاد ۽ غير فطري لاڙن کي ختم ڪرڻ لاءِ تحرير ۽ تقرير ذريعي پنهنجو فرض انجام ڏيندو رهيو. ساڻس دوستي رکڻ جي خواهشمندن لاءِ ماڻهپي جو شرط رکيائين. عقل جي حمايت به ڪيائين ته عشق سان به نه ڦتايائين. ذهني ٿڪاوٽ ۽ شعور جي شڪست کي ويجهو اچڻ نه ڏنائين. حياتي ڀر اهڙي ته ڪيمياگري ڪيائين جو زندگيءَ جا نت نوان راز رموز سکندو رهيو. پنهنجن رَوَين ۾ ايترو ته فراخ دل رهيو جو هر دل سندس اسير بڻجي ويئي.

الهه ورائي بهڻ نالي منهنجو هي سائين، ايڏي ته نياز ۽ نوڙت سان هلندو آهي جو سندس قدمن هيٺان زمين به ڪانئس نوڙت جا سبق سکندي آهي ۽ هاڻي سنڌ جا سيئي شهر، سانگهڙ جي ننيڙي شهر جهول کان انهيءَ ڪري به ريس ڪن ٿا جو هتي ”اُداسي“ تخلص وارو هڪ آدرشي شخص رهي ٿو جنهن وٽ خواب وڪامن ٿا.

*(روزانه ”عبرت“ حيدرآباد، 17 اپريل 2003ع)*

## ڳوٺ حاجي خان گوپانگ
# هڪ ڳوٺ جيڪو ڪهاڻي ٿي ويو

مون سنڌ کي سدائين اُن جي ڳوٺن ۽ واهڻن جي پس منظر ۾ ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي، سنڌ جا ڳوٺ ۽ اُتان جي زندگي، صدين جي نهائينءَ ۾ پچي راس ٿيل تهذيب جو اهڙو نمونو ۽ رنگ بنجي ويا آهن. جنهن جو مثال پوري دنيا جي گڏيل زندگيءَ ۾ نٿو ملي. پنهنجن تاريخي قدرن ۽ اخلاقي ضابطن جي پس منظر ۾ پلجي، شعور جي بلوغت تي پهچڻ واري هن سفر جا اصل محرڪ اُهي رويا ۽ ورثاءَ آهن جن کي اسين درگذر، سهپ پائيچاري، پيار، همدردي، تحمل، نماڻائي ۽ امن جي نالن سان ياد ڪريون ٿا. اُهي اهڙا ئي محرڪ آهن جن جي ڪري، هن خطي جي گڏيل زندگيءَ جو نقشو جاگرافيائي حوالي سان پنهنجي ويجهي توڙي ڏوراهين مفاصلي تي آباد ٻين ملڪن ۽ خطن جي زندگيءَ کان بنهه مختلف محسوس ٿيندو هو. تڏهن جڏهن ٻين ديشن جا ماڻهو پنهنجا نسل ٻارهوئي جنگين جي جُنون ۾ مصروف رکندا هئا. ڪمزور ملڪن مٿان واڳهن وانگي واجهه وجهي معصوم انسانيت کي چڦواٽن تي نيزن ۽ ترارن سان همڪنار ڪندا هئا. گهوڙن جي ٻي چئن سُنبن کي نون ڏسائن جا ڏس ٻڌائيندا هئا. لشڪرن جي ڪاهن ۽ مظلومن جي آهن واري هيبتناڪ هُل ۾ دنيا نغارن ۽ للڪارن واري ازلي وحشي اصول ۾ ويڙهيل هئي، بک، حرص ۽ طاقت جا لشڪر واچوڙن وانگر ماڻهپي جي جهڳن ۽ جهوپن کي پاڙئون اکيڙي رهيا هئا. تڏهن سنڌ بوٽيڊي جي اداس ڦوڪ ۽ نڙ بيت جي لهري تي محو رقص هئي.

ٻاهرين قديم ملڪن جا ٽڪل پوڙها جڏهن پنهنجن وٽ نه ڏيندڙ نوجوانن کي نيزي جي نوڪ ۽ تلوار جي ڌار جا اسرار سيکاري ڊڪندڙ گهوڙي مٿان چڙهي دشمن جي سيني ۾ پالي ٽنبڻ جو ڏانءُ ٻڌائيندا هئا ۽ کين اهو درس ڏيندا هئا ته پُنيءَ ۾ تير هڻڻ ۽ نرڙ ۾ نيزي مارڻ کان وٺي گهاٽي ۾ پيڙڻ جا کهڙا گُر ۽ طريقا آهن. تڏهن سنڌ جا بزرگ پنهنجن جوان پُٽن جي ڏوراٽن ڏونئرن ۾ بلائن کان بچڻ جا تعويذ ٻڌي کين سڪل نوٽ زمين مان اناج اپائڻ واسطي جاٽ جي جادو جا سبق پڙهائيندا هئا ۽ کين پنهنجي حال کي مال مٿان منحصر ڪرڻ لاءِ اتساهيندا هئا. دنيا جڏهن پنهنجي اتساهه ۾ فتحن ۽ ظلمن جا ڪاتا ڪولرائي رهي هئي تڏهن سنڌ ”هُو چوڻئي تون مَ چئو“ واري آفاقي محبت واري سبق جون سٽون

پڙهي رهي هئي. دنيا جي ڪروڙ واري ڪُڪ مان جڏهن هلاڪو خان، سڪندر، چنگيز، مدد پناڻ، محمود، اورنگزيب، هٽلر، چرچل، رنجيت ۽ نادر وقت کان اڳ ۾ پيدا ٿي رهيا هئا تڏهن سنڌ لطيف، سچل، حمل، روحل، بيدل، بيڪس، خوش خير محمد، محمد فقير کٽياڻ، بينگو فقير، تمر، وتائي ۽ بودلي فقير جي ڪهڪشان سان درخشان بنجي چڪي هئي. ڌارين ديسن جا پٽ ۽ ميدان جڏهن جنگين جا ميدان بنيل هئا ۽ انهن جي وستين ۾ انساني کوپڙين جا مينار ٺهي ۽ جڙي رهيا هئا، تڏهن سنڌ پنهنجي وشال چراگاهن ۽ پرسڪون اوطاقن ۾ ساهه کڻي رهي هئي.

اهڙي ئي خوابن جي رنگ سان مشابهت رکندڙ سنڌ جي هڪ اهڙي ڳوٺ کي مان به سڃاڻان جنهن جا پيچرا دل جي رڳن وانگر اڄ به منهنجي سيني ۾ زنده آهن، جن مٿان ننڍپڻ ۾ رانديون ڪيڏندي ۽ ڊوڙندي مون پنهنجي ٻاروتڻ کي وک وک وساريو جنهن جي چوڌاري بيٺل ٽالهي، نم ۽ سرنهن جا وڻ درويش جي ڪنڌ وانگيان پنهنجي مٿو جهڪائي صُبحن سان راز ونڊيندا ۽ شامن سان سرگوشيون ڪندا هئا، جتي جا پيرسن لٺ جي ٽيڪ تي، حياتيءَ کي هٿي ڏيئي هلندا هئا ته ائين لڳندو هو ڄڻ مت جي ماڪوڙي کي لڪڻ جي نوڪ سان رستي تان هٽائي رهيا آهن، جتي جا نوجوان پيرن سان واڇوڙا ٻڌي، پنهنجا ٽاڪ غيرت جي ڏاڪ سان محفوظ بنائيندا هئا، جتان جي انار جهڙي نار اوڇتي لٽل جوين جي چور کي به سڄيءَ جي سُرهي سُٽ ۾ ويڙهي پُنيءَ پويان ورائي جڏهن هلڻ لڳندي هئي ته هوڏي ۽ هنيلا ڳڀرو پنهنجي پيرن هيٺان زمين نڪرندي محسوس ڪندا هئا ۽ جتي جُون جوانيون پرديسي پکين وانگيان انتظار ۽ اوسيئڙي جي لمحن کي چڳڻ لاءِ ماڳ ماڳ پنهنجي پاڳ کي ڳوليندي رهنديون هيون.

انهي طلسمي ڳوٺ جي ننڍاڪڙي صبح جو جڏهن ڪُڪڙ ڏس هٽندا هئا تڏهن زندگي ڪٽن تان اُٿي، مال جي وٿاڻن، فصلن، واهن، ديرن ۾ ڏينهن جي روشني وانگي ڦهلجي ويندي هئي، مينهُن جي کير جا گُوها، جنڊ جو آواز ذڪر جو ورلاپ، مال جي تنوار ۽ ڪڇڙي نند مان اٿيل ٻارن کي ڏنل لوليءَ جو سُر پاڻ ۾ ملي پوري ماحول کي ڪيف ۽ بيخوديءَ جي چادر ۾ ويڙهي ڇڏيندا هئا ۽ تڏهن محبت ۽ ڀائيچارو انهي نهج تي پهتل هو جتي ڳوٺ جا سمورا رهواسي هڪ ٻئي جي سينن ۾ ڌڙڪندا هئا، پير کان ونئي چوٽيءَ تائين ڪا به وڇوٽي محسوس ڪانه ٿيندي هئي، ڳوٺ جو چڱو مڙس ڪو وڏيرو نه پر هڪ هر هاري سادو نيڪ شخص هو جنهن جي ڳالهه ٻين جي ساک کان به سگهاري هوندي هئي ۽ جڏهن هو فيصلا ڪندو هو ته سندس گفتن ۽ نقطن جو قدرست ڌاريا به ڪندا هئا. هو پنهنجن پاڙرن کان وڏيڪ. سؤٽن،ماروٽن ۽ ماساتن جو مان رکندو هو مجال آهي جو ڪنهن جي چلهه ۾ ڪڏهن ڇٽنگ وسامي هجي، ڏينهن هجي يا رات، گرمي هجي

يا سردي، واءُ هجي يا مينهن، هي مڙهو مڙس هٿ ۾ لٺ جهلي حياتيءَ جي وهنوار کي ڪنهن بہ انصاف پسند خليفي وانگيان هلائيندو هيو جنهن ۾ سزا جي ڪٿي بہ گنجائش ڪونہ هئي، جنهن پيار سار ۽ سنڀال جي جَزا جا سيئي دروازا کولي رکيا هئا. انهيءَ ڳوٺ ۾ پنهنجي ۽ ڌارئي، تنهنجي ۽ منهنجي وارو ويڇاٽپ سندو احساس ڪنهن بہ دل جي دروازي مٿان دستڪ ڏيئي نہ سگهندو هو. ڳوٺ جو پريو مڙس، انهيءَ ڪان اڳ ۾ جو جواني جو سنگ پچي پاٺي چٽڻ لڳي، نالي پني ۽ شاديءَ جي رسم ۾ دير برداشت نہ ڪندو هو جنهن سان پڳ ۽ پوتيءَ جو ڪُنيءَ جي نرملتا جهڙو تقدس سدائين برقرار هيو.

زندگيءَ جي تلاش ۾ نڪتل بلوچ پس منظر جو هڪ نوجوان ستن پائرن جي ننڍڙي قافلي سان ماڳ ۽ ياڳ جي تلاش ۾ جڏهن ڪنبياري جي ويجهو ساهتي پٽن تي پهتو تہ سندس زمانہ شناس نگاهن، اُتان جي مٽيءَ ۾ ماءُ جي خوشبوءِ محسوس ڪئي ۽ پيير ڪير جي ڪنڌ تي هنڌ وڇائي، صدين جي خانہ بدوش ۽ ٽڪل وجود کي گهر ۽ تر جي بنيادي ضرورت سان آراستہ ڪيو مال جا ڌڻ ڪپائي فقط ڏهن پٽڪن جي ڊيگهہ جيتري زمين خريد ڪئي، گهر ٺاهڻ کان اڳ ۾ هن کوهہ کوٽايو. دراوڙي بدن رکندڙ ستن پائرن ڪوڏرون کٽي هڪ دائري ۾ بيهي هڪڙي هوڏ ۽ ڪوڏ سان مٽيءَ ۾ لپا هڻڻ شروع ڪيا تہ زمين پنهنجو سينو پاٺي کولي کين اهڙو مٺو پاڻي آڇيو جنهن جهڙو مٺو جر سڄي تر ۾ موجود نہ هيو.

جانبي جو تيل مکي، شهپرن کي ڪوهستاني ڍڳن جي سڱن وانگي اُبو بيهاري، نرڙ تي ٽوپي رکي، اکين منجهہ عشاقين جا شوق کٽي جڏهن ڳوٺ جا نوجوان گهر کان ٻاهر نڪرندا هئا تہ ڪچي ٽوڙي پڪي جون سيئي پختيون زالون پنهنجي پيرن تي نہ بيهي سگهنديون هيون مگر مجال آهي جو ڪڏهن اکين جي حيا، مائٽيءَ جي لحاظ ۽ خون جي شرافت جي پيرن ۾ جنبش آئي هجي، جتي نُنڍي جي معنيٰ پيار ۽ وڏي جي معنيٰ عزت هوندي هئي، جتي پاٽج مامن، پائٽيون چاچن، پينرون پائرن، مائرون پٽن جي عمر درازي واسطي صبح و شام دعائون گهرنديون هيون، جتي رکي ماني تي سکي زندگي گذرندي هئي، ڪير وڪڻ بجاءِ پٽن کي پياريو ويندو هو قرب جي ڪچهرين ۾ پيار محبت، غيرت ۽ عزت جا قصا شام ٿيڻ سان ئي شروع ٿي ويندا هئا ۽ ائين لڳندو هو تہ جڻ هي ڳوٺ هن دنيا جو نہ بلڪ ڪنهن اهڙي ننگريءَ جو حصو آهي، جتي جا ماڻهو نفرت، ڪروڌ، گلا، ڪپٽ جهڙن لفظن ۽ روين کان اهڙي طرح اڻ واقف هوندا هئا جيئن نئون ڄاول ٻار هن دنيا کان نا آشنا هوندو آهي.

اُهو ڳوٺ اُتي موجود هو مگر اُهو پيير مرد چڱو مڙس، سندس ڇهہ سادا ۽ ديوانا پائر اُتي ناهن رهيا. سندن خريد ڪيل زمينون اُتي آهن، مگر انهن ۾ پيار جا

فصل هاٽي نتا ڦٽن. گهر اُتي ئي آهن مگر سندن دروازا هڪ ٻئي لاءِ بند ٿي چڪا آهن. رشتا ساڳيا ئي آهن مگر اُهي ساڃاهه کان خالي آهن. مؤسمون ۽ پکي اڄ بہ انهيءَ ڳوٺ جو رستو ڀلجي اچن ٿا مگر ساڻن سرگوشيون ڪندڙ اُهي وڻ ئي ناهن بچيا جيڪي هن ڳوٺ ۾ رهندڙ درويش صفت ماڻهن اڳيان سربسُجود رهندا هئا.

اڄ جڏهن مان يادن جي ٽڪيٽ وٺي حياتيءَ جا ٽيهه سال پوئتي ڇڏي آيل ماضيءَ جو سفر ڪريان ٿو تہ سوچيان ٿو ڇا اسان جو ڳوٺ پنهنجن روين. قدرن ۽ اعليٰ انساني احساسن جي حوالن سميت هن ڌرتيءَ مٿان گم ٿي ويو آهي، يا سموري سنڌ گم ٿي ويئي آهي.

(روزانہ "عبرت" حيدرآباد. 24 آڪٽوبر 2000ع)

## نيازِ عشق

# عشق کي آهي چو درپيش آوارگي!

انسان پنهنجي پُراسرار وجود جي حوالي سان انيڪ سوالن ۽ انهن جي بيشمار جوابن جي حصار ۾ رهندو پئي آيو آهي. سندس بدني بناوت کان وٺي خيالي ۽ احساساتي وجود تي جيڪي تجربا ۽ مشاهدا ٿيندا رهيا آهن، اُنهن هِن سماجي جيوَ کي اڳ کان بہ وڌيڪ منجهائيندڙ ۽ پُرتجسُس بنائي ڇڏيو آهي. سماجي سائنسدانن اڳيان سماجي جانور، ديني عالمن وٽ اشرف المخلوقات، صوفين وٽ خدا جي پرتوي، عزازيل اڳيان فتني جي سامان طور سڃاتو ويندڙ هي انسان، جوابن جي گنجائش ۾ ايترو تہ وسيع ۽ اڻ کُٽ آهي جو اُن کي ڪنهن هڪ مقرر ليکي اندر محدود ڪرڻ يا اُن کي ڪا هڪڙي معنيٰ ڏيڻ يقينن ممڪنات جي امڪانن ۾ نٿي اچي، پر ايترو ضرور ٿيو آهي جو هُو پنهنجي فطري تقاضائن جي آڌار تي تبديل ٿيندڙ جبلتن ۽ عادتن جي ڪري وڌيڪ واضح ۽ نمايان ٿيندو رهيو آهي، مگر ساڳئي وقت سندس ذات جي حل لاءِ درڪار سوال مسلسل ۽ لاڳيتي ضربيان واري حساب جي اصول تحت وڌندا ئي رهن ٿا.

پنهنجي وجود جي ڀيد ۽ ڇيد لهڻ لاءِ دنيا جي ڪافي ماڻهن، حياتيءَ جا سيئي لازمي ڪاروبار ۽ وهنوار پُٺيءَ پويان ورائي، ڏيان ۽ گيان جي غفائن ۾ گُم ٿيندا رهيا، ڪي ترڪ دنيا جي فلسفي تحت جوڳي ۽ يڪشو بنجندا رهيا، ڪي ذڪر ۽ فڪر جي چڪر ۾ زندگيءَ کي تسبيح جي داڻن ۾ ڳوليندا رهيا تہ ڪي وري آسماني صحيفن ۾ انساني انت ۽ اُن جي انجام جي تلاش ۾ رهيا ۽ اهڙي طرح اُنهن سيني پنهنجي مرضي جا جواب، پنهنجن چونديل علمن ۽ شعبن ۾ ڳوليا ۽ اُنهن جو اظهار ڪندا رهيا، سندن اُنهن اڻ ڳڻ سوالن ۽ جوابن تي ٻڌل، اڄ دنيا ۾ موجود ڪروڙين ڪتاب انسان کي وڌيڪ پر اسرار بنائي رهيا آهن ۽ سندس وجود ۾ موجود دلچسپي جو ڪو انت ۽ انجام اڃان بہ ڏسڻ ۾ نٿو اچي، توڻي جو انساني وجود جا حيرت ڪدا، تاڪ در تاڪ کُلندا رهن ٿا.

انهيءَ ڳالهہ کي چڱي طرح سمجهندي تہ انسان جي انت ۽ بحر جي خبر لهڻ مون لاءِ بہ ايترو ئي ڏکيو آهي جيترو منهنجي دؤر ۽ اُن کان اڳ جي دؤر جي ماڻهن لاءِ ڏکيو ۽ دشوار رهندو پئي آيو آهي ۽ مان اِهو بہ هرگز نہ چاهيندس تہ پنهنجي ڪالم ۾ ماڻهوءَ جي ذات کي، "بريڪيٽ" ۾ بند ڪريان، ڇو تہ بنيادي طور تي

منهنجو واسطو انهن ماڻهن جي قبيلي سان آهي، جيڪي برسات جون ڦڙيون ڳڻڻ ۾ ويساهه نه رکندا آهن، بلڪ انهن جي لمس ۾ حل ٿيندڙ احساسن جي چادر اوڙهي دنيا جا انڊلٺي رنگ ڏسڻ چاهيندا آهن. انساني بدن بجاءِ اُن جي دلفريب ۽ حُسناڪ وجود ۾ ويساهه رکندا آهن. انسان جي اندر ۾ جڙيل اوطاقن منجهه پيار جا تاڪيا پٽاري، وصال جي هندورن ۾ جهولي، تاڙيءَ جي مدهوشيءَ ۾ خواب اُٽيندا آهن. حياتيءَ کي جنجالِ زندگي بجاءِ رنگين موسمن ۽ پَل پَل بدلجندڙ رتجگن جو باغ تصور ڪندا آهن. جتي چانڊني جي حرم ۾ خوشبوئن جهڙيون دوشيزائون، جوان بدن مٿان ڪنول جا آنچل ويڙهي، هجر جي ساعتن کي انتظار جي سڄي سان سِبي، محبتن جي عظمتن جا نوان داستان جوڙينديون آهن ۽ يقينن منهنجو واسطو ماڻهن جي انهيءَ قبيلي سان آهي، جن انسان جي پهرين معنيٰ عشق ۽ آخري معنيٰ به عشق ئي ٻڌائي آهي.

انسان، پنهنجي وجود ۾ موجود بي چيني ۽ اضطراب جي ڪرهي کي سانت ۽ سُڪون جي جهوڪ مٿان تڏهن ئي هُشائي سگهي ٿو جڏهن عشق جي مُهار سندس ڪاراين ۾ قابو ٻڌل هوندي ۽ اِهو تڏهن ممڪن آهي جڏهن هو ڪتابن جي مقرر ڪيل ضابطن ۽ قائدن بجاءِ پاڻ کي فطرت جي اٽل اصولن جي آڏار تي ڇڏي ۽ پوءِ ڏسي ته عشق جي آوارگي، ڪيس دنيا جي رانديڪي سان ڪيئن ٿي ريجهائي ۽ پرچائي.

عشق جي بيگاهه آمد، هن ڪائنات ۾ اڄ ڏينهن تائين جنهن جو به در کڙڪايو آهي، اُن کان پنهنجو گهر ڇڏايو آ، ڇو ته عشق جي آوارگيءَ کي ڪڏهن به ديوارون راس ناهن اينديون، ڇو ته سُمهڻ جا سانگ ته سدائين سڏڙيا ڪندا آهن، تڏهن ته انهيءَ محبت جي ازلي اصول واري پڙاڏي کي ڀٽائي به شدت سان محسوس ڪندي چيو هو:

> سڏائتي سنٻ ڪا، ٻک نه ٻاسي ڪا،
> جيهي تيهي ذات جي، جنبش ناهي جا،
> مون سين هلي سا، جا جيءُ منو نه ڪري

عشق جي پُڪار جي آڏار تي گهران، گهڙو کڻي نڪرندڙ سهڻيءَ جي نظر خراب ڪانه هئي جو هُن کي درياهه جي دادلاٽپ ۽ مستي ڏسڻ ۾ نه آئي هوندي، پر وصال جي وشال چادر اوڙهڻ جي شوق ۾، درياءَ جا ڏڏڪا ڏيندڙ وهڪرا ۽ ويرون ڪيس ليڪا نظر آيون هيون. ميهار جي سيني مٿان سِر رکي سمهڻ جي آرزوءَ ۾ هُن اوسيئڙي جي ڳڳن سان جوڙيل غوراب موت جي ڳُن ۾ لاهي ڇڏيو ۽ هڪ پل لاءِ به اهو نه سوچيو ته حياتي کي عشق جي حوالن ڪانسواءِ ڪي ٻيون معنائون به آهن، ۽ اُهي ٻيون معنائون سَسُئيءَ کي به ته نظر ڪونه آيون هيون، جڏهن هن راهه ۾ ايندڙ

روھ جي تيز چيندڙ پٽرن کي پير جي پٺيءَ سان پور پور ڪري اڳتي وڌندي چيو ھو تہ: اڳيان ٽڪر ٿر، متان روھ رتيون ٿئين!

عشق جو اُھو ڪھڙو احساس آھي جيڪو شبنمي بدن رکندڙ شفق جھڙين ڪنول مثل ڇوڪرين جي سينن منجھ ڪيھر شينھن جھڙي دل ڌڙڪائي ٿو ۽ اُھي سيئي لڳ لاڳاپا لاھي درياھ جي پيٽ ۾ دل جا دُڪان کولين ٿا. جبلن جي جاڙ سان متو ٽڪرائي، لھوءَ جي نرمل گلابي رنگ سان وفا جا داستان لکن ٿيون. سياري جي غرق ڪندڙ برف جھڙين راتين ۾، شوق جا شاميانا اوڙھي، ڪاپار ۾ لھندڙ ڪھاڙين سان ھمڪنار ٿين ٿيون، سھيلين جا سمورا سانگ ڇڏي، يار جي پار وارين ھوائن سان ٻڪجي وڃن ٿيون. فقط ھڪڙي واعدي جي آڌار تي ساري ڄمار اکڙين ۾ اوسيئڙي جا ڏيپ جلائين ٿيون ۽ اجنبي ھوائن جي دستڪ تي، ٻيل جيان ٻوڙي دروازن جا بند تاڪ کولين ٿيون، سينڌ تي ڏنل سُکن کي پاڙڻ واسطي ڏکن جو ڏيھ وسائن ٿيون. انھيءِ احساس ۽ عمل جو نالو عشق ڪانسواءِ ٻيو ڪھڙو ٿي سگھي ٿو. اھو عشق ئي ھيو جنھن مڪران جي بلوچ شھزادي پنھونءَ کان محمد ڌوٻي جي گھاٽ تي ڪپڙا ڌتاريا. ميھار کان پنھنجي بدن جون ٿارون ڪپرائي سڄي ٺھرائي، فرھاد ڇيٽي سان جبل جي وجود ۾ جھير ڏنا. راڻي ڪاڪ محل جي پيد کي وک وک تي نروار ڪيو ۽ اھو يقيناً عشق ئي ھو جنھن عاشقن جي امام مجنونءَ کي ليليٰ جون رڍون چارايون ۽ جنھن سموري صحرا کي پيرن جي دز بنائي ڇڏيو.

عشق جي عظيم مانَ ۽ مُلھ جو اندازو ٻُلي شاھ کان وڌيڪ ڪنھن کي ھوندو جنھن حياتيءَ جي اسرارن کي پيرن ۾ ٻڌل گھنگھروءَ جي ساز ۾ ڳوليو. عشق جو نصاب. لطيف جي ڪتاب ۾ ملي ٿو جنھن مُؤنن ۾ متو وجھي ڪائنات جي انيڪ سُرن کي ذات جي آڱرين ۾ ويڙھيو ۽ انھن اڻ ڳڻ انسانن جو ڪھڙو ذڪر ڪجي جن چاھت جي فرض جي ادائگيءَ ۾ مقتل جي ڪاروبار کي زندگين جي وھنوار سان عروج تي پھچايو.

عشق جي پيرن جا نشان حُسن جي سبز زارن کان شروع ٿي، اُتي ئي ختم ٿين ٿا. جڏھن تہ عاشقن جو سفر يار جي ھنج کان شروع ٿئي ٿو ۽ دار جي در تي پھچي ٿو. اِھو سفر ڪڏھن بہ ختم نٿو ٿئي، اھو سفر جيڪڏھن ختم ٿئي ھا تہ انسان کي فقط ھڪڙي معنيٰ ھجي ھا ۽ اُھا معنيٰ ھڪ سماجي جيوَ کان متي نٿي بيھي، پر موسمن جي دلفريبين، رنگن جي ڪومل احساسن، حُسن جي ختم نہ ٿيندڙ معنائن، فطرت جي پھلوءَ ۾ ويڙھيل رازن، محبوبائن جي ڪارين ڪجلين اکڙين، ڳاڙھن ڳلن جي پڌر تي ڦٽندڙ باکن، ھرٽيءَ جو گمان رکندڙ ڪمان جھڙين ڇيلھن، الري اِيري ايندڙ بادلن جھڙن وارن جي حُسناڪين ۾ مبتلا ماڻھن جا اُھي قبيلا، جن جي

دم سان دنيا ۾ دلبريون قائم آهن ۽ اُهي انسان ئي هن دنيا جي خوبصورتي ۽ قدرت جي عظمت جا امين ۽ رکوال آهن.

ماڻهو جڏهن گهوڙي جي بيپرواهه وک وانگر، جوانيءَ جي سرحد ۾ پير پائي ٿو تڏهن حيرانگيءَ ۽ ديوانگيءَ جا رَتَ کيس اهڙي سرزمين مٿان لاهين ٿا، جتي تڪميل جي جستجو ۾ هو مڪمل ٿيڻ بجاءِ هر نئين سج پاڻ کي اڌورو ۽ اڃارو محسوس ڪري ٿو انهيءَ تڪميل ۽ پاڻ کي مڪمل بنائڻ جي جستجو ۾ اڄ انهيءَ انسان هن سموري دنيا جو پورو نقشو تبديل ڪري ڇڏيو آهي، مگر سندس وجود اڃا به اڌورو اڃان به ڪوڪلو بنجندو ٿو وڃي، ڇو ته عشق کي تڪميل ڪڏهن به ميسر ناهي ٿيندي، ڇو ته اهو معاملو سنئون سنڌو دل جو معاملو آهي ۽ دل جا معاملا عشق ۽ آوارگيءَ سان ئي نبيرجن ٿا.

عشق جي عمر، حُسن جيتري تصور ڪئي وڃي ٿي، وجودِ زن سان مشروط ڪائنات جا سيئي رنگ، عشق جي آرسيءَ ۾ ڇٽا ڏسي سگهجن ٿا ۽ حُسن و عشق جا اهي مڙئي داستان جيڪي ڪتابن ۾ اسان کي ملن ٿا، اُنهن جا سرا، ماڻهوءَ جي وجود ۾ موجود انهيءَ آوارگيءَ جي بدولت لکيا ويا آهن، جيڪا مئڪدن کان وٺي مقتلن تائين، پُرسڪون ۽ محفوظ محلاتن کان پُرخطر پيچرن ۽ صحرائن تائين ڦهليل آهي ۽ مان انهيءَ آوارگيءَ کي سلام پيش ڪريان ٿو جنهن کان بچڻ لاءِ دنيا جا سمورا زاهد، دنيا جي سمورن رندن کي نصيحتون ڪندا آهن.

(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 26 آگسٽ 2000ع)

# سورٺ
# محبت جي تلاش ۾ نڪتل ڇوڪري!

You love the truth?

I have never said one wrong word about you or your family.

I have never lied about you.

If anything was to happen to me, you are responsible for my brothers, look after them, you owe me that, for all that you have done to me, like a pay back, or forgiveness pay, Look after them, because you lied about me, because you mistreated me, because you destroyed me.

ترجمو: (ڇا تون سچ پڌي سگهندين؟

مون تولاءِ يا تنهنجي گهر وارن لاءِ ڪڏهن ۽ ڪجهه بہ غلط يا ڪوڙ ناهي ڳالهايو!

مون تولاءِ ڪڏهن بہ خراب ناهي ڳالهايو!

جيڪڏهن مون سان ڪجهه بہ غلط ٿيندو تہ اُن جو ذميوار تون هوندين، منهنجي ڀائرن جي ذميواري (سار سنڀال) تو مٿان ايندي، مون سان جيڪو بہ ٿيندو اُن جو لهڻو توکي ڏيڻو پوندو اُهو ڪفارو هوندو تہ تون انهن (منهنجن ڀائرن) جو خيال رکين، ڇو تہ تو مون لاءِ "ڪوڙ" غلط ڳالهايو ڇو تہ تون مون سان غلط هلئين ڇو تہ تُو مون کي تباهہ ڪيو!)

اها هن جي آخري اي-ميل هئي جيڪا هُن پنهنجي گهر واري ڊاڪٽر سريش کي اماڻي هئي، ڊاڪٽر سريش جنهن سان هن پيار جي شادي ڪئي هئي، سريش جيڪو سندس ذات وارو هو مائٽ هو هُن ڪنهن ويجهي عزيز سان شادي نہ ڪرڻ واري هندو ڌرم جي ضابطي ۽ مائٽن جي مرضيءَ کي پنهنجي ۽ سريش جي پيار جي وچ ۾ حائل ٿيڻ نہ ڏنو ۽ هن سريش سان شادي ڪري ڇڏي، هن نہ پئي ڄاتو تہ هو ڇا ڪرڻ پئي وڃي، اهائي نہ. ڪوبہ پيار ڪرڻ وارو انسان ۾

جيڪڏهن اُها ڇوڪري هجي ته اها فقط پيار ڪندي آهي ۽ هُن به اهوئي ڪيو. هُن سريش سان پيار ڪيو. شادي ڪئي ۽ پوءِ ٿورن ڏينهن ۾ لڙڪ ٻڌجي پنهنجي امڙ ۽ مامن جي ڳل تان ڳڙي پئي.

ٽي اپريل 2009 جي ڊان هُن لاءِ لکي ٿي "ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي سرگرم اڳواڻ ڊاڪٽر سورٺ لوهاڻو جون آخري رسمون ڪالي روڊ حيدرآباد جي شمشان گهاٽ ۾ مائٽن ۽ دوستن جي سڏڪن سان ادا ڪيون ويون. اخبار وڌيڪ لکي ٿي ته جمعي جي ڏينهن صبح جو سندس والد ۽ پائر هن جو مڙهه لنڊن کان ڪراچي ۽ بعد ۾ حيدرآباد کڻائي آيا. جتي پهريائين کيس پنهنجي نانا ڊي. ايم لوهاڻي، ماءُ ڪملا ديوي ۽ مامن ڊاڪٽر اشوٿاما، اندرجيت، اشوڪ ڪمار ۽ راج ڪمار جي گهر هيپي هومز ۾ آندو ويو جتي ٿوري دير ترسڻ کان پوءِ سندس جنازو عبدالله ٽائون ۾ رهندڙ سندس ڀاءُ جي گهر کڄي آيو ۽ جنهن بعد کيس آخري رسمن لاءِ ڪالي روڊ جي شمشاد گهاٽ پهچايو ويو.

دل جي شمشان گهاٽ کان وٺي ڪالي روڊ جي شمشان گهاٽ تائين ساٿس گڏ ڊاڪٽر سريش ڪمار ڪونه هو. سريش جنهن سان هن پيار ڪيو هو جنهن لاءِ هُن ڌرم جي سخت ديوار اورانگهي ميهار سان سهڻي جي پيار کي ٻئي درجي تي آڻي بيهاريو هو. اُهو سريش ڪٿي هو؟ هاڻي سورٺ کي ان ڳالهه سان ڪو به سروڪار نه هئو. سورٺ لنڊن ۾ سامهون ايندڙ انتهائي تيز رفتار ترين اڳيان پاڻ کي ڦٽو ڪري سريش کي موڪليل آخري اِي ميل کان پوءِ هڪڙو ٻيو خاموش پيغام موڪليو جيڪو هنن سٽن کان گهڻو مختلف نٿو ٿي سگهي ته:

سريش! هي دنيا توکي آئي "بيوفا دل جون سپيئي ڌڙڪڻون توکي مبارڪ! نيون موسمون ۽ انهن ۾ ٽڙندڙ سپيئي گل توکي مبارڪ! تون ۽ تنهنجي دنيا منهنجي لاءِ ناهن. مان توکي پنهنجي پيار ۽ پاڻ کي تنهنجي بيوفائي مان آزاد ڪريان ٿي، ٻئي جنم تائين خدا حافظ. پر ياد رک! مان ٻئي جنم ۾ به سورٺ جي ئي روپ ۾ پيدا ٿيندس پر تون سريش نه هوندين. مان پنهنجن خوابن سان گڏ

پنهنجي مامن وٽ موٽي ٿي ويحان. جن جي ڪلهن تي چڙهي مان ڪلاڪن جا ڪلاڪ رانديون ڪندي هئس. انهن جا ڪلها اڄ به منهنجو انتظار ڪن ٿا.“

اهڙو ئي ڪجهه سوچي سورٺ پاڻ کي ريل اڳيان اڇلائي ڇڏيو. جيئن هن سريش اڳيان پنهنجي دل قتو ڪئي هئي، ريل به اهوئي ڪجهه ڪيو سندس جسم کي ائين چچري اڳيان هلي وئي جيئن سريش سندس دل کي لتاڙي اڳيان گذري ويو هو. تيز رفتار ٽرين ۽ بيوفا سريش ۾ ڪيڏي نه هڪجهڙائي نظر اچي ٿي، ٻئي بي حس! ٻئي بي جان! ٻئي سفاڪ، ٻئي بي رحم ۽ ٻئي پيار کان خالي! ريل ۽ بيوفا ماڻهوءَ جي اڳيان ڪابه شيءِ سلامت رهي نٿي سگهي، اهو سورٺ چڱي طرح ڄاڻندي پئي. اهوئي سبب هو جو هن پنهنجي لاءِ پهرئين سريش ۽ پوءِ تيز رفتار ٽرين جي چونڊ ڪئي، سريش سندس دل ٽوڙي اڳيان وڌي ويو ۽ ٽرين سندس جسم کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري اڳيان وڌي وئي. سورٺ جي جسم کي زندگيءَ کان ڌار ڪندڙ ٽرين ۽ سندس دل کي خوابن کان ڌار ڪندڙ سريش ۾ واقعي به ڪيتري نه هڪجهڙائي آهي!!

سورٺ بابت ڏان اخبار وڌيڪ لکي ٿي ”سورٺ ڊاڪٽر لکو مل لوهاڻي ۽ ڪملا ديويءَ جي گهر ۾ 27 سال اڳ، ميرپوربٺوري ۾ جنم ورتو به درجا ميرپوربٺوري ۾ ئي پڙهي ۽ بعد ۾ پنهنجي پريوار سان گڏ حيدرآباد لڏي آئي ۽ ستن سالن جي عمر تائين اُتي ئي رهي، جنهن بعد هو پنهنجي پيءُ ڊاڪٽر لکو مل لوهاڻي سان گڏ لنڊن هلي آئي جتي هن پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي، سندس پيءُ جيڪو ورلڊ سنڌي ڪانگريس جو سيڪريٽري جنرل هو انهيءَ نسبت سان هو پڻ ساڳئي پليٽ فارم تان سرگرم ڪردار ادا ڪندي رهي، لنڊن ۾ هن هڪ نالي واري دوائن جي ڪمپنيءَ لاءِ پڻ ڪم ڪيو جنهن بعد هن ڪنگ ڪاليج يونيورسٽيءَ مان فارميسيءَ ۾ ماسٽرس مڪمل ڪئي.

اهو هو ڊاڪٽر سورٺ لوهاڻو جو مختصر پروفائيل جيڪو ڏان اخبار سنڌس تصوير سان گڏ 3 اپريل 2009 واري ايڊيشن ۾ شايع

ڪيو هو. پر هڪ پروفائيل اهڙو بہ آهي جيڪو سندس مامو ڊاڪٽر اشوٽاما مونکي ٻڌائي ٿو اشوٽاما جديد سنڌي نظم جي بانيڪار شاعرن مان هڪ آهي، هو ٻڌائي ٿو.

"سورٺ ننڍي هوندي کان ئي سلڇڻي ۽ ذهين هئي، سندس دل پيار ۽ جستجو جي جذبي سان ڀريل هئي، هو ماءُ ۽ پيءُ جي وچ واري مُفاصلي ۾ سموري حياتي اڪيلي ڊوڙندي رهي، هو حيدرآباد ۾ رهندڙ ماءُ ۽ لنڊن ۾ رهندڙ پنهنجي پيءُ جي وچ ۾ ڊوڙندي ڊوڙندي جڏهن ٿڪجي پئي تہ هن ڊاڪٽر سريش ۾ پناهہ ورتي ۽ ساڻس شادي ڪري ڇڏي، ٽنڊي محمد خان ۾ رهندڙ ڊاڪٽر گل جو پٽ ڊاڪٽر سريش جيڪو سندس ذات وارو ۽ عزيز هو پنهنجن ۾ شادي نہ ڪرڻ واري ڌرمي ضابطي ڪي خاطر ۾ نہ آڻيندي هن سريش جو منگل سوتر پنهنجي نازڪ ڳچي ۾ پاتو ۽ جڏهن سريش ساڻس بيوفائي ڪري ڇهہ مهينا اڳ ٻي شادي ڪئي تہ هن سريش کان ئي نہ، سندس دنيا کان بہ پري هلئي وڃڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪجهہ ڏينهن اڳ اوچتو حيدرآباد اچي هڪ هوٽل ۾ رات رهي پئي، هن حيدرآباد ۾ اچڻ جو ڪنهن کي بہ اطلاع نہ ڪيو هو. اُن رات هُن هوٽل ۾ خودڪشيءَ جي ڪوشش بہ ڪئي مگر پنهنجي مامي (ڊاڪٽر اشوٽاما) جي وقت تي پهچڻ ۽ مداخلت ڪرڻ جي نتيجي ۾ هو بچي ويئي ۽ واپس لنڊن هلي ويئي، مگر اصل ۾ هن مرڻ جو فيصلو تڏهن ئي ڪري ڇڏيو هو جڏهن ڊاڪٽر سريش ساڻس بيوفائي ڪئي هئي، سورٺ سان شادي ڪرڻ ڪانپوءِ سريش وٽ اخلاقي طور تي ٻي شادي ڪرڻ جو ڪوبہ جواز نہ هو مگر هن اخلاقي قدرن، سماجي ٻنڌڻن، پيار جي واعدن ۽ سورٺ جي وفائن جي سيني ورقن مٿان پنهنجي اندر جي ڪاري مس هاري هر اکر ۽ هر احساس کي مٽائي ڇڏيو ۽...."

۽ پوءِ ڊاڪٽر اشوٽاما وڌيڪ ڪجهہ بہ ٻڌائي نہ سگهيو اوجاڳن ۽ لڙڪن جي انگاس تي ٽنگيل سندس اکين ۾ اپري ايندڙ ڏک کي مان وڌيڪ ڏسي نہ سگهيس ۽ هٿ کڻي الله کان دعا گهريم تہ:

"اي الله! پنهنجي دنيا کي اهڙو بناءِ جنهن ۾ سورٺ جهڙا گلاب سريش جي هٿن کان محفوظ رهي سگهن! آمين!!!!

# بخشڻ! منهنجو دوست

اسان ٻيئي مان ۽ بخشڻ ٿوري فرق سان هِڪ جيڏا آهيون، طبعي عُمرين ۾ ٻن ٽن سالن جو فرق ضرور هوندو پر شعوري عمر هڪ جيتري ئي هوندي، نہ رڳو ايترو پر هِڪ ئي شهر ۾ پڙهندي لکندي، گهمندي ڦرندي وڏا ٿياسين. ساڳيا دوست. ساڳيون موسمون ۽ ساڳيا پنڌ هُئڻ ڪري دردن ۾ بہ هڪ جهڙائي ايندي ويئي تہ خواب پڻ ذري گهٽ ساڳيا ٿيندا ويا. پر هِڪ خوبي منجهس اهڙي آهي جامُون ۾ ڳوليي نہ لڀندي ۽ اُها آهي مُستقل مزاجي.

بخشڻ شاعرن واري دنيا ۾ رهندي بہ پنهنجي لاءِ هِڪ الڳ جهان جوڙي رکيو آهي، جنهن ۾ سندس دِل جون سموريون مؤسمون سربستہ مؤجود نظر اينديون، سندس ذات جو ڪتاب انيڪ ورقن ۽ عنوانن تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ شاعري، صداڪاري، ساز، آواز، دوستيون، دلبريون، خواب، خيال ۽ مؤج در مؤج مستين جا باب رقم ٿيل آهن ۽ جنهن جي ذات ايترين حُسناڪ ۽ رنگين رمزن ۾ ويڙهيل هُجي، اُن جي ذات جو ڇيد ڪرڻ ڏکيوئي نہ ناممڪن هُجي ٿو.

قدبُت ۾ پُورو پنو پنهنجي ڏات ۽ ڏانءَ ۾ ماپئي نٿو ماپي! مان سدائين بخشڻ کي حيرانگي ۽ تجسُس جي نگاهہ سان ڏٺو آهي، ۽ اِهو سمجهڻ لاءِ بيتاب رهيو آهيان تہ هي هِڪ جُسي ۾ قيد فردِ واحد هِڪ ئي وقت ايترن سارن ماڻهن جي زندگي ڪيئن ٿو جيئي! هِڪ شاعر ڪان وٺي هِڪ صداڪار تائين، هِڪ صحافي ڪان وٺي هِڪ فنڪار تائين، بخشڻ هِڪ ذات جي مُمڪن سڀني خوبين جي گهٽوئي ويجهو نظر ايندو آهي. اِهي سڀ شوق ۽ حق هُو ڪنهن بہ خفگيءَ ڪان سواءِ ڪري ٿو. هُو زندگيءَ جا سمورا ڪم مُحبت سان ڪري ٿو شاعري ڪان وٺي ”شڪار“ تائين، سندس هرڪم ۾ سليقو ۽ صفائي نظر ايندي.

ٿورن ماڻهن کي خبر هوندي تہ بخشڻ مهراڻوي جي شناختي ڪارڊ تي مُحمد بخش مهر لکيل آهي ۽ سندس ولديت واري خاني ۾ فقير مُحمد رحيم مَهر لکيل آهي. فقير مُحمد رحيم مَهر جنهن سانگهڙ جي دم ورتل ڦَڦَڙن ۾ شعور جو ساهہ ڦوڪيو بخشڻ کي ٻيون بہ نِسبتون آهن، ۽ اُهي سڀ جون سڀ عزت ڀريون آهن. هِن دؤر جو بنهہ خوبصورت شاعر ۽ هروجہ حسين انسان سائين معصوم سانگهڙائي سندس سڳو سؤٽ ۽ مُنهنجو استاد ۽ سنڌ جو سدا ڏاهو شخص سائين الهہ ورايو ٻهڻ سندس مامو ٿئي. اِنهن سمورين نِسبتن: خوبصورتين ۽ خوبين وارو بخشڻ منهنجو دوست آهي ۽ مونکي سدائين پنهنجي، سائس اِنهيءَ نسبت تي فخر رهندو.

۽ هاڻي جڏهن سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو اسان جي هٿن ۾ آهي، تڏهن اچو تہ گڏجي سندس خيالن جي دنيا جا دلڪش ۽ دلپذير منظر ڏسون ۽ حيرانگين جي حدن کي ڇُهي واپس اچون.

*(29_10_2010)*

# ساوڻ فقير جي بيتن جهڙي
# هڪ بيچئن سفر جو پروفائيل

اج کان تقريباً ٽيهه ورهيه اڳ، جڏهن اسان جو مختصر ڪٽنب، هڪڙي قافلي جي صورت ۾ ڳوٺ حاجي خان گوپانگ کان، ٻنگل خان جي سرواٽيءَ ۾، فجر ويل اچي ڏيري (دربيلي) جي ننڍڙي ريلوي اسٽيشن تي پنهنجي مختصر سامانِ زيست سان اچي پهتو هو تڏهن مان ۽ منهنجي دِل عجيب امڪانن، وسوسن ۽ اندازن جي ختم نـ ٿيندڙ گهيرن ۾ مبتلا هئاسين. سانگهڙ ڪٿي آهي، هي شهر ڪيئن هوندو اتي ڪير ۽ ڪهڙا ماڻهو هوندا؟ اهي ۽ ان جهڙا ٻيا سوين سوال پل ڪن ۾ ذهن ۾ وري وري آيا ٿي، جڏهن تـ جواب ۾ فقط دل جي اها اداسائي پڙاڏو بڻجي سامهون آئي ٿي، جيڪا اباڻن پڊن کي ڇڏڻ جي نتيجي ۾ پيدا ٿي هئي. انهيءَ وقت ۾ بسون ۽ ويگنون وغيره ايڏي ڪثرت سان ڪونـ هلنديون هيون ۽ آمدرفت توڙي سفر جو واحد ۽ وڏو وسيلو انگريزن جي دؤر جي اها ريل گاڏي هئي، جنهن کي انهيءَ دور جا ماڻهو فيڊر گاڏي جي نالي سان سڃاڻندا هئا. فيڊر گاڏي جيڪا پنهنجن قديم آدابن ۽ عادتن جي ڪري جڳ مشهور هئي، تنهن کي مون ۽ اسان جي اڪثر گهر ڀاتين پهريون دفعو انهيءَ ڏينهن ڏٺو.

اصل ۾ اسان، جن جي وڏڙن، اجاتن ديسن کان صدين جو سفر ڪري ويهين صديءَ جي شروعات ۾ اچي ڪنڊياري جي ويجهو پنهنجي سفر کي ختم ڪري مستقل سڪونت اختيار ڪئي هئي، مال وند ماڻهو هئاسين. سماجي زندگيءَ جو گهيرو سؤٽن ۽ ڀڦاتن کان شروع ٿي ماساتن ۽ ماروٽن تي ختم پئي ٿيو. دنيا ۾ اُتي وينيءَ مان مراد، مال جهنگ ڪاهي وڃڻ ۽ شام جو واپس موٽي اچڻ هو. اُپريءَ جو فڪر لٿيءَ تائين ختم ٿي ويندو هو. سمورو ويڙهو جيڪو چئن گهرن تي مشتمل هو انهيءَ جو چڱو مڙس حاجي خان گوپانگ هو جيڪو جڏهن ڪنهن ٻني مٿان ويهي، لٺ جو هڪ سِرو ڏندن ۾ ڏيئي، ڪا ڳالهه ويچاريندو هو تـ ايئن محسوس ٿيندو هو ڄڻ ازل ۽ ابد جا سمورا عڪس سندس چهري تي رقصان آهن. انهيءَ حاجي خان گوپانگ کي سلامت پنج پٽ هئا. سيني کان وڏو حسين بخش، انهيءَ کان پوءِ ترتيب ۾ حيات خان، محمد صالح، عبداللطيف ۽ ٻنگل خان، جن لاءِ مشهور هو تـ اهڙا پٽ وري ڪا ماءُ ورلي ڄڻي. حسين بخش اُٺ جي مهار هٿ ۾

ڪنئي تہ پيريءَ تائين انهيءَ سان نڀائيندو رهيو. حيات خان هڪ هٽ ۾ هر ۽ ٻئي ۾ ڪهاڙي سنڀالي تہ عمر ڀر انهيءَ سان ساٿ نڀائيندو رهيو. انهيءَ کان ننڍي محمد صالح ڪتاب ۾ جهان جا سمورا راز و رموز ڳولي لڌا تہ پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ وڏي عزت پرئي ماڳ تي رسيو جنهن بعد عبداللطيف پرائمري استاد جي اصل مفهوم ڪي پنهنجي ڪردار فرض شناسي ۽ پاڻ ارپڻ جي حوالي سان جيڪا معنيٰ ۽ مفهوم بخشيو سو ٻئي ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ڪتي. ۽ اهڙيءَ طرح آخر ۾ بنگل خان "الف" کان اڳتي پڙهڻ فضول تصور ڪندي ڳوٺ جي نگراني ۽ رهبريءَ جو جيڪو فرض پنهنجن ڪلهن تي کنيو انهيءَ جو بيو ڪو مثال ڳولڻ بي سُود ثابت ٿيندو. اهڙيءَ طرح انهن پنجن ڀائرن زندگيءَ جي ڪاروهنوار کي هلائڻ لاءِ غير اعلانيہ طور تي مختلف ذميواريون پنهنجن پنهنجن ڪلهن تي کنيون. منجهائن محمد صالح جيڪو بعد ۾ هاءِ اسڪول استاد جي حيثيت سان سانگهڙ بدلي ٿي آيو تنهن اتي سخت محنت، سچائي ۽ اوجاڳن جي قيمت ڏيئي، هڪ ننڍڙو گهر اڏيو جنهن جي هيڪلائيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ هن ڳوٺ پنهنجي ڀاءُ بنگل خان کي تار اماڻي تہ سندس آڪهہ کي سانگهڙ وٺي اچي ۽ اهڙيءَ طرح، اسان پنهنجو باروتڻ ۽ اڌ ۾ ڇڏيل رانديون، ڳوٺ ۾ وساري هڪ ننڍڙي قافلي جي صورت ۾ ڪنڊياري جي ٻهراڙيءَ کان سانگهڙ جي شهر لاءِ روانا ٿياسين.

ٽيهہ سال اڳ ڪيل انهيءَ سفر سان منهنجون عجيب يادون وابستہ آهن. غريب قافلي جو اُهو عجيب سفر، مان زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهان، جنهن ۾ شامل ڪجهہ مسافر هاڻي هن دنيا ۾ ناهن رهيا. جن جي جدائيءَ جي باري ۾ جڏهن بہ سوچيندو آهيان تہ حياتيءَ جي بي ثباتيءَ تي يقين اچي ويندو آهي. سو ڳالهہ پئي ڪيم، سانگهڙ ڏانهن سفر جي. اهڙي شهر ڏانهن سفر، جنهن جو نالو ڪجهہ ئي وقت اڳ ۾ ٻڌو هو. اهڙيءَ طرح اسان جي قافلي جي رواني ٽيڻ سان ڳوٺ جون هوائون ۽ ٻُڍڙيون عورتون گڏجي رنيون هيون، جن سان روئڻ ۾ وٽن بہ ساٿ ڏنو هو. اهڙيءَ طرح ڊيري جي ننڍڙي اسٽيشن تي انتظار جون گهڙيون انهيءَ وقت پڄاڻيءَ تي پهتيون، جڏهن ڪنڊياري جي پاسي کان هڪڙي اڻ لکي ڪُوڪ ٻُڌڻ ۾ آئي. پليٽ فارم تي ستل ۽ اڌ ستل مسافرن ۾ بي چين چرپر شروع ٿي. گاڏي دور کان دونهون ڪيندي، ڪُوڪون ڪندي، واءُ مينهن جيان پليٽ فارم تي اچي بيٺي تہ حيات خان ۽ بنگل خان ڏهن ڏهن ڇڻن جو سامان اڪيلي سر گاڏيءَ ۾ سٽيو. سامان سان گڏ بار ۽ زائفائون بہ گاڏيءَ ۾ هٽيڪيون ڪري رکيائون ۽ آخر اهو لمحو بہ آيو جڏهن گارڊ جي سيٽي اسان جي ڳوٺ کان وڇڙڻ واري فيصلي مٿان مهر هڻندي ۽ منهنجي واپس ڳوٺ ورڻ جو هر امڪاني سبب ختم ٿي ويو. گاڏي هلڻ شروع ٿي، وٽن ناراض دوستن وانگر پويان پير ڪيا. منظر اکين جي

ڪينواس تان پڪين جي پرن وانگيان پر پر ٿي پتجڻ لڳا ۽ اسان پهريون ڀيرو ڳوٺ جي سادگيءَ کان ناتا ٽوڙي شهر جي چالاڪيءَ ڏانهن روانا ٿياسين. ڏيري کان فجر مهل نڪتل لوڪل گاڏي لڙيءَ منجهند جو اسان کي نوابشاهه پهچايو جنهن کي ڏسي اسان ايڏا ته حيران ٿيا هئاسون جو پنهنجو ان طرح حيران ٿيڻ اظهاري به نه سگهيا هئاسون. نوابشاهه تائين پهچڻ دوران، رستي ۾ جيڪي به اسٽيشنون آيون، اُنهن جا نالا منهنجي سموري زندگيءَ جو اڻ وسرندڙ عنصر ٿي ويا آهن. ڀريا روڊ، پڊعيدن، ٻڇيري، دوڙ، ٻانڊي، ڪوٽ لالو. اِهي اُهي ماڳ مڪان آهن، جيڪي مون کي محسوس ٿيندو آهي ته مختلف نالن ۽ عنوانن سان منهنجي حياتيءَ ۾ بار بار ايندا رهيا آهن. پر انهيءَ قافلي جو الاءِ ڇا ٿيو؟ انهيءَ قافلي ۾ شامل مسافرن جو الاءِ ڇا ٿيو؟ انهن مسافرن جي دلين جو الاءِ ڇا ٿيو؟ ريل جي انهيءَ ڪُوڪ جو الاءِ ڇا ٿيو جنهن جي آواز ٻُڌڻ سان ئي اسان جا نيڻ لڙڪن جي بادلن سان ڏنڏلائجي ويا هئا؟ انهيءَ فجر واري گهڙيءَ جو الاءِ ڇا ٿيو جنهن جي ياد، منهنجي وجود کي اجاتي سفر لاءِ پنيلائيندي رهندي آهي.

هاڻي جڏهن انهيءَ سفر کي ٽيهه سال گذري چڪا آهن، مان ٻاروتڻ جي سرحدن مان نڪري جوانيءَ جي آخري ڏاڪي تي بيهي پيريءَ کان نظرون چورائي رهيو آهيان، محمد صالح (منهنجو بابا) عمر جا سٺ سال پورا ڪري رٽائر ٿي چڪو آهي، منهنجا ننڍڙا ڀائر، جيڪي هاڻي وڏا ۽ سياڻا ٿي چڪا آهن، منهنجون پيٽون، جيڪي علم جي زيور سان ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ جي دعائن سان پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ خوش آهن. اسان جو چاچو بنگل خان موت جي ڪرهي مٿان وچوڙي جو ڪجائون سجائي الاءِ ڪهڙي ڏسا ۾ الوپ ٿي ويو. مرحوم چاچي ميوي خان (جيڪو جوانيءَ ۾ گذاري ويو هو) جي نشاني، اسان جو سؤٽ نياز حسين پنهنجي فرض ڪيل يونيورسٽيءَ مان حڪمت جي سند حاصل ڪري طبيب بڻجي ويو آهي ۽ آخر ۾ اسان جي امڙ، جيڪا ٻين کي اڪيلو ۽ مون کي هن دنيا ۾ وائڙو ڪري عدم جي سڏ تي رواني ٿي چڪي آهي، تڏهن منهنجن حواسن ۾ انهيءَ پُراسرار سفر جو اجهاڳ شور برپا ٿي رهيو آهي، جنهن هڪ ڀار ۽ اُن جي راند جي وچ تي ليڪ پاتي هئي.

*(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 24 جون 2001ع)*

## صوفي محمد عمر خاصخيلي

# خوابن جهڙي سنڌ ۾ خيال نگر جو واسي

تنڊي جام جي ويجهو لڳ ڀڳ ڏهن ميلن جي مفاصلي تي موسيٰ ڪٽياڻ سان لڳولڳ هڪ ڳوٺ آباد آهي، جنهن جي سڃاڻپ جا ٻه حوالا آهن: هڪ محمد فقير ڪٽياڻ ۽ ٻيو محمد عمر خاصخيلي.

صوفي محمد فقير ڪٽياڻ جي ڳوٺ سليمان ڪٽياڻ کي اهڙيون ڪيئي نسبتون آهن، جن جي ڪري سموري سنڌ جي اهلِ دل ماڻهن جا من پرديسي پکين وانگر موسمن جي آڌار تي اڏار ڪري پنهنجي هاريل هانوَ کي داڻي داڻي جي صورت ۾ ميڙڻ ايندا آهن، هيڪل حال ۾ اُداس ماضيءَ ۾ مبتلا رهندڙ اهڙن، پاڻ کان ٿي وسري ويل ماڻهن کي پنهنجو مهمان بنائيندو آهي، انهيءَ ڳوٺ ۾ رهندڙ محمد عمر خاصخيلي، جنهن جي ننڍڙي اوطاق جو ڪشادو ٿڌو هڪ ٿي وقت ڪيترن ئي مهمانن لاءِ ڪافي ثابت ٿيندو آهي.

اڄ کان پندرنهن ورهيه کن اڳ جڏهن مست مقيم شاهه جي معرفت سائين محمد عمر سان پهرين ملاقات ٿي هئي، تڏهن سندس ورتاءَ ۾ سياءَ ۾ پيار ۾ سڪ ڏسي مون اهو سمجهيو هو تہ هي نئين دوستيءَ جو پهريون جوش آهي، جيڪو هڪ وقت ۾ موقعي تي پنهنجي فطري سطح تي اچي ويندو مگر منهنجي اهڙي راءِ کي وقت نہ رڳو ڪمزور بلڪ غلط پڻ ثابت ڪيو. محمد عمر پنهنجي مزاج ۾ سوچ ۾ ڪنهن فرضي رک رکاءَ، ڏيک ويک ۽ فرضي توڙي عارضي دنياداريءَ کان بنهه اڻ واقف ۽ ڪورو آهي. پيار محبت ۽ سچائيءَ جو عنصر سندس وجود ۾ موجود نہ بلڪ اُن جو حصو آهي، جنهن جي آڌار تي هو هڪ اهڙي دنيا قائم ڪيو ويٺو آهي، جنهن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪا بہ شرط يا حالت ضروري ناهي هوندي

سنڌ، جنهن جي وجود ۾ ڪنهن صوفيءَ جي خاموشي محوِ رقص آهي، جيڪا صدين کان زمين جي گولي تي اڪيلي ۽ اداس هانوَ جيان هُري ۽ جهُري رهي آهي، جنهن جا وشال ۽ ڪشادا ريگزار عاشق جي حيران نگاهن جيان پيار ۽ ڏڪار جي تصوير بڻيل آهن، جنهن جو ماضي ڪتابن جي زينت ۽ حال عبرت ڪدو بڻيل آهي، جيڪا ڏارين جي وات ٻڌجي ويئي آهي ۽ ڏٽين لاءِ برزخ، جنهن جي سموري سرهاڻ ۽ سيئي موسمون ڪنهن بيچين شاعر جي سٽن جيان دور آڪاس ۾ ٽانڪيل چنڊ ۾ اُن جي ڪير جيان هارجي ويل چانڊوڪي ڏانهن اڻ ڪٽ

اڏار وسيلي اسهڻ چاهينديون هجن. اهڙي ويساهه وڃائي ڇڏيندڙ ڏرتيءَ تي، محمد عمر جو وجود، رشتن ۽ روايتن جي حوالي سان آتت ۽ آسرن کان گهڻو اڳتي، يقين ۽ پروسي جي اهڙي ماڳ تي نظر اچي ٿو جتي هڪ انسان يا مڪمل ماڻهوءَ تي يقين پيدا ٿيڻ کان علاوه انهيءَ سنڌ جي ڪٿائن ۽ داستانن تي بہ پروسو جُڙڻ لڳي ٿو جنهن لاءِ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ هڪ اهڙو وقت بہ هو جڏهن دور ديسن کان ايندڙ پرديسي پکي سنڌ جي فضائن ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ داڻي پاڻيءَ جي ڳُٽي ۽ شڪار ٿيڻ جي خوف کان آجا ٿي ويندا هئا. جن جي اکڙين ۾ منڇر، ڪينجهر، ڪراڙ ۽ هاليجي ڍنڍن جا اٿاهه واهيرا نظر اچڻ لڳندا هئا. جن جي بي خوف اڏار ۽ معصوم نهار اڻ کٽ مفاصلن کي مجنونءَ جي هڪڙي وک جيان آر پار اورانگهڻ لاءِ ڪافي هوندي هئي. اجهاڳ ۽ اڻ کٽ سمندرن جو ٿڪائيندڙ سفر ڪري سنڌ ۾ داخل ٿيندڙ پکين جي اهڙن قافلن کي هتان جا مقامي پکيڙا پنک پکيڙي ماڳ ماڳ تي پليڪار چوندا. سندن قطارن ۾ شامل ٿيندا ويندا هئا. جن جون قطارون ڏسي تڏهوڪو سنڌ جو رولاڪ شاهه زادو حبيب شاهه جو پٽ ۽ عظيم شاعر شاهه عبداللطيف، بي ساختہ پکين جي پرت ۽ ساٿ تي عظيم ستون تخليق ڪرڻ لڳندو هو.

سنڌ ڪڏهن اهڙي بہ هئي، جڏهن فقط ڪانءَ جي لنوڻ تي ئي مهمان واسطي ماني پچي ويندي هئي. زندگي جو مطلب دوست جي امانت تصور ڪيو ويندو هو. گهرن جا دروازا نهڻ جو رواج اڃا نہ پيو هو. حياءَ ۽ شرم نصيحتن ۾ رائج نہ ٿيا هئا، بلڪ اُهي خوابن سان گڏ اکين ۾ رهندا هئا. واعدي وٺڻ ۽ ڪرڻ لاءِ دستاويز ۽ قسم نامن جي جاءِ تي ڏاڙهي ۽ سينڌ جا وارڪم ايندا هئا. ٻاجهر جي فصل جيان روز انج انج وڌندڙ ڇوڪرين جي ڪجندڙ واڻڙي وک ماءُ کي پريشان ۽ پيءُ کي خبردار ڪري وٺندي هئي. سگهو ئي پرينءَ جي ويڪري ڇاتيءَ تي متي ٽيڪڻ جي ڪلپنا ۾ ڇوڪريون پنهنجي وزن کان بہ وڌيڪ گهاگهر ڪٽي گهاٽ تان پاڻي پرڻ وينديون هيون. وڏي جُهڳ جا جهونڙا ڳوٺن ۾ مينديءَ جا وڻ پوکڻ، انهيءَ خوف کان نہ ڏيندا هئا تہ ڪٿي نيون نويليون جوانيون، انهن جي خوشبوءِ ۾ مست ٿي سندن پٽڪن کان بہ ڊگها ڇال ڏيئي اوپرن مسافرن جي مهري اُتن تي نہ سوار ٿي وڃن. جن کي پهچڻ واسطي عربي گهوڙن جا ڇٽنگون ڪيندڙ منب بہ همت ساري ناهن سگهندا. پائرن جا اوچا ڳاٽ ۽ پيئرن جي پٽڪن جا ور عشق جي پيرن ۾ زنجير جو ڪم ڏيندا هئا ۽ جتي اڃا غيرت جي جاءِ ڪهاڙي نہ ورتي هئي. عورتن جا واسينگ ۽ مردن جا پنيا وار دلين جي پکين کي پيار جي ڪليل پڃري ۾ قيد ڪرڻ لاءِ ڪافي هوندا هئا ۽ جيڪڏهن اڃا بہ ڪا ڪسر رهجي ويندي هئي تہ اُها مرد بوٽينڊي، چنگ ۽ الغوزي جي لهرن سان ۽ عورتون موري جي فقط هڪڙي جهونگار سان پوري ڪري وٺنديون هيون. عشق جا سمورا معاملا، پيار ۽ پريت جون

سموريون ڪهاڻيون، دل ۾ اُن سان وابستہ سيئي دلبريون اجا توڙي قضا جي هٿ وس تصور ڪيون وينديون هيون. ڳوٺ ڳوٺ جون گهر ڏيئاٽيون جڏهن پاسي مان لنگهي وينديون هيون تہ ماهي ڪير جي خوشبوءِ ايندي هئي، جيڪي ورن ۾ پٽن کي کير جا وٽا ۾ مکڻ جا چاڻا ڏيندي نہ ٿڪجنديون هيون. جن جي وڏي چمار لاءِ هو ڏينهن ۾ ڏهہ ڏهہ پيرا صدقي ۾ گهور وينديون رهنديون هيون ۾ ڪين ڏسي سندن اکڙين مان خوشين جا لڙڪ ڏور ڏسائن ۾ وسامندڙ ۾ جهل مل ڪندڙ ستارن وانگر چمڪندا رهندا هئا. فقط اڌ ميل جي مفاصلي تي رهندڙ ويجهيون مائٽياڻيون ايندي بہ روئنديون هيون تہ ويندي بہ وڏ ڦڙي جيان وسنديون هيون. نگاهن کان پري هجڻ جي معنيٰ پرديس هوندي هئي. جنهن ديس جا ماڻهو مينهن کي ”امان“ ڪري ڪوٺيندا هئا ۾ زمين اڳيان سربسجود هوندا هئا. جتي هڪڙن وسڪارن جا پاڻي اجا پورا سڪندا ئي ڪونہ هئا تہ ٻيا ڪڪر ڪارونيار ڪري وسڻ جا ويس ڪندي نظر ايندا هئا. جڏهن ڪکن ۾ موجود لڄ ماڻهن کي شرمائڻ لاءِ ڪافي هئي. اجا رشتن جڙڻ ئي سکيو هئو وقت جي تيز و تند هوائن ۾ دلين جي جاءِ تي فقط قديم وڻن جا ڪمزور ڏار ئي ٽٽي سگهندا هئا، جن کي ٽُرهو بڻائي ڳوٺن جا ٻار واهن ۾ ڍورن ۾ ترڻ سکندا هئا. حساب ڪتاب اجا آڱرين تي ٿيندا هئا، ليکو ڪرڻ عيب تصور ڪيو ويندو هو وڏن جي ڳالهہ پٿر تي ليڪ سمجهي ويندي هئي. سماج جا سمورا گڏيل اقدار صدين جي ريتن ۾ رسمن جي نتيجي ۾ جوان جماڻ ٿيا هئا. راڄ ڀاڳ، اوڙي پاڙي ۾ عزت توڙي حرمت جي ڪمال درجي جي پاسداري هوندي هئي. واڙن ۾ وٿاڻن مان چوڙيل اڻ ڏڌيون، جڏهن شام جو پنهنجن ماڳن تي موٽي ايندون هيون تہ سندن ٿڻن مان کير جو هڪڙو گوهو بہ چوري ٿيل نہ هوندو هو. جتي ڪڪڙ جي سنگن جهڙي سونهري ڏينهن ۾ ڪپهہ جهڙين چانڊوڪي راتين جا قافلا موسمن جي مهار سان سلهاڙجي تاريخ جي سفر تي وڌندا ۾ پوئتي حيران وقت کي ڇڏيندا ويندا هئا، تڏهن ڪون و مڪان جو خلقيندڙ ۾ قضا جو اڪيلو وارث حيرانيءَ وچان پنهنجن مها ڪلاڪار هٿن جي آڱرين کي ڏسڻ لڳندو هو جن جي وٿين مان هي خوابن جهڙي عجيب ۾ حيران ڪندڙ ڌرتي جڙي نڪتي هئي، جنهن اڳتي هلي بي خود موسمن، بي مهار دلين، اکٽ رنگن وارين اکڙين ۾ ختم نہ ٿيندڙ سلسلن کي جنم ڏنو هو جن پنهنجي ماڪ جهڙي نرم نگاهہ ۾ ڍنڍ جي اٿاهہ دل سان، ماڻهن ۾ محبتن جي وچ ۾ ممڪن مفاصلن کي ختم ڪرڻ لاءِ عمرين جا دان ڏيندا رهيا. سنڌ جي اهڙي تاريخي سڃاڻپ جي هڪ ڪڙي، صوفي محمد فقير ڪتياڻ جي ڳوٺ جو صوفي محمد عمر پڻ آهي، جنهن جي ذڪر ڪرڻ سان سنڌ جو ذڪر بہ شروع ٿيو جيڪو شايد ان لاءِ بہ ضروري هو تہ سنڌ ۾ محمد عمر جي وچ ۾ فقط نالن جو فرق آهي. مزاجن ٻيئي هڪجهڙا آهن.

قدرن، روين ۽ موسمن جي حوالي سان، مگر هتي منهنجي مراد هاڻوڪو محمد عمر ۽ اڳوڻي سنڌ سمجهڻ گهرجي. گذريل ڏهن پندرنهن سالن ۾ محمد عمر سان منهنجون ڏهہ پندرنهن ملاقاتون ئي ٿيون هونديون، يا شايد ڪجهہ وڌيڪ، مگر مون کي هر دفعي هن ماڻهوءَ مان عجيب محبت ۽ سياءَ جي خوشبوءِ ايندي رهي آهي. اندازِ گفتگو ان حد تائين مهذب جو اختلاف راءِ رکندو آهي تڏهن بہ ايئن محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ تہ اظهارِ محبت ڪندو هجي. هو دشمن ڪنهن کي بہ نہ ۽ سڄڻ سيني کي تصور ڪري ٿو. راڳ رنگ سان سندس محبت اوس لازمي هئي، جو سندس گهر ۽ محمد فقير کتياڻ جي درگاهہ گڏوگڏ آهن. دوستن کي سارينديءَ سندس درويش اکڙين ۾ لڙڪ اوچتو ايئن تري ايندا آهن، جيئن مسافر اوچتو پهاڙن پويان نروار ٿيندا هجن. سادگي سندس مزاج ۽ جسم تي ايئن ٺهندي آهي، جيئن گهوٽ جي نرڙ تي موڙ. ڳالهائيندو ايڏو ڌيرج سان ۽ ڏيان وچان آهي، جو ڪو احتياط وچان پئسا ڳڻيندو هجي تہ متان ڳڻڻ ۾ غلطي نہ ٿي وڃي. گفتگو ايتري آهستي ڪندو جو هم ڪلام ئي ٻڌي سگهي. مهڻو يا ميار تہ هن سکيا ئي ڪو نہ! هر ڪنهن جي چڱائي سامهون رکندو ڪسائي يا ڪمزوريءَ سان سندس نہ ڪو سڱ نہ سياپو.

محمد عمر خاصخيلي، حياتيءَ جا سٺ سال پورا ڪري سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائر ٿي چڪو آهي، پر ماڻهپي ۽ ماڻهن سان محبت واري نوڪري هو ڪندو اچي ۽ ان نوڪريءَ تان رٽائرمينٽ جو ارادو سندس تہ ناهي، باقي قضا کي چا قبول، ان ڪان تہ هن کي نہ انڪار آهي نہ ڊپ. چوتہ اُها دل جنهن ۾ "ها" سمائجي وڃي، اُتي انڪار جي گنجائش نٿي رهي. اُها ٻي ڳالهہ آهي تہ دنيا جهان جي مُلن ۽ مذهبي پيشوائن جي "ها" کي انڪار جي صورت ۾ ٻڌو آهي.

انڪار ۽ اقرار جي انهيءَ قديم ۽ تاريخي تصادم کان ۽ روايتي تڪرار کان بچڻ لاءِ موٽي اچون ٿا محمد عمر خاصخيليءَ ڏانهن، جنهن تي لکڻ واقعي بہ مون لاءِ آسان نہ هجي ها، جيڪڏهن مان سنڌ کي ٿورو گهڻو نہ سمجهندو هجان ها، چو تہ سنڌ ۽ محمد عمر خاصخيليءَ ۾ نالن جو فرق آهي، فقط نالن جو.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 24 جون 2001ع)*

## نور احمد ميمڻ

# هڪ فرد بہ ادارو بڻجي سگهي ٿو

هيءَ غالباً 1998ع جي ڳالهہ آهي، تڏهن مان ڊاڪٽر ڪالوني هيرآباد ۾ رهندو هوس. هڪ ڏينهن اوچتو ئي، شام جي وقت منهنجو پراڻو ۽ ايترو ئي پڪو دوست مرتضيٰ سيال هلي آيو. هڪ ٻيو شخص بہ ساڻس گڏ هو. ننڍي ڏاڙهي ۽ پوري قدڪاٺ واري انهيءَ شخص سان تعارف ڪرائيندي مرتضيٰ ٻڌايو تہ هي دوست نور احمد ميمڻ آهي، سنڌيڪا اڪيڊمي جو چيئرمين! مون سندس اداري طرفان ڇپايل ڪتابن جي حوالي سان تہ هن جي هاڪ گهڻي ئي ٻڌي هئي، پر ساڻس اِها پهرين ملاقات هئي.

رسمي دعا سلام ۽ خير عافيت ڪان پوءِ نور احمد پنهنجي اچڻ جو مقصد ڪجهہ هن طرح بيان ڪيو تہ هو انگريزي سنڌي لغت (ڊڪشنري) ڇپائڻ چاهي ٿو ۽ انهيءَ ڪم ۾ مون کي بہ شامل ڪرڻ جوارادو رکي ٿو.

پرمانند ميوارام ۽ ايڇ. ٽي شاهاڻيءَ جون تيار ڪيل انگريزي سنڌي لغتون پنهنجي دؤر جون گهٽيون ئي ڪارائتيون لغتون هيون، پر هاڻي اُنهن کي بہ اڌ صديءَ کان وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي ۽ هاڻي اُهي ٻوليءَ ۾ آيل تبديلين ۽ جديد تقاضائن يا گهرجن تي پوريون نٿيون لهن. جنهن واسطي ضروري پائنجي ٿو تہ ڪا اهڙي جديد ڊڪشنري تيار ڪري ڇاپجي، جيڪا نہ رڳو ٻوليءَ جو هڪ پورو خالي ٻيل پاسو پري سگهي، پر ساڳئي وقت تعليم توڙي ادب جي کيتر ۾ هڪ "نمائنده رهبر ڪتاب" طور ڪتب آڻي سگهجي، جنهن مان سرڪاري ملازم، تحقيق جي شعبي ۾ ڪم ڪندڙ نوجوان توڙي شاگرد هڪ جيترو لاڀ پرائي سگهن.

پنهنجي مقصد جي پٺڀرائيءَ ۾ نور احمد مختصر ۽ معتبر پيرائي ۾ جديد انگريزي - سنڌي لغت جي ضرورت ۽ اهميت تي ڳالهايو ۽ انهيءَ نيڪ ڪم ۾ منهنجي شامل ٿيڻ يا نہ ٿيڻ بابت راءِ معلوم ڪئي.

سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي ساک ۽ اُن جي ڇپايل ڪتابن جي معيار کان تہ مان اڳوات ئي واقف هوس، سو ٻنهي ڪنهن گهڻي ويچار جي مون سندس پيشڪش کي قبولي ورتو ۽ اهڙيءَ طرح سنڌيڪا جي سٽ ۾ شامل ٿي ويس. انهيءَ پهرئين ملاقات ۾ نور احمد ڪجهہ ضروري هدايتن سان گڏ، منهنجي حصي جو ڪم مون وٽ ڇڏي ويو ۽ پوپان مان هڪ اهڙي عجيب ڪيفيت ۾ مبتلا ٿي ويس، جنهن نہ رڳو منهنجي آرام

پسند مزاج کي بي آرام ڪيو پر گڏوگڏ هڪ اهڙي خواب جي سحر ۾ ويڙهيو
جنهن منجهان آسانيءَ سان ڪنڌ ڪڍائڻ مون لاءِ بنهه گهڻو ڏکيو هئو.
جنهن سموري حياتي غزلن جا گلاب پوکيا هجن، انهيءَ لاءِ ڊڪشنريءَ جهڙو ڳرو ڪارپيٽ وڇائڻ ڪيترو ڏکيو ٿي سگهي ٿو انهيءَ جو اندازو مون کان وڌيڪ پيو ڪير ٿو ڪري سگهي! بهرحال ٻئي ڏينهن تي مرتضيٰ کي فون ڪري، مون کيس پنهنجين مشڪلاتن کان آگاهه ڪيو هو جيڪو شروع کان وٺي پنهنجن دوستن جي غير ذميوار روين کان بيزار رهندو آهي، تنهن بنان ڪنهن تاويل ٻڌڻ جي انهيءَ ڪم کي مڪمل ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح ڪابه راهِ فرار نه ڏسي پنهنجي ڪم ۾ جُنبي ويس.
اڄ انهيءَ ڳالهه کي ڇهه سال ٿي چڪا آهن. انهن ڇهن سالن ۾ اهڙا ڇهه سؤ موقعا آيا هوندا جو مون نه رڳو پنهنجي روايتي سستيءَ جو مظاهرو ڪيو هوندو بلڪ ڪم سان گڏ پاڻ کي به اڏ ۾ وساري ويٺو هوندس. انهن سيني ڪوتاهين ۽ ڪمزورين جي باوجود، نور احمد پنهنجي انهيءَ ويساهه کي ڪڏهن به ختم نه ڪيو جيڪو هو ماڻهن ۽ انهن جي صلاحيتن ۾ رکي ٿو. سندس ويساهه دراصل ماڻهن کان وڌيڪ خدا جي انهيءَ مخلوق ۾ آهي، جنهن سان گستاخي ڪرڻ جي اجازت فرشتن کي به ناهي.
1998ع کان شروع ڪيل اهو ڪم، 2003ع ۾ جڏهن مڪمل ٿي مارڪيٽ ۾ آيو ته مون کي ايئن لڳو جڻ سڄي ڏينهن جي ٿڪهڻ اُس واري سفر کان پوءِ ڪنهن گهاٽي پپر جي ڇانوَ ۾ اچي ويٺو هجان. هڪ جديد انگريزي- سنڌي لغت جي ڇپجي اچڻ کان پوءِ سنڌي ٻولي، تعليم ۽ ادب جو ڪيترو ۽ ڪهڙو فائدو ٿي سگهي ٿو انهيءَ جو اندازو ٻوليءَ جا ماهر ۽ داناءَ استاد ئي ڪريَ سگهن ٿا. مان فقط هڪ ايڊيٽر جي حيثيت سان اهوئي ڄاڻان ٿو ته سنڌ ڪتاب تصنيف ڪرڻ ڪنهن لائق پٽ جي وجود کان گهٽ ناهي، جنهن جي هر نيڪ عمل سان عمر ڀر والدين جي پذيرائي ٿيندي رهي ٿي.
سنڌيڪا جي سرواڻ، نور احمد ميمڻ سان گڏ ڪم ڪندي مون کي خير سان ڇهه ست سال گذري چڪا آهن. انهن ڇهن- ستن سالن ۾ اسان جون بي شمار ملاقاتون ۽ ڪچهريون ٿي چڪيون آهن. شروع وارن ڏينهن ۾ سندس ڪم ۽ اُن جي چوندڊ توڙي معيار کي ڏسي مون سوچيو هئو ته سندس ذات بابت ضرور لکندس، پر انتهائي ايمانداريءَ سان انهيءَ ڳالهه جو اقرار ڪريان ٿو ته نور احمد تي لکڻ "اڪ مان ماکي لاهڻ" جي مصداق آسان نه هئو. هونئن به ماڻهوءَ جي ذات کي ان جو خلقيندڙ ئي صحيح رُخ ۾ ۽ انصاف سان پرکي سگهي ٿو. اها ڳالهه ڪنهن ماڻهوءَ جي وس جي ناهي ته هو ويهي ڪنهن انسان کي ونڊي، ضربي ۽ ان جو ڇيد

ڪري ۽ مون تہ فقط اهو چاهيو پئي تہ سندس ڪم کي آڏو رکي، سندس ذات لاءِ مجتا طور بہ اکر لکجن. مگر اهو سڀ ڪجهہ مون لاءِ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ آسان ٿيڻ جي بجاءِ ڏکيو ٿيندو ويو. چوتہ دہ ملاقات کان پوءِ مون مٿان سندس ذات جا ڪيترائي لڪل پهلو آشڪار ٿيندا رهيا.

اسان جي سنڌي سماج ۾ نہ خراب ماڻهن جي کوٽ آهي ۽ نہ ئي چڱا ماڻهو ناپيد آهن! البتہ انهن جي مقدار ۾ عدم توازن ضرور آهي. چڱائي ليپي ضرور ٿي پر ڳولڻ سان ۽ اهڙي ئي معتبر ڳولا کان پوءِ نور احمد ميمڻ جهڙا ماڻهو لڀيو پون، جيڪي پاڻ سان گڏ سيني انسانن کي فقط ڪم جي ئي حوالي سان سڃاڻن ٿا. اهڙو ڪم، جيڪو آدم ۾ ويساهہ ۽ دنيا ۾ محبت پيدا ڪري ٿو ۽ انسان جي انهيءَ اعليٰ ۽ اولين ڪارج کي سمجهندي، هن جنهن ڪم جي پنهنجي لاءِ چونڊ ڪئي، سو سنڌيڪا جي پليٽ فارم تان اڄ سيني کي نظر اچي ٿو.

پبلشنگ جو پروفيشن هڪ اهڙو ڪم آهي، جنهن کي اختيار ڪرڻ کان اڳ ۾ هر ماڻهو سؤ دفعا سوچيندو آهي ۽ اختيار ڪرڻ کان پوءِ بہ سؤ دفعا پڇتائيندو آهي، مگر نور احمد جو شمار انهن ماڻهن ۾ ٿئي ٿو جيڪي نہ ڪرڻ وارو ڪم ڪنهن بہ قيمت تي ناهن ڪندا ۽ جيڪو ڪم ڪرڻ چاهين، اُن کي ڪرڻ کان انهن کي ڪير بہ روڪي ناهي سگهندو. شايد اهڙن ئي ماڻهن لاءِ فيض چيو هئو تہ:

*"جو رُکے تو کوہ گراں تھے ہم،*
*جو چلے تو جاں سے گذر گئے۔"*

اڄ کان لڳ ڀڳ پندرنهن ورهيہ اڳ پريالي (سکر) شهر مان پنهنجون بيڙيون ساڙي نڪتل نور احمد اڄ ڪراچيءَ جهڙي اجگر شهر ۾ "سنڌيڪا" نالي هڪ اهڙو ادارو هلائي رهيو آهي، جنهن سنڌي ٻوليءَ کي بنهہ اَملهہ ڪتاب آڇيا آهن. علم ۽ ادب جي لڳ ڀڳ سيني شعبن ۾ هن اداري پاران ڇپايل ڪتاب پنهنجي چونڊ ۽ معيار جي حوالي سان هٽو هٽ ڪيچندڙ ڪتابن طور سڃاتا وڃن ٿا. انهيءَ جو وڏي ۾ وڏو سبب اِهو بہ آهي تہ قيمتن جي معاملي ۾ نور احمد بنهہ محتياط رهندو آهي. هو ڪيئي ڀيرا پنهنجي انهيءَ موقف جو اظهار ڪري چڪو آهي تہ سنڌي ماڻهن جي قوتِ خريد بنهہ گهٽجي ويئي آهي، جنهن واسطي ڪتابن جي مناسب کان بہ ٿوري گهٽ قيمت مقرر ڪرڻ ۽ اُنهن کي گهڻن هٿن تائين پهچائڻ کي ئي ترجيح ڏيڻ گهرجي. پنهنجي اهڙي موقف ۽ عمل جي موٽ ۾ سندس همعصر پبلشر ڪاروباري مشڪلاتن جي شڪايت ڪانئس ڪندا رهندا آهن، مگر هن قومي ڪارج مٿان ڪڏهن بہ ڏوڪڙن کي ترجيح ناهي ڏني. اهوئي سبب

آهي جو هڪ هزار صفحن کان وڌيڪ صفحن، پڪي جلد ۽ سٺي پني واري سنڌيڪا ڏڪشنريءَ جي قيمت بنهه گهٽ آهي.

انهيءَ ڳالهه جي تمام ٿورن ماڻهن کي خبر هوندي تہ نور احمد جو تعلق هڪ ٺيٺ مذهبي گهراڻي سان آهي. هن جي تعليم ۽ تربيت پڻ اهڙي ئي ماحول ۾ ٿي. پنهنجي نوڪريءَ جي شروعات هن سنڌي ادبي بورڊ کان ڪئي، مگر ٿوري ئي وقت کان پوءِ کيس انهيءَ ڳالهه جو شدت سان احساس ٿيو تہ هو جنهن اداري ۾ ڪم ڪري رهيو آهي، سو ڏيڍ سؤ ماڻهن جي لشڪر ۽ بيو ضروري سامان هوندي بہ، اهو ڪم نہ پيو ڪري سگهي، جيڪو مٿس واجب هو ۽ اهڙيءَ صورتحال ۾ هن پاڻ کي زيان ٿيندي محسوس ڪيو جنهن بعد هن نوڪري ڇڏي پنهنجا ڪرها ڪراچيءَ پلاٽيا ۽ اتي هڪ اهڙي پبلشنگ اداري جو بنياد وڌو جنهن کي اڄ "سنڌيڪا" جي نالي سان ماڻهو نہ رڳو سڃاڻن ٿا، پر عزت ۽ مڃتا جي نگاهہ سان ڏسن بہ ٿا.

۽ اهڙي ئي مڃتا جي احساس تحت جڏهن مون نور احمد ميمڻ تي لکڻ چاهيو تہ مون کي هن بابت بہ اکر لکڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي محسوس ٿي. سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ مان سندس گهڻ رُخي ذات تي لکان يا انهيءَ ڪارنامي تي لکان جيڪو هن سنڌيڪا جي نالي سان سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌو آهي.

وچولي هڏ ڪاٺ ۽ سادي طبع، وضع وارو هي لائق شخص، هاڻي پنهنجي ڪم جي حوالي سان ايترو تہ محو ٿي چڪو آهي جو هاڻي سنڌيڪا ۽ منجهس فرق ممڪن ناهي رهيو.

هڪ مذهبي گهراڻي ۾ پلجي نپجي وڏي ٿيڻ کان پوءِ سوچ ۽ شخصيت مٿان مذهب جو اثر ٿيڻ ناگزير هجي ٿو مگر نور احمد انهيءَ اثر کي انتهائي معتدل ۽ مثبت ئي رهڻ ڏنو. هو جڏهن بہ ڳالهائي ٿو تہ دليل، عقل ۽ سهپ جي حدن کان ٻاهر هرگز نٿو اچي. سندس ذات جو اهو اهڙو رُخ آهي، جنهن کي ڏسي مون کي لڳندو آهي تہ هو مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو پوئتي رهجي ويل ڪو آخري شاگرد آهي، جيڪو پنهنجن وسيلن کان ٻاهر وڃي ڪري، اڪيلي سر پنهنجي اداري پاران ايترو ڪم ڪري رهيو آهي جيترو سنڌ جا، انهيءَ ڪم واسطي تشڪيل ڏنل سمورا سرڪاري ادارا بہ ناهن ڪري سگهيا.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 19 جون 2004ع)*

# ليڊي ڊيانا

# پيار جو ڪوبہ گھراڻو نہ ٿيندو آھي!

ماڻھوءَ جا واسطا ۽ تعلق، خاندانن، قبيلن، قومن ۽ گھراڻن سان ھُجن ٿا. انھن جو اصل نسل حسب نسب سندن ڪردار ۽ شخصيت مٿان، ٻنھي صورتن ۾ منفي توڙي مثبت انداز ۾ اثر وجھن ٿا. اُھو اصول فطري طور تي دنيا ۾ موجود سيني جاندارن تي لاڳو ٿئي ٿو. جنھن حوالي سان پوري دنيا ۾ موجود ماڻھن جا قبيلا ۽ قومون مختلف سماجن ۽ ملڪن منجھ مخصوص ۽ الڳ الڳ بيھڪ، سڃاڻپ ۽ منفرد نفسيات جي عڪاسي ڪن ٿيون ۽ مختلف گروھن يا طبقن ۾ روھائجي وڃن ٿيون، منجھن موجود، ھڪبئي کان مختلف ھجڻ وارو فرق جتي فطري تقاضائن ۽ اُصولن جو نتيجو آھي، اُتي انھن معاشرن جي تاريخي، سماجي، علمي ۽ ادبي جوڙجڪ جو پڻ عمل دخل رھي ٿو جو اُھي قومون، باقي ٻين سمورين قومن کان متاھيون يا گھٽ تصور ڪجن ٿيون.

انگريزن کي دنيا ھونئن تہ ڪيترن ئي حوالن سان سڃاڻي ٿي، پر چالاڪيءَ ۽ حسن جي حوالي سان سندن ھاڪ، ھڪ طلسمي ۽ ڪتابي اسرار ۽ ڪٿا جي صورت اختيار ڪري ويئي آھي. دنيا اُنھن کي اُن سچ جي حوالي سان سڃاڻي ٿي، جيڪو ڪڏھن دنيا مٿان ڪونہ لھندو ھو پر مان انھيءَ سچ کي سڃاڻان، جنھن جو نالو ڊائنا ھو.

وقت جون ستم ظريفيون لمحن جي تلاش ۾ رھنديون آھن. اھڙا لمحا جڏھن بہ ڪنھن جي زندگيءَ جي ساحل مٿان اوپرن پکين جي صورت ۾ لھندا آھن ۽ انھيءَ جي زندگيءَ جا ڏينھن آھستي آھستي چھچڻ شروع ڪندا آھن، تڏھن ئي حياتيءَ جو چلو زندگيءَ جي چيچ ۾ گھرگھلو ٿيڻ لڳندو آھي. بلڪل اھڙي طرح، جڏھن ڊيانا تي پھريون دفعو اِھو راز کليو تہ سندس اڪيلائين جي ٻنھ حساس حق مٿان، چارلس ڪنھن ٻيءَ عورت کي شريڪ ڪيو آھي، تڏھن سندس سيني ۾ دل نالي وارو وفا جو پکي پڙڪو ڏيئي اھڙو تہ اُڏاڻو جو ان کي شاھي گھراڻي جو ڪوبہ دام ۽ دلاسو وري چارلس جي ويجھو نہ آڻي سگھيو.

عورت جو اِھو اڪيلو ۽ بنيادي حق، جيڪو ڪيس سندس دل عطا ڪيو آھي، تہ سندس پيار ۾ ڪو بہ شريڪ نہ ھجي، جڏھن ڊيانا پاڻ کان کسجندي محسوس

ڪيو تڏهن هن فطري ڪروڌ ۽ شعوري احتجاج جي ذريعي انهيءَ راهه جي چونڊ ڪئي، جيڪا برطانيه جي شاهي گهراڻي کان نڪري موت جي آغوش ۾ ختم ٿي. انهيءَ سموري تسلسل ۾، جنهن تحت ڊيانا جي چارلس سان شادي ۽ پوءِ هڪ ڪار حادثي ۾ مري وڃڻ جا قصا ۽ ڪهاڻيون شامل آهن. سو سڀ اتفاقي ۽ پاڻ مُرادو هرگز ناهي. بي بي سيءَ تي پاڪستاني نزاد برطانيه جي هڪ صحافيءَ کي ڏنل انٽرويو ۾ هن چارلس سان ڪيل بيوفائين جو اعتراف ڪندي چيو هو ته "پهريائين بيوفائي چارلس ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ مون پڻ اهو ئي ڪيو جيڪو چارلس ڪيو."

انساني مزاج ۽ فطرت جو هڪ الميو آهي، ته هو هميشه جذبن ۽ روين جي موٽ، اهڙيءَ صورت ۾ ڏيئي ٿو جيڪي هن سان روا رکيا وڃن ٿا ۽ اهڙي آزاد سماج ۾ پلجي وڏي ٿيل ڊائنا بيوفائيءَ جو بدلو بيوفائيءَ سان ڏيڻ ۾ ئي انصاف ڳولي لڌو ڇو ته هوءَ انساني قدرن جي انهيءَ فڪر جي عورت بهرحال هرگز ڪونه هئي، جنهن تحت يڪ طرفي پيار ۽ پاڻ ارپڻ جو جذبو ڪارفرما هوندو آهي، پر انهن سيني ڳالهين ۽ سماجي اعليٰ قدرن جي موجودگيءَ ۾ به ڊيانا سان ائين ئي ٿيو جيئن جيڪب آباد جي ڪنهن ناريءَ سان ٿيندو آهي، فرق فقط واردات جو ۽ انهن طريقن جو آهي، جن تحت ڪارين کي ماريو ويندو آهي.

برطانيه جي تخت جي وارث جي ماءُ ڊيانا، جنهن کي ڪڙيي گهنور جو هاري به ايترو ئي سڃاڻندو هو جيترو برگر فيمليءَ جو ڪو فرد سا سموري زندگي، خاص ڪري چارلس سان شاديءَ کان وٺي پنهنجي متوقع موت تائين پوري دنيا جي توجهه جو مرڪز رهي. هن جو تعلق جن خوبصورت ماڻهن سان هو سي پنهنجن گهرن ۾ گهٽ، ماڻهن جي دلين ۾ وڌيڪ رهندا آهن. اهو ئي سبب هو جو سندس موت تي دنيا جي سيني حسن پرست ماڻهن پنهنجن خوابن جي اڳڻ مٿان خواهشن جون ڪتون سوڳ وچان اونڌيون ڪري ڇڏيون ۽ ڪين ائين لڳو ڄڻ ڊائنا جي موت سان هن دنيا جي ڪتاب جو هڪ پنو ويڙهجي ويو آهي، جنهن کي اڃا گهڻي وقت تائين پڙهڻ درڪار هو.

خوبصورتيءَ جو ڪو به ديس ڪونه ٿيندو آهي، انهيءَ چوڻيءَ جي مصداق، ڊيانا جو به ڪو هڪ ديس ڪونه هو. هوءَ گل وانگر لڳل ته چارلس جي ڪوٽ جي ڪالر ۾ هئي، پر سندس خوشبوءَ فاصلن جا جزيره اُڪري پوري دنيا ۾ ڦهلجي چڪي هئي، بلڪل اهڙيءَ شام وانگر جيڪا جنهن به اڱڻ مٿان لهندي آهي، اُن جي ٿي ويندي آهي. هونئن به موسمن جهڙي هن ايسرا پاڻ مٿان ڪنهن هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي حق کان انڪار ڪيو هو جيڪو سندس وجود جو منڪر هو پوءِ اهو چارلس جي صورت ۾ ئي ڇو نه ڪٿي هجي.

برطانوي شاهي گهراڻو جنهن جي چالاڪين، منصوبن ۽ ذهانتن جي ڪري، برطانيہ ذري گهٽ پوريءَ دنيا مٿان حاڪميت ڪرڻ جو اعزاز رکي ٿي، اهو گهراڻو هڪ اهڙي ڇوڪريءَ کي فتح ڪري نہ سگهيو جيڪا وفا جي شرط تي انهيءَ گهراڻي جو حصو بڻجڻ آئي هئي.

دل جا معاملا دليون طئہ ڪنديون آهن، جيڪڏهن اهي ڪاروبار اُصولن ۽ ضابطن جي آڌار تي طئہ ٿيندا هجن ها، تہ مان سمجهان ٿو تہ، هن دنيا ۾ زندگيءَ جو سمورو سامان دڪانن تي دستياب هجي ها!

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 31 آگسٽ 2000ع)*

## پٽيوالو مير محمد مري

# غربت جنهن کان کيس شڪايت رهندي

هي اوٺويهه سؤ چورانوي جو قصو آهي، جڏهن مان سنڌ ۾ قائم ٿيل هڪ نئين ڪيڊٽ ڪاليج جوائن ڪرڻ لاءِ حيدرآباد کان پنهنجو هنڌ بسترو کڻي، ڄام نواز علي (ڄام صادق علي جو اباڻو ڳوٺ) پهتو هوس.

ڄام نواز علي وارو ڳوٺ جيڪو ڄام صادق علي جي وڏ وزارت کان اڳ ۾ ڄام خاندان جي بنگلن ۽ سندس هارين جي ڪچن گهرن کان وڌيڪ ڪجهه به نه هو، سو ڄام صاحب جي حڪومت ۾ سنڌ جو هڪ مثالي ڳوٺ بڻجي ويو. سندس وڏ وزارت جي عرصي دوران سنڌ سيڪريٽريٽ اڻ اعلانيه انداز ۾ ڄڻ ڄام نواز علي ڳوٺ ڏانهن منتقل ٿي چڪي هئي، سنڌ جا سمورا ڪامورا وفادار ڪمدارن وانگر ڄام صاحب جي آشيرواد حاصل ڪرڻ واسطي پتنگن وانگر پهچڻ لاءِ بيقرار نظر ايندا هئا ۽ ڪين پلئه پونديون هيون سندس زمانه مشهور گاريون ۽ پيون اهڙيون سوغاتون، جن جو واسطو سنئون سڌو ڄام خاندان جي سخاوت سان هوندو هو. اُنهن ئي ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن بينظير ڀٽو جي پهرئين دور ۾ سرهاڙيءَ لاءِ منظور ڪيل ڪيڊٽ ڪاليج ڄام نواز علي ڏانهن منتقل ڪيو ويو ۽ انهيءَ ڪاليج لاءِ ڀرتي ٿيل اولين استادن واري دستي ۾ شامل ٿي مان به اُتي پهتو هوس.

حيدرآباد کان رواني ٿيڻ کان اڳ ۾، ڪيڊٽ ڪاليج سانگهڙ لاءِ مون وٽ عجيب گمان ۽ خاڪا موجود هئا. مگر اتي پهچڻ بعد سمورو ماحول منهنجي لاءِ ايترو اوپرو هو جو اُتي وڌيڪ عرصو رهي سگهڻ جو تصور به نٿي ڪري سگهيس. انهيءَ دوران جڏهن پنهنجي بي دليءَ جو ذڪر مون تڏهوڪي پرنسپال ڊاڪٽر محبوب علي شيخ سان ڪيو ته هُن جي انهيءَ جملي منهنجن سمورن سوالن اڳيان هڪ مناسب جوب جو بند ٻڌي ڇڏيو ته "ادارا نه اهي ته هرڪو ويندو آهي، ادارن کي هلائڻ هرڪنهن جي وس جي ڳالهه ڪونهي. سندس انهيءَ سوال جيڪو اصل ۾ هڪ چئلينج هو مون نه رڳو قبول ڪيو بلڪ پنهنجن ٻين ساٿين جن ۾ عنايت شاهه، زبير مغل وغيره سان گڏجي، ملندڙ پگهار کان وڌيڪ ڪم ڪري هڪ اهڙي علائقي ۾ ڪيڊٽ ڪاليج جهڙي اهم ۽ مشڪل ڪم (خواب) کي شرمنده تعبير بنايو جنهن جو شمار اڄ ڇهه سال گذرڻ بعد ملڪ جي اهم تعليمي ادارن ۾ ٿيڻ لڳو آهي.

ڪيڊٽ ڪاليج جي قيام ۾ ڪاميابيءَ لاءِ اسان ۾ اسان جي دوستن ڪهڙا ڪشالا ڪڍيا. ڪيئن ننڍون ڦٽايون. ڪيئن شيخ صاحب جا دڙڪا کاڌا ۽ ڪيئن هڪ ڏکئي ڪم (Task) کي منزل تي پهچايو. انهن سڀني ڳالهين مٿان جيڪڏهن تفصيل سان ويچاريو تہ هن ڪالم جي گنجائش ۽ وقت اسان کي شايد اجازت نہ ڏيئي. مگر ڪاليج ۾ گذاريل سموري وقت دؤران پيش آيل اهڙو واقعو (حادثو) مون کان ڪڏهن بہ ڪونہ وسرندو جنهن جو واسطو هڪ اهڙي ماڻهو سان آهي جنهن جي جوان زندگي ۾ معصوم دل سندس ساٿ انهيءَ وقت تي ڇڏيو جڏهن هن پيٽ پري ماني کائڻ جو مزو اجا ڪجهہ ڏينهن اڳ ئي ورتو هو.

ڪاليج جي پرنسپال هڪ ڪاميٽي جوڙي. اُنهيءَ کي اهي اختيار ڏنا ويا هئا تہ اُها اتان جي مقامي ماڻهن کي سندن مناسب گهربل اهليت جي بنياد تي هيٺئين اسٽاف ۾ ڀرتي ڪري. اتفاق سان انهيءَ (سليڪشن ڪاميٽيءَ) ۾ مان بہ شامل هوس. روز ماڻهن جا حشام هوندا هئا. اسان سڀئي دوست "ڪنهن کي نوڪري ڏجي ۽ ڪنهن کي نہ ڏجي" واري اذيت ناڪ مرحلي ۾ امتحان ۾ مبتلا هئاسين. انهيءَ دؤران هڪ ڏينهن اسان جي سامهون هڪ اهڙو نوجوان اچي بيٺو جنهن جي اکين ۾ صدين جي غربت ۽ هٿن ۾ ڪنهن ٻئي کان لکرايل درخواست هئي. هُن درخواست منهنجي اڳيان رکندي. ٻانهون ٻڌندي اجا غريبي ۽ بيروزگاري جو قصيدو پڙهڻ پئي چاهيو تہ مون ڪائنس سندس نالو پڇيو "مير محمد" هُن وراڻيو هو. مير محمد نالو ٻڌي مونکي ساڳئي نالي وارو منهنجو ننڍو ڀاءُ ياد آيو. مون ڪائنس ٻيو سوال ڪيو "نوڪري ڪندين يا ڀڄي ويندين" منهنجي سوال جي موٽ ۾ سيني تي هٿ رکي هڪ عجيب ۽ اڻ ڄاتل حوصلي سان وراڻيو هئائين "سائين! نوڪري مري ڇڏبي" سندس جواب اسان کي لاجواب ڪرڻ لاءِ ڪافي هو. مون پنهنجي روايتي مزاج ۽ عادت جو مظاهرو ڪندي ڪيس ٻئي ڏينهن اچي نوڪري تي چڙهڻ واري خوشخبري ٻڌائي. نوڪريءَ جي ملڻ واري خوشي جنهن نموني سندس چهري تي ڇانئجي ويئي هئي. انهيءَ کي منهنجي ڪا بہ تشبيح. استعارو محاورو يا ترڪيب بيان ڪري نٿي سگهي. انهيءَ اڻ ڄاتي خوشيءَ کي هوا جي لمس وانگر محسوس ڪري سگهجي ٿو پر بيان نٿو ڪري سگهجي.

انهن ئي ڏينهن ۾ جڏهن ڪاليج ۾ ڪلاس شروع ٿيا تہ ٻين ڪيترن ئي مسئلن سان گڏوگڏ استادن واسطي چانهہ پاڻي جو مسئلو پڻ درپيش هو (هاف ٽائيم) ۾ استادن واسطي چانهہ پاڻي وارو بندوبست ڪرڻ مير محمد جي حوالي ڪيو ويو هن جڏهن چانهہ ٺاهي پهرئين ڀيري اسان کي پياري تہ مونکي ائين لڳو هو ڄڻ چانهہ فقط مير محمد ئي ٺاهي سگهي ٿو. سندس هٿن جي تيار ڪيل چانهہ جو ذائقو مون کان اڄ بہ وسري ناهي سگهيو. بعد ۾ اهو معمول ٿي ويو هو تہ

ڪئمپس ۾ (هاف ٽائيم) واري چانهه ڪان علاوہ ناشتي ۽ شام جي چانهه به مير محمد ناهڻ لڳو هو سندس ڪم ۾ دلچسپي ۽ نماڻائپ ڏسي ڪاليج جا سمورا استاد توڙي ٻيا ملازم مٿس ڪافي مهربان ٿي ويا هئا ۽ خوش ٿي ڪيس هر مهيني سندس پگهار جي اڌ رقم جيتري خرچي پڻ ڏيندا هئا. جيڪا وٺڻ مهل سندس هٿن ۾ خوشي ۽ پاڻ مڃائڻ واري احساس جي ڪري اڻ لکي ڪنبڻي شروع ٿي ويندي هئي.

ڪاليج جي شروع وارن ڏينهن ۾ جڏهن اجا ڪئمپس ۾ ميس شروع ڪانه ٿي هئي تہ ڪاڏي پيتي جو سمورو وهنوار مير محمد جي هٿن ۾ هوندو هو ناشتي تيار ڪرڻ، استادن کي ماني کارائڻ ۽ سندن لاءِ پير واري ڳوٺ جي هٽ تان سگريٽ وٺي اچڻ دؤران مير محمد مري ڪنهن بيقرار واچوڙي وانگر هيڏي هوڏي ڦرندي نظر ايندو هو ڪلارڪ هجي يا پي. اي، ليڪچرار هجي يا سيڪيورٽي انچارج، هر ماڻهوءَ جي سڏ تي ”جي سائين آيو“ جي موٽ ڏيئي ڪنهن جادوگر جيان پل کن ۾ اڳيان حاضر ٿي ويندو هو اتفاق سان جيڪڏهن ڪڏهن بخار يا تپ جي ڪري ڊيوٽي تي اچي نہ سگهندو هو تہ ايئن محسوس ٿيندو هو ڄڻ سمورو ماحول سوڳوار بنجي ويندو هو ۽ حقيقت بہ اها ئي هئي تہ سندس تيار ڪيل چانهه ۽ ڪاڏي جي شوق ۾ ڪيڊٽ ڪاليج جهڙي تلخ زندگيءَ ۾ بہ ڪيترائي رنگ پرجي ويا. اُهي استاد جيڪي روز نوڪري ڇڏڻ جا دڙڪا ڏيندا رهندا هئا، مير محمد جي خدمت، پوڳ چرچي ۽ ڊاڙن ٽڪائڻ جي هڪ قربائتي ماحول جا اسير بنجي ويا ۽ اُهي سڀئي دوست جيڪي مختلف سببن جي ڪري هڪ پل بہ اُتي نہ پئي ترسيا سي هڪ سال جي گذري ويل وقت کي بہ محسوس ڪري نہ سگهيا.

۽ تڏهن، جنهن وقت ڪاليج جي باقاعده قيام کي هڪ سال گذري چڪو هو پٽيوالي مير محمد مري جي زندگيءَ ۾ هڪ اهڙو لمحو آيو جنهن سندس حياتيءَ جا تاڪ اهڙي طرح تہ بند ڪري ڇڏيا جو انهيءَ کان پوءِ مير محمد ۽ زندگي هڪ ٻئي لاءِ اوپرا بنجي ويا. هي ڪهاڻي (حادثو) سندس جواني وانگيان بنهہ مختصر آهي. پنهنجي اڌ ٿهيل گهر ۾ استادن واسطي چانهه ٺاهڻ دؤران سندس گهر جو شهتير مٿس ڪريو شديد ڌڪ لڳڻ ڪري ڪرنگهي جي هڏي ضربجي پيس ۽ هو گهمڻ ڦرڻ کان لاچار ٿي ويو. ٽي مهينا سانده ڪاليج ۽ استادن جي خرچ تي علاج ڪرائڻ ڪانپوءِ بہ هو موت جي نگاهن ۾ رهيو ۽ ڪاليج جي هڪ سال جي نوڪري، بہ ننڍڙا ٻار، هڪ سِڪون نہ لاٿل وني ۽ زندگيءَ جا گذاريل پنجويهہ سال، پنهنجي ٺاهيل پهرئين چانهه جي يادگيريءَ سميت پوئتي ڇڏي موت جي واديءَ ڏانهن الوپ ٿي ويو.

اڄ جڏهن انهيءَ ڳالهہ کي ڇهہ سال گذري چڪا آهن، ڪاليج ۾ پڙهندڙ ٿيل سمورا ليڪچرار نين دوستين جا پراڻا درد کڻي ڪاليج ڇڏي چڪا آهن. تڏهن ڄام نواز علي ڳوٺ ۾ موجود روينيو ريسٽ هائوس ۾ ورتل مير محمد ڪان اهو انٽرويو مون ڪان ناهي وسري سگهيو جنهن ۾ مون ڪائنس پڇيو هو تہ "نوڪري ڇڏي پڇي تہ ڪونہ ويندين؟!!" جنهن جي جواب ۾ هن وراڻيو هو تہ "سائين نوڪري مري ڇڏبي."

هاڻي مان سوچيان ٿو تہ ڇا اُنهي لمحي اسان سندس انٽرويو پئي ورتو يا هن اسانکي حياتيءَ جا اسرار پئي سمجهايا. هو انٽرويو ۾ ڪامياب ٿيو هو يا اسان سڀ اهڙي سوکڙي جهڙي ماڻهو کي سانڍي نہ سگهيا هئاسون. تقدير نئون افسانو لکيو ٿي يا ڪو خواب هو جيڪو اڌ رات جي ننڊ وانگيان نيڻن مان ڪري يادن جي بساط تي موتين جيان وکري ويو اهو سڀ ڪجهہ ڇا هو اڄ مان سوچيان ٿو تہ غربت آخر اڪين ۾ ڇو ٿي لهي اچي، خوشيون خيرات ۾ مليل سڪن وانگر، غريبن جي هٿ ترين تي گهڻو وقت آخر ڇو نٿيون ٽڪي سگهن. موت جا گهوڙي سوار حياتيءَ جي راهہ پلجي ويل ٻار کي گهر پهچڻ کان اڳ ۾ ئي ڇو ٿا جهٽي وٺن، زندگيءَ جي شوخ ديوي مجبور جوانيءَ مٿان آخر ڇو نٿي مهربان ٿئي، دل جي معاملن جي ڏور تقدير جي هٿن ۾ آخر ڇا لاءِ ڏنل آهي ۽ پٽيوالو مير محمد انهيءَ موسم ۾ ئي ڇو ٿو مري جڏهن سندس زندگيءَ جي فصل ۾ نوان آنيوُ نسرن ٿا.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 24 نومبر 2000ع)*

### سليم چنا

## سنڌي ادب جو خدائي خدمتگار

پنهنجي مزاج ۽ طبعيت ۾ هيڪلائپ پسنديءَ جي ڪري، منهنجي دوستيءَ جي اڪائونٽ ۾ اهڙا بنهہ گهٽ ماڻهو درج ٿيل آهن، جن کي "دوست" وارو درجو مليل آهي ۽ بلڪل اهڙي طرح، پنهنجي ليکي نرالي ۽ ڏکئي ماڻهو هجڻ جي ڪري، مان پڻ تمام ٿورن ماڻهن جو دوست ليکيو وڃان ٿو اهو ئي سبب آهي جو گهٽ دوست رکڻ يا هجڻ جي ڪري سون دوکا گهٽ ئي کاڌا آهن، انهيءَ لاءِ مون وٽ پنهجن سڄڻن لاءِ شڪايتون نہ هئڻ جي برابر هونديون آهن.

سماجي وهنوار ۾ ڪٿيل هجڻ جو ٻيو سبب، جيڪو سمجهہ ۾ ايندو آهي، سو شايد اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ دوستي جي سلسلي ۾ منهنجو ٽيسٽ ڪجهہ رهيو آهي، جنهن ڪري ٻن ڏينهن جو ياراڻو ڪڏهن بہ جتاءَ ڪري نہ سگهيو آهي، ۽ وري اهڙو ماڻهو جنهن کي پنهنجي پرواهہ بہ گهٽ هجي، اُهو ٻين جي معاملي کي ڪٿي ٿو سنڀالي سگهي!

حسن مجتبيٰ واري حيدرآباد ۾ رهندي مون کي پورا ويهہ سال گذري چڪا آهن، آسي واري ڏهاڪي جا، اسان جا سمورا دوست وقت جي بي واجبي پن ڇڻ ۾ ڪک پن ٿي ويا، دوستيءَ جي نون گلن کي اسان جي مزاج بنهہ قبول نہ ڪيو جيڪي فضليت ڀريا دوست، پراڻن دوستن کي ريپليس ڪن ٿا، اُهي پڻ اسان جي قبيلي سان واسطي ۾ رهڻ جي ڪري، اسان وانگر ئي بي پرواهہ آهن، نتيجي ۾ اها اڪيلائي ۽ اڪيلائپ پسنديءَ وارو الزام هيل تائين پاڻ سان ائين گڏ هلندو پيو اچي، جيئن شروع ۾ هيو. انهيءَ سموري انوکي پس منظر جي ڏوهہ ۾، اسين اڳ ۾ بہ اڪيلا هياسين ۽ هاڻي بہ تنها آهيون. وقت، سماج ۽ انهن جي ضرورتن اسان جي ۽ اسان جي دوستن جي ترجيحات ۾ تبديليون آنديون آهن. اڳي ادبي سنگت جي گڏجاڻيءَ ۾ وڃڻ، اسان جي لاءِ لازم هوندو هيو ۽ هاڻي انهيءَ ساڳئي وقت تي پنهنجن ٻارن کي هوم ورڪ مڪمل ڪرائڻ وڌيڪ ضروري محسوس ٿئي ٿو. اڳي دوستن سان رابطي وارو ڪم، فرض محسوس ٿيندو هيو ۽ هاڻي سندن خيرعافيت فقط فون ذريعي ئي وٺڻ بہ ڏکيو ٿو محسوس ٿئي. اهڙي طرح ڪوڙ ساريون ڳالهيون آهن، جيڪي وقت سر تبديل ٿينديون رهن ٿيون. اگر ڪا شيءِ جبئن جو تيئن

موجود رهي ٿي تہ اُها آهي دِل، جنهن مٿان نہ ڪالهہ پنهنجو ڪو اختيار هو نہ هاڻي ئي پنهنجي ضابطي ۾ آهي.

حيدرآباد جي حوالي سان، اهڙا اڻ ڳڻ معاملا، مجبوريون، يادون ۽ ذڪ آهن، جيڪي هر طرح منهنجا پنهنجا ذاتي آهن. جن جي سلسلي ۾ مون ڪڏهن بہ ڪنهن سان بہ شيئر ڪرڻ ناهي چاهيو ۽ انهن سڀني شين جي اگر ڪڏهن اهڙي ڪا ضرورت محسوس ڪيم بہ تہ، اهي سڀ شيون پاڻ وٽ ئي لکت جي صورت ۾ محفوظ ڪري ڇڏيندس. جيئن اُهي ڳالهيون، مونکي منهنجي ياد ڏياري سگهن، ڇو تہ وقت سدائين حال ۾ جيئي ٿو انهيءَ جو ماضي يا مستقبل سان ڪو بہ واسطو ڪونہ ٿو هجي، ماضي يا مستقبل ۾ فقط ماڻهوءَ ئي مبتلا هجن ٿا. وقت جو اهڙين بيڪار ڳالهين سان ڪو بہ سروڪار ناهي، بلڪل اهڙي طرح جهڙي ريت دل جو پنهنجي گذري ويل ڏڙڪڻ سان ڪو بہ رشتو ناهي هوندو.

ڪجهہ معاملا ۽ سلسلا، هر ماڻهوءَ جا بنهہ ذاتي هجن ٿا. جيئن غربت، محبت، نفرت وغيره. انهن سڀني عنوانن تي لکڻ، مان هر صورت ۾ غير ضروري تصور ڪندو آهيان. انهيءَ جي باري ۾ ڪجهہ شيون اهڙيون آهن جيڪي ذاتي جي زمري ۾ نٿيون اچن، شين وانگيان، ڪجهہ ماڻهو بہ اهڙا هجن ٿا. جيڪي پنهنجا بعد ۾ ۽ ٻين سڀني جا اول هجن ٿا. اهڙن ئي ماڻهن ۾ هڪ اهڙي ماڻهوءَ جو بہ نالو اچي وڃي ٿو جنهن کي مان گذريل ٻن ڏهاڪن کان سڃاڻان. انهن ٻن ڏهاڪن ۾ اسين ڪيترائي دفعا مليا هونداسون، هر دفعي جي ملاقات ۾ فقط ڏينهن ۽ تاريخون مختلف هونديون آهن، باقي هُن ۾ اهڙي ڪا بہ تبديلي محسوس ناهي ٿي، جيڪا ماڻهن ۾ ارتقائي حوالي سان ضرور هجڻ کپي. ٿڌي تتيءَ کان بي پرواهہ، پنهنجي ڪم ۾ مشغول، حيدرآباد شهر جي گلاخور موسم کان بي پرواهہ، هڪ اهڙي شخص جو ذڪر هن ڪالم ۾ درڪار آهي، جنهن کي مان معصوم انسان جي حيثيت سان سڃاڻان ٿو ۽ سيئي اديب ڪيس سليم چنا جي نالي سان ياد ڪن ٿا.

سليم چنا، جيڪو پنجاهہ واري ڏهاڪي ۾، حيدرآباد صدر جي علائقي ۾ پيدا ٿيو. ادب دوست پيءُ ۽ تعليم يافتہ ماءُ جي پرورش ۾ وڏو ٿيو ۽ هوش انهيءَ وقت سنڀاليائين، جڏهن سنڌ ون يونٽ، ٻولي ۽ ٻين اهڙن انيڪ ۽ گنڀير مسئلن ۾ ڦاٿل هئي. پنهنجي مزاج ۽ پيدائشي حياءَ جي ڪري، هي شروع کان ئي پاڻ، پنهنجي ليکي قطار ۾ سڀنيءَ کان آخر ۾ بيهڻ پسند ڪندو رهيو. انهيءَ فطري ورثاءَ جي ڪري، هُو هن وقت تائين بہ، هڪ موزون ۽ واجبي تخليقڪار هجڻ جي باوجود، قطار ۾ آخري نمبر تي ئي بيٺل آهي. انهيءَ جو سبب اهو بہ آهي هُن کي انهيءَ ڳالهہ سان ڪو بہ سروڪار نہ آهي تہ ادبي صف ۾ اڳيان ڪير آهن ۽ پويان

ڪير آهن؟ ڇو تہ هُو اِنهيءَ ڳالهہ کان بہ آگاهہ آهي تہ ادبي قطار اصل ۾ شروع ڪٿان ٿي ٿئي.

سليم چنا، جيڪو هڪ ئي وقت شاعر بہ آهي تہ ڪهاڻيڪار بہ، ڪالم نويس بہ آهي تہ پبلشر بہ، هڪ سماجي ورڪر بہ آهي تہ هڪ ڪاهوڙي شخص بہ. ۽ اهڙي ماڻهوءَ جي باري ۾ لکڻ منهنجي لاءِ اگر ڏکيو نہ بہ ڪٿي هجي تڏهن بہ، گهڻو ڪو آسان بہ ناهي. مون هن ڪالم لکڻ کان اڳ ۾ انهيءَ نقطي تي ڪافي ويچاريو تہ سليم جي شخصيت جي ڪهڙي پهلوءَ تي لکجي؟ انهيءَ ذهني ڇڪتاڻ ۾ سندس شخصيت جي جنهن رخ مونکي وڌيڪ انسپائر ڪيو سو آهي، سندس بنهہ نماڻي شخص هجڻ وارو پهلو جنهن جي آڌار تي هو ڏينهن جا سمورا ٻارهن ڪلاڪ سماجي ۽ ادبي ڪمن جي حوالي هوندو آهي. ڪو ادبي ٺهراءُ هجي يا ڪنهن اديب جي ذاتي ڪاڄ جا ڪارڊ، ادبي سنگت جو ڪم هجي يا ڪنهن بہ ادبي فورم وغيره جا دعوتناما، سليم بنا ڪنهن حجاب ۽ بهاني جي، مسلسل ماڻهن سان رابطي ۾ رهندو آهي ۽ اُهو سمورو ڪم معاوضي يا لالچ تحت نہ پر رضاڪارانہ طور تي، پنهنجي خرچ سان ڪندو نظر ايندو آهي. ڄامشورو حيدرآباد ۽ ڪوٽڙيءَ جي رستن تي مسلسل پنڌ نظر ايندڙ سليم چنو پنهنجي ورتاءَ ۽ سياءَ ۾ سنڌي ادب جو جهان خان ڪوسو محسوس ٿيندو آهي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ کان بہ وڌيڪ، جو جهان خان ڪوسي وٽ ٿر جي "ذاتيات" موجود هئي، مگر سليم وٽ ڪم جون ڪي بہ سرحدون ناهن. ادبي ڪم کان وٺي سماج جي هر ڪم سان هي "چرياڻ" ايترو تہ واڳيل نظر ايندو آهي جو هر ماڻهو پنهنجي حياتيءَ جي ڪارج واري حوالي سان هن کي پنهنجو پاڻ کان، گهڻو اڳتي محسوس ڪندو آهي.

1970ع کان وٺي ادب ۽ فڪري سياست "عملي نہ" سان وابستگيءَ جي حوالي سان هي درويش صفت شخص مسلسل متحرڪ نظر آيو آهي. هن اديب، شاعر، سماج سڌارڪ ۽ پبلشر شخص پنهنجي ذمي جيڪو ڪم ڪنيو آهي، اُهو بنهن عجيب ۽ چرڪائيندڙ آهي. هن جو ڪم آهي ادبي ۽ سماجي حلقن کي رابطي جي ڏور ۾ هڪ ڪري ٻڌڻ. اِنهيءَ ڪم جي نسبت سان هي شخص اوهان اگر ڏسڻ چاهيو تہ اوهان کي ادبي ميڙن ۾ اديبن منجهہ ڪارڊ ورهائيندي ۽ رجسٽر وغيره مٿان صحيحون وٺندي نظر ايندو. اِهو انهيءَ ڪري جو کيس آرام درڪار نہ آهي. لطيف اگر ڪاهوڙي وارو ڪردار تخليق ڪيو هو تہ انهيءَ جي تصور کي قدرت سليم جي ذات سان مڪمل ڪيو جيڪو ڪرڪٽا لاهي، ويهي رهڻ ۾ ايمان نٿو رکي.

سليم چنا جو پروفائيل سندس ڪمن وانگر ڪڏهن بہ پورو ۽ مڪمل نٿو لکي سگهجي. هن نماڻي شخص کي ڏسي مون کي انگريزي فلم ”پوسٽ مين“ ياد ايندي آهي، جنهن جو هيرو هڪ ٽپالي هوندو آهي ۽ اُهو ٽپال ذريعي سماج ۾ اهڙي تبديلي آڻڻ ۾ ڪامياب بہ ٿي ويندو آهي جيڪا ڪنهن بہ ليڊر ۽ شاعر جي وس کان ٻاهر هئي، انهيءَ حوالي سان مان اڪثر سوچيندو آهيان تہ سليم چنا پنهنجي لاءِ انتهائي مناسب شعبي ۾ ڪم جي چونڊ ڪئي آهي ۽ اهڙا ماڻهو ڪنهن بہ شهر ۾ رهندا هجن، پنهنجي ڪم يا ڪردار جي حوالي کان بنهہ وڏا محسوس ٿيندا آهن ۽ اُهي شهر ڪافي ننڍا. باقي اُهي ماڻهو جيڪي سليم جي پوري شخصيت کي هڪ ٿهڪ جو ڪاچ تصور ڪندا آهن. مان انهن مٿان مرڪڻ بہ مهانگو ٿو تصور ڪريان.

*(روزانہ ”عبرت“ حيدرآباد، 1 ڊسمبر 2000ع)*

## خديجہ چانڊيو عرف امان خَتُو!

# ماءُ جي حساس دِل ۽ بندوق جي بي حِس گولي!

جنهن ڏينهن پهريون دفعو بندوق جو فائر ٿيو هوندو انهيءَ ڏينهن ٻہ ڳالهيون ضرور ٿيون هونديون. هڪ پکين جي بي خوف اُڏار ۾ خوف جو اسرار سمايو هوندو ۽ ٻيو ماءُ جي لولي، سڏڪي ۾ تبديل ٿي هوندي.

پنهنجي بچاءَ جي بنياد تي هٿارن جي ايجاد تہ سمجهہ ۾ اچي ٿي پر اها ڳالهہ انهن مائرن ۽ پکين کي ڪير سمجهائي جن جا آکيرا ۽ هندورا هڪ بندوق جي نڪاءَ سان هميشہ ۽ سدا لاءِ خالي ٿي وڃن ٿا. اهڙن خالي ٿيل آکيرن ۽ هندورن جا هنج مائرن جي سڏڪن ۽ پکين جي ٻولين سان ٻہ ڀري نٿيون سگهجن.

جيئن جنگ جي ميدان کان وڌيڪ ماڻهن جو قتل عام عدالت جي ڪٺهڙن ۾ ٿيندو رهيو آهي، بلڪل اهڙي طرح پنهنجي بچاءَ ۾ نااهيل هٿيارن کي استعمال ڪندڙن، پنهنجو بچاءُ گهٽ ۽ ٻين جو نقصان گهڻو ڪيو آهي. اهڙي نقصان جو ڪاٿو اُهي قاتل ۽ شڪاري وڌيڪ بهتر طريقي سان ڪري سگهن ٿا جيڪي پکين کان پرواز ۽ مائرن ڪان انهن جا پُٽ ڦرين ٿا، اُهي پٽ جن لاءِ چئبو آهي تہ اُهي هٿن تي ناهن وڪامندا.

شڪارين جي نفسيات ٻہ عجيب ٿئي ٿي، اُهي پکين ۽ جانورن جو گوشت کائڻ کان وڌيڪ انهن جون کلون ۽ سِڱ پنهنجن گهرن ۾ سجائي وڌيڪ لذت ۽ سُرور محسوس ڪندا آهن. بي وس ۽ لاچار پکين ۽ جانورن کي ماري، پنهنجو شوق پورو ڪرڻ وارا شڪاري اسان وٽ اڪيلا ناهن. انهن جي شوق ۾ شامل اهي ماڻهو ۽ ادارا بہ شامل آهن جن مٿان اها ذميواري عائد ٿيل آهي تہ اهي هن سماج ۾ ڏوهن ۽ ڏوهارين جو خاتمو آڻين ۽ معصوم شهرين جي زندگين کي خطرن ۽ غير يقينيءَ جي اُس مان اُٿاري تحفظ ۽ انصاف جي گهاٽي ڇانوَ ۾ آڻي ويهارين. مگر ايئن نٿو ٿئي، ائين بنهہ نٿو ٿئي، عام شهرين جي حياتين کي تحفظ فراهم ڪرڻ بدران اهي ادارا ۽ اهلڪار انهن جي آرام ۽ آسائش سان تہ ڇا پر زندگين سان بہ رانديون ڪندا رهن ٿا. بلڪل اهڙي طرح جيئن شڪاري گولين جي گهاءُ سان پکين جي معصوم اُڏار ۽ نماڻي نهار کي نڪاءَ جي خالي خول ۾ سدا لاءِ بند ڪريو ڇڏين. فرق، فقط اهو آهي تہ شڪاري پنهنجي شوق ۾ ماريل پکين ۽ جانورن کي پنهنجي گهرن جي ديوارن تي سجائي ڇڏين ٿا. جڏهن تہ هم نفس اهلڪار ۽

عملدار پڪين جهڙن معصوم ماڻهن جا لاش تمغن ۽ بلن جي صورت ۾ سينن ۽ ڪلهن تي سجائين ٿا.

سنڌ، جنهن لاءِ مشهور آهي تہ ان کي ڏنڊي بردار هڪ جمعدار بہ آسانيءَ سان هلائي سگهي ٿو. ڪافي وقت کان تہ ڇا، بلڪ شروع کان وٺي سنڌ، پوليس ۽ ان جهڙن ٻين ادارن جي دهشت ۽ دهمان ۾ رهندي آئي آهي. تاريخ جا ايماندار شاگرد چڱي طرح ڄاڻن ٿا تہ مغل بادشاهہ اورنگ زيب جو دؤر هجي يا نواز شريف جو سنڌ سدائين زيب النساءَ مخفي جي سڏڪي جيان اداس رهي آهي.

سنڌ جي پوليس جنهن جو مقصد ماڻهن جي خدمت ۽ مدد تصور ڪيو وڃي ٿو اُن پنهنجو ڪاتو سدائين ڌاڙيلن ۽ رهزنن جي بجاءِ پنهنجي ڪل ۾ ڏڪندڙ عام شهرين جي خون سان ڪوليو آهي ۽ اهڙي طرح انهي چوٽيءَ کي هٿي ڏني آهي تہ جتي ٿاٽا آهن اُتي ڏوهن جي شرح وڌيڪ آهي.

پوليس جي ڪارڪردگيءَ تي گهڻو ڪجهہ لکيو ويندو رهيو آهي پر مان جنهن مؤت جي حوالي سان پوليس کي ياد ڪيو آهي، اهو انهيءَ ٻاويهہ سالن جي نؤجوان جو مؤت آهي، جنهن کي اڄ کان چار سال پهريائين پٽ شاهہ ٿاڻي تي ڌاڙيل ڪري ماريو ويو جنهن لاءِ ان جي ماءُ چوي ٿي تہ هو ايترو تہ معصوم هيو جو ننڍي هوندي ڌاڙيلن بجاءِ پرين جون ڪهاڻيون ٻڌندو هو ۽ هاڻي پوپٽ سندس قبر تي روز شام جو حاضري ڏين ٿا.

الهہ ورائي چانڊيئي جي بيواهہ، سٺ سالن جي مائي خديجہ جنهن کي سندس ڳوٺ جا سڀ ٻار "امان ڪتو" چون ٿا. پنهنجي نيڻن جا ٻي چيا لڙڪ هٿ جي پٺيءَ سان اگهندي چوي ٿي تہ "اُها 26 مارچ 1996ع جي نپٽي شام هئي جڏهن منهنجو غفار مونکان چاليهہ هزار وٺي اهو چئي گهران نڪتو تہ مان هالا ڏانهن انبن جو نيڪو ڪٽڻ وڃان ٿو پر هو اهڙو ويو جو هاڻي هن جي واپس اچڻ جا سڀئي رستا پنهنجي گهر جي ٻدران ستارن جي اڱڻ تي اچي ڪتن ٿا. جتي پرين جون ڪهاڻيون ٻڌڻ وارو غفار سنڌ جي هر ٿاڻي ۽ ايف. آئي. آر جي پهچ کان پري آهي." مائي خديجہ عرف "امان ڪتو" وڌيڪ ٻڌائي ٿي "مان ڳوٺ الهہ ڏتي چانڊيئي، لڳ باغ حاجي ڀٽي جي رهواسڻ آهيان، منهنجو سهرو پنهنجي دؤر جو وڏو مڻيادار واڍو هو. ساڳيو فن منهنجي گهرواري، الهہ ورائي چانڊيئي کي ورثي ۾ مليو هو ٻئي بهترين کٽون ۽ هندورا ٺاهيندا هئا، جن مٿان سمهي ماڻهو وصال جا خواب ڏسندا هئا. منهنجي خواهش هئي تہ مان پنهنجن پٽن هر هڪ محمد، قادر، جبار ۽ غفار کي هٿ ۾ ڪارائي جي ٻدران قلم ڏيان، مگر غربت ۽ شرافت کي اهو سڀ ڪتي منظور هيو. ٽي وڏا پٽ فقط پنج درجا پڙهي سگهيا، جڏهن تہ سيني کان ننڍي پٽ غفار چانڊيئي کي مون ٻارهن درجا ساندهہ پڙهايا، مگر هن يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ

واري خواب کي قرباني جي بستري تي سمهاري، پوڙهي ماءُ، بيروزگار پائرن ۽ ٽن جوان ڀينرن جي زندگين کي سنوارڻ خاطر محنت مزدوري کي لڳي ويو ۽ اهڙي طرح ننڍا وڏا نيڪا ڪٽي، محنت مزدوري ڪري صدين کان اڻ سڏي مهمان بڻيل غربت کي ڳچيءَ کان جهلي گهر کان ٻاهر ڌڪي ڪڍيو. مگر 26 مارچ 1996ع جي انهيءَ شام جو سندس ڪيسي ۾ پيل انبن جي نيڪي وارن چاليهه هزارن، سندس ڪيسي سان گڏ، زندگيءَ جي ڪشڪول کي بہ خالي ڪري ڇڏيو جن چاليهه هزارن کي هٿ ڪرڻ لاءِ پٽ شاهه ٿاڻي جي سموري عملي ڏوهارين مٿان خطا ٿيندڙ سيئي نشانا مٿس درست ڪيا."

ٽن ڀينرن مرادان، شاهجهان عرف بلبلان ۽ گلشن جو پاءُ ۽ هڪ پياري پاڻج صائمہ جو مامو عبدالغفار چانديو جڏهن فقط ڏيڍ سال جو مس هو تہ سندس پيءُ هن دنيا ۾ باقي نہ رهيو هن جي خوبصورت چهري کي نظر کان بچائڻ لاءِ، سندس وسوسن ۾ ويڙهيل ماءُ، کيس گهر کان ٻاهر نہ ڪڍندي هئي، سندس ڀينرون ۽ پائر بهار ۾ پليل پوپٽن وانگر هر وقت مٿس پيرا پرينندا هئا. سمنڊ جهڙين نيري رنگ جي گهرين اکين ۾ زندگيءَ سان پرپور خواب ڪٽي جڏهن جواني جي پهرئين ڏاڪي تي پير رکيو تہ هُن محنت ۽ ايمانداريءَ سان هڪ مختصر وقت ۾ پنهنجي امڙ جي ڦاٽل چُنيءَ کي ريشمي ڌاڳن سان توپائڻ شروع ڪيو ۽ ڳوٺان نڪري قاسم آباد ۾ هڪ ننڍڙر گهر نهرائي ڏنو جنهن جي ڇت هيٺيان ٽڏي چانو ۾ ويهي، مائي خديجہ چوي ٿي "هُو ضرور موٽي ايندو، جڏهن انب بور جهليندا آهن تہ غفار جي پيرن جي آهٽ منهنجي ڪنن کي صاف ٻُڌڻ ۾ ايندي آهي."

پوليس هٿان بي درديءَ وچان ماريل عبدالغفار چانڊئي جي واپس موٽي اچڻ جي ڳالهہ ڪيتري ناممڪن آهي، اهو مائي خديجہ کي ڪير سمجهائي، اُها مائي خديجہ جنهن پنهنجي پُٽ جو مڙهہ پنهنجي هٿن سان ٿاڻي تان حاصل ڪيو هو سا آخر ڪهڙي احساس تحت پُٽ جو انتظار ڪري ٿي؟ انهيءَ احساس اُميد ۽ آسري جو مطلب کيس ڪير سمجهائيندو؟

اُهي پيٽ جن کي پرڻ لاءِ هُن شهزادن جهڙي نوجوان انبن جا نيڪا پئي ڪنيا، اُهي پٽ شاهه ٿاڻي جا سپاهي، جن مٿس نشانا پڪا ڪيا، اُهو ايس. ايچ. او جنهن جي "Fire" واري آرڊر غفار چانڊئي جي روح کي سندس جسم ۽ پٽ شاهه جي پکين کي وڻن مٿان اُڏاري ڇڏيو يا هالا جو اُن وقت وارو نائب ڪماني، جنهن جي ڪنڌ جي هائوڪار مائي خديجہ جي سموري گهر مٿان خوشين واسطي سدا لاءِ نهڪار لکي ڇڏي، اجا اُتي جو اُتي آهن. اگر ڪير ناهي تہ اُهو مائي خَتُو جو سڀ کان ننڍو پُٽ غفار چانڊيو ئي ناهي!

پراون پٽن جو ٺير گهرندڙ مائي خديجه چوي ٿي "مون کي انصاف کپي اهڙو انصاف جهڙو مائي جندو کي مليو اهڙو نه. جهڙو نصرت پٽو کي، اهڙو بزرگن وارو بي ڏپو انصاف جنهن پيڙيءَ جو بيڙو تاريو هو اهڙو اورنگزيبي نه جنهن پائرن جا ياڳا لاٿا هئا."

زنده ضمير رکڻ جي حوالي سان، اسان به فقط اهو چاهيون ٿا ته مائي خديجه عرف "امان کتوءَ" سان انصاف ڪيو وڃي ۽ اهڙي بندوق جي بي حس گوليءَ جي رستي روڪ ڪئي وڃي، جيڪا مائي خديجه جهڙين سوين مائرن جي حساس دلين کي روز پٽن جي وڇوڙي سان گهاءَ ڏئي ٿي. ڇو ته هر ڪنهن ماءُ جي آهه ڪنهن به ڪوڙي ايف. آءِ. آر کان وڌيڪ اثر رکي ٿي.

*(روزانه "عبرت" حيدرآباد 2000ع)*

# سينگار علي سليم

## آيا ڪين ماڙو، وساريئون وطن کي!

سنڌ جا اڪثر فنڪار بيگانا ۽ يگانا هوندا آهن. پنهنجي ذات ۾ بنهه مختلف ۽ اڪيلا. سندن آواز هن ڪائنات ۾ ٽڙڪٽي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي. هُو جڏهن ڳائيندا آهن تہ منهنجو زندگي مان ڪڏهوڪو ختم ٿيل اعتماد ٻيهر بحال ٿيڻ لڳندو آهي.

گهڻو وقت اڳ ۾ جڏهن مون کان ڪنهن راڳ بابت پنهنجي پسند معلوم ڪئي هئي تہ مون جواب ۾ وٽني هائوسٽن، لتا ۽ سينگار علي سليم جو نالو ڪنيو هو. مون کيس سوال جي جواب ۾ وڌيڪ چيو هو تہ انهن فنڪارن جي نڙين ۾ ڀڳوان نہ پر صدين جا اُجارا آبابيل ويٺل آهن، جيڪي جڏهن ٻولين ٿا تہ راڳ جا اڻ جهليا جُهڙ اوتون جوتون ڪري وسڻ لڳن ٿا. منهنجي اهڙي راءِ سنڌ جي ڪيترن ئي دمساز ڳائڻن کي سمجهہ ۾ ڪانہ آئي هئي چو تہ جتي شمن علي ميرالي ۽ سينگار علي سليم کي هڪڙي ئي يڪتاري ۾ توريو وڃي اُتي مان ڪير ٿيندو آهيان جو پنهنجي پسند جو اهڙو بيباڪ اظهار ڪريان ۽ اهڙي ڳالهہ تہ سنڌ جا اهي ڪامورا بہ سمجهي ڪونہ سگهندا، جيڪي فنڪارن لاءِ مخصوص ڪيل بجيٽ مان پنهنجا ٻار ڪانوينٽ اسڪولن ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليندا آهن.

اهڙي ڪا بہ ورلي سنڌي اخبار هوندي، جنهن ۾ روز سنڌ جي ڪنهن نہ ڪنهن فنڪار جي ڪسمپرسيءَ بابت خبر نہ ڇپجندي هُجي، جنهن ڌرتيءَ جا فنڪار گهنگهر ۾ گهاريندا هجن، انهيءَ ڌرتيءَ تي سينگار علي سليم جو پيدا ٿيڻ ۽ بيمار ٿيڻ تي حيراني ضرور ٿئي ٿي. سنڌ جو ثقافت کاتو جيڪو فنڪارن جي سهائتا ۽ سندن معاشي بحاليءَ جو سنئون سڌو جوابدار هجي ٿو انهيءَ جي ڪم ۽ ڪارڪردگي ڪڏهن بہ اهڙي ناهي رهي، جنهن کي ڪنهن بہ هڪڙي حوالي سان چڱائيءَ جي مثال طور پيش ڪري سگهجي. ثقافت کاتي جي "کاتي" ۾ هيل تائين اهڙن سوين نامور توڙي گمنام فنڪارن جون قبرون کوٽيل نظر اچن ٿيون، جن مثان لڪل ڪتبا ڪپائي، هن کاتي جي عملدارن پنهنجي گلشن جو ڪاروبار هلايو آهي. خيرپور جي شهر وڏا بوزدار ۾ رهندڙ سنڌ جو صوفي فنڪار سهراب فقير هن وقت جنهن بيوسي ۽ لاچاريءَ واري زندگي گذاري رهيو آهي، اُن کي ڏسي چا اسان اِهو اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ سندس سهائتا لاءِ منظور ٿيل

پيسن واري فائيل هڪ ٽيبل کان ٻي ٽيبل تائين ايترا چڪر ڪا؟يا هوندا. جيترا سهراب فقير انتظار واري حالت ۾ ڪٽ مٽان پاسا ورايا هوندا؟ شاهه لطيف جو پارکو فقير محمد بخش خاصخيلي ڪيتري ئي وقت کان بيمار ۽ لاچار ٿيو ويٺو آهي. انهيءَ سڄي عرصي دوران ڪيس امداد گهٽ آسرا وڏيڪ مليا آهن. مگر ڪيس اڄ تائين ناهي ٻڌايو ويو تہ آسرن جي پرچيءَ تي ڪهڙو دڪاندار وکر ڏيندو آهي.

ڪجهه ڏينهن اڳ ۾ جڏهن مون هڪ سنڌي چينل تان شفيع محمد فقير کي ٻُڌو تہ مون کي لڳو ڄڻ شفيع فقير نہ سموري سنڌ ڳائيندي هجي. اڄ بہ سنڌ ۾ اهڙا ڪيترائي فنڪار آهن. جيڪي ڍولڪ جي هڪڙي ٿاپ سان ڪيترين ئي جهوڪون جهوري سگهن ٿا. ڪوهياريءَ جي هڪڙي آلاپ سان سوين سسيون لڪن کي ليڪو سمجهي اُڪاري سگهن ٿيون. سانگهڙ جو گلزار علي اڄ بہ پليل بادلن کي سارنگ جي واءِ وجهي سنڌ مٿان ترسائي ۽ برسائي سگهي ٿو مگر انهيءَ سموري صورتحال کي سمجهڻ ۽ اهڙن فنڪارن جي قدردانيءَ لاءِ رسول بخش درس جهڙي ماڻهوءَ جي دل گهرجي، جيڪو سنڌ جي اصل فن ۽ فنڪار کي انتهائي عزت ۽ قدر جي نگاهه سان ڏسندو آهي.

۽ هاڻ جڏهن سينگار علي سليم دل ۽ بستري جي حوالي ٿي اچي ديوان مشتاق سکر ۾ داخل ٿيو آهي تہ اسان کي سندس اُهو ڪلام ياد ٿو اچي، جنهن ۾ هو مارن کي ياد ڪري ٿو ۽ ڪين وطن کي وسارڻ جي ميار ڏي ٿو. اصل ۾ اها ميار سندس وطن جي ماروئڙن لاءِ ڪونهي، انهن فنڪارن لاءِ ڪونهي، جيڪي سندس قبيلي سان واسطو رکن ٿا ۽ نہ ئي انهن لاءِ آهي جيڪي سندس گيت ٻڌي پنهنجا غم غلط ڪري سگهندا آهن پر اِها ميار دراصل ثقافت کاتي جي انهن بي حس ۽ پٿر دل اهلڪارن لاءِ آهي، جيڪي سندن سهائتا ۽ معاشي بحاليءَ جا ذميوار آهن. ڇا اسان انهيءَ وقت تي سنڌ ثقافت کاتي جي نوجوان ۽ اهلِ دل آفيسر غلام اڪبر لغاريءَ مان اها اُميد رکي سگهون ٿا! تہ هُو سنڌ جي هن يگاني فنڪار جي سهائتا واسطي فوري طور تي ڪي نتيجي خيز قدم کڻي سگهي ۽ سندس زندگيءَ کي فطري طوالت تائين ممڪن بڻائي سگهي يا اسان ڪائنس ايتري بہ اميد نٿا رکي سگهون، جو هو فنڪارن جي واسطي مخصوص ٽيل پئسن کي ري فنڊ ٿيڻ بجاءِ سينگار علي سليم جي صحت واسطي مخصوص ڪرائي سگهي.

گذريل ڪجهه تجربن مان توڻي جو اسان جي راءِ ڪجهه مختلف طرح سان جڙي ٿي، جڏهن سنڌ جي هڪ سني شاعر وفا ناٿن شاهي جي سهائتا واسطي جنهن طريقي سان خود ثنائي ۽ ذاتي ڏيک ويک جو مظاهرو ڪيو ويو جنهن تحت ڪيس ڏهن هزارن جي چيڪ ڏيڻ لاءِ ويهه هزارن جو پروگرام رٿيو ويو ۽ فوٽو ڪڍرائي وس وارن ڪاتن کان وڏيڪ امدادي رقمون ورتيون ويون ۽ اهڙا ٻيا ڪو سارا

تجربا. جن مان اهڙن فنڪارن سان همدردي ۽ محبت جي بجاءِ پنهنجي ذات جو نماءُ وڌيڪ ظاهر ٿئي ٿو. اسان اميد ڪريون ٿا تہ سينگار علي سليم جي سلسلي ۾ اهڙي ڪا بہ ايڪسرسائيز نہ ڪئي ويندي ۽ بنا ڪنهن پروگرام يا نماءُ جي سندس سهائتا لاءِ ضروري قدم کنيو ويندو.

اِهي سيئي شيون ۽ ڳالهيون جيڪڏهن وقت تي پنهنجي منطقي رخ ۾ انجام تحت ڪيون وڃن تہ پوءِ فوزيہ سومرو مائي ڀاڳي ۽ ٻين ڪوڙ سارن فنڪارن جي بيوسيءَ وارا داستان ٻڌڻ ۾ گهٽ ايندا. جيڪڏهن ثقافت کاتي کان ايترو بہ نٿو پڄي تہ پوءِ ڇا اِهو بهتر نہ آهي تہ سنڌ جا سيئي فنڪار پنهنجا تنبورا ثقافت کاتي جي مٿي تي ڀڃي راڳ جو آخري ورلاپ آلاپين.

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد, 1 آگسٽ 2004ع)*

# هيرو رمضان چانديو

# شوق جي ستم ظريفي

1975ع ۾ مٽياريءَ کان حيدرآباد اچي، سورنهن سالن جي نوجوان رمضان چانڊيي، جڏهن پنهنجي ڪيريئر جي شروعات هوٽل جي بيري طور ڪئي ته هُن اِهو بنهه نه پئي ڄاتو ته پنجويهن سالن کانپوءِ به هُو هوٽل تي بيرو ئي رهندو پنهنجي پورهئي کي ڏئنل صديءَ جي چوٿين حصي ۾ هُن کي فقط هڪڙو ڇاڙهو مليو اُهو هُيو محمد رمضان چانڊيي مان ڦري رمضان عالم چانديو ٿيڻ.

حيدرآباد جي هڪ سئنيما گهر ۾ جڏهن هن پنهنجي ڄمار جي پهرين فلم "آگ ڪا دريا" ڏٺي ته هُن الاءِ ڪيئن فرض ڪري ورتو ته هو مستقبل جو محمد علي آهي. اداڪار محمد علي جي پرستار محمد رمضان چانڊيي اُنهيءَ ڏينهن کان وٺي، ويندي هن ڪالم لکجڻ تائين وري هڪ پل به پوئتي نهار نه ڪئي ۽ جواني جا سمورا سال اداڪار بڻجڻ لاءِ جاکوڙيندو رهيو ۽ اهو سلسلو ايستائين جاري رهيو جيستائين جواني جي لهندڙ سج سندس خواهشن جي ٻوٽجندڙ دروازي مٿان تالو هنيو.

هدايتڪارن ۽ فلمسازن جي دروازن تي پنج درجا پاس، ڀهراڙي جو هي نؤجوان جڏهن هلي هلي بيزار ٿيو ته سندس ذهن ۾ هڪ عجيب منصوبو جڙي آيو هن فيصلو ڪري ورتو ته هاڻي ڪنهن کي منٿ ميڙ ڪانه ڪبي، بلڪ پاڻ فلم ٺاهبي، اُن ۾ ڪم به پاڻ ڪبو ۽ ڪم به اهڙو ڪبو جهڙو محمد علي "آگ ڪا دريا" ۾ ڪيو هو.

شوق جي صندوق ۾ هن ديواني اداڪار پنهنجي حياتيءَ جي مڙئي ميڙي چونڊي گڏ ڪري لاهور جو رخ ڪيو. حيدرآباد کان لاهور واري سفر ۾ ساڻس گڏ ننڍڙي فلمي قافلي ۾ عبدالستار مگسي به گڏ هُيو ۽ اهڙي طرح اڄ کان پندرهن سال اڳ ۾ هنن رنگين سنڌي فلم "سنڌوءَ جو قسم" جي شروعات ڪئي جيڪا پندرهن سال گذرڻ کان پوءِ به مڪمل ٿي نه سگهي، اگر ڪا شيءِ مڪمل ٿي ته اُها محمد رمضان چانڊيئي جي جواني هئي، عبدالستار مگسي جي حياتي هئي، انهيءَ فلم ۾ هيرو جو ڪردار ادا ڪندڙ محبوب عالم جي زندگي هئي. محمد رمضان چانديو جيڪو اداڪار محبوب عالم جي عقيدت ۾ "عالم" تخلص طور ڪم آڻي ٿو، فقط هڪ ڪردار آهي، جيئرو جاڳندو ڪردار جيڪو هاڻي شوق جون

سرحدون ٽپي فرض ۽ پاڻ ارپڻ جي حدن ۾ داخل ٿي چڪو آهي. هي سنڌ جو ڪو ڪُڪڙ ويڙهائيندڙ ڪردار نہ آهي، نہ ئي هي رڇن ۽ ڪتن جي ويڙهہ ڪرائيندڙ وڏيرو يا جاگيردار آهي، هي اُهو شوقين بہ نہ آهي جيڪو تيل مُڇن کي ڏئي هوٽلن تي بيڪار وقت گذاري ۽ اولاد جيتري عمر وارن ٻارن مٿان سينڌون وڄائي. مگر هي ڪردار تہ اخلاقي طور اعليٰ ڪردار ۾ يقين رکي ٿو ۽ حيدرآباد جي جنهن هوٽل تي نانوائي طور ماني پچائي ٿو اُتي بہ اهڙي طرح ٻيهندو آهي جو سندس چهرو ديوار طرف ۽ پُٺي روڊ ڏانهن هوندي آهي ۽ جڏهن منجهند جو خوشحال پيئرن جا چڙواڳ پُٽ ڪاليج مان موٽندڙ ڇوڪرين جي انتظار ۾ ساڳئي هوٽل جي ٻاهران ڳاهٽ ڪندا آهن تہ هي گمنام اداڪار سخت نٽهڻ ۾ دانگيءَ مٿان مانيون ٺڪيندو نظر ايندو آهي.

اتي ڳوهڻ ڪان وٺي دانگيءَ مٿان ماني لاهڻ تائين سندس انداز ۽ چرپر ڏسي مون کي ائين محسوس ٿيندو آهي تہ ڄڻ هُو ڪنهن فلم جو منظر رڪارڊ ڪرائيندو هجي. منهنجي گهڻن ئي سوالن جي جواب ۾ ڦاسندي هُو مُنجهي پوي ٿو ۽ اداڪاريءَ جو سهارو وٺي، جذباتي ٿيندي چوي ٿو "سائين مان ٻيو ڪجهہ بہ نٿو ڄاڻان، مان فقط چاهيان ٿو تہ سنڌي فلم ترقي ڪري، جديد معيارن مطابق ٺهي ۽ پنهنجو جائز مقام والاري" هي خيال هڪ اهڙي گهٽ پڙهيل "پورهيت گهٽ اداڪار" جا آهن جنهن کي سنڌي فلم جي کوٽ محسوس ٿئي ٿي. هُو چاهي ٿو تہ هر شيءِ پنهنجي مقام تي هُجڻ کپي. هُو چوي ٿو "تعليم کي اسڪولن ۾، سياست کي اسيمبلين ۾، اخلاق کي ماڻهن ۾، پيار کي دلين ۾ ۽ منهنجي فلم کي سئنيما گهرن ۾ هجڻ گهرجي" هُو شوڪارو پري افسوس جي انداز ۾ چوي ٿو "مگر ائين ناهي اسان وٽ ڪا بہ شيءِ پنهنجي جاءِ تي ناهي."

هُو معاشري جي سيني خرابين جو ذميوار قرار ڏيئي ٿو انهن سيني ماڻهن کي، ادارن کي جيڪي غلط ماڻهن کي صحيح ۽ صحيح ماڻهن کي غلط جاين تي مقرر ڪن ٿا.

مون کي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ سندس انهيءَ سموري ڪروڌ جو سبب سندس اُها رنگين سنڌي فلم آهي جيڪا تڪميل جي آخري مرحلن ۾ اچي ڦاٿي آهي ۽ اُتان نڪرڻ لاءِ اُن کي هڪ چڱي رقم جي ضرورت آهي جيڪا هو پنهنجون ڇهہ مينهون وڪڻي بہ پوري ڪري نٿو سگهي.

پنهنجي ننڍي ياءُ شمن چانڊئي کي ورثي ۾ فلمي شوق ڏيندڙ رمضان چانڊيو چوي ٿو تہ "فلم ڪنهن بہ سماج جو آئينو هجي ٿو ۽ سنڌي ماڻهو آئينو نٽا ڏسڻ چاهين." هن جي اهڙي پختي راءِ ٻڌي مون لاءِ اِهو اندازو لڳائڻ مشڪل نہ رهيو تہ نٽهڻ اُس ۾ ٻاهہ مٿان ٻيهي چپاتيون پچائيندڙ هي منياٽيءَ جو محمد علي ٻڻجڻ جو

شوق رکندڙ رمضان عالم چانڊيو پنهنجي هٿ سان پچيل مانين وانگر مڪمل پچي هڪ ڪرو ٿي ويو آهي. سندس ذات جا پاسا ۽ ڪنڊون ڪٿان بہ ٻاهر نڪتل نہ آهن. ”تنهنجي فلم نہ اچڻ جا پئسن کان علاوه ٻيا ڪهڙا سبب آهن؟“ منهنجي انهيءَ سوال جي جواب ۾ هُو اداڪارن وانگي ”Pose“ هٿندي بنا نالن ڪٽڻ جي چوڻ تو ”دوستن جي مهرباني“ جن اسان جي ارادي کي بيوقوفي سمجهيو سچائي کي شوق ۽ خلوص کي ڪمزوري“ هُو توري دير لاءِ چپ ٿي وڃي ٿو ۽ هڪ دفعو ٻيهر، مار کائي وري اُٿي بدمعاشن سان وڙهندڙ هيرو وانگر چوڻ لڳي ٿو ”اسان جو دوست عبدالستار مگسي ريڊيو ۽ اسٽيج جو پلوڙ اداڪار هو هن گهر جو الهہ تلهہ کپائي فلم ۾ پئسا سيڙايا مگر افسوس سندس حياتيءَ ۾ فلم نہ ٺهي سگهي. انهيءَ کان اڳ ۾ اداڪار محبوب عالم پڻ عال ارواح ڏانهن راهي ٿي ويو هاڻي اسان جا ٻار بہ اچي جوان ٿيا آهن مگر مون کي ايترو يقين آهي تہ اسان جي فلم هڪ ڏينهن ضرور منظر عام تي ايندي ۽ سنڌي فلمن جي اوج ۽ ترقيءَ جو سنگ ميل ثابت ٿيندي.“

هاڻي هن قصي کي اُتي ئي ختم ٿا ڪريون. رمضان عالم چانڊيي جي فلمي شؤق کي، عبدالستار مگسي جي جواني جي موت کي هڪ سنڌي فلم ٺاهڻ واري خواهش جي نتيجي ۾ پوئتي رهجي ويل لڙڪن ۽ آرزوئن کي ۽ اُنهن پئسن جو قصو ختم ٿا ڪريون جيڪي اُنهن پنهنجن خوابن جي ساٻيان لاءِ پاڻي وانگر وهايا. مگر هڪ معاملي کي ڇڏي نہ ٿو سگهجي. هڪ سوال مان جنهن نتي ڇڏرائي سگهجي ۽ اهو ضرور سوچڻو پوي ٿو تہ ڪيترن سالن کان سنيما گهرن سنڌي فلم جي شڪل ناهي ڏٺي، ڪيترن ورهين کان پنجن ڪروڙن جو انگ رکندڙ آبادي پنهنجي ٻوليءَ ۾ فلم ناهي ڏسي سگهي. انهيءَ جو ذميوار ڪير آهي. انهي سموري ثقافتي ستم ظريفي جو ذميوار رمضان عالم چانڊيو آهي يا هي ثقافتي ادارا. هٿ ٺوڪيا فلمي سؤداگر يا اُهي نڳ هدايتڪار جيڪي معصوم ماڻهن جي ٻچن جي روزي تي، سندن شوق کي ڪمزوري بنائي نڳن ٿا.

هڪ سخت گرميءَ واري منجهند جو هن فلمي خفت رکندڙ (نؤ) جوان کان جڏهن مون مذاق واري انداز ۾ سندس پسنديده اداڪاره جو نالو پڇيو تہ هُن وسامندڙ ڏيئي جي لاٽ جيان جهيڻي آواز ۾ چيو ”ڊِيبا“ اُن وقت مونکي ائين محسوس ٿيو جڻ رمضان چانڊيو پنهنجي ستن پيڙهين سميت اداڪاره ”ديبا“ جي ڳل ۾ اُڀرندڙ ڇڳهہ ۾ ٻڏي ويو هجي.

(روزانہ ”عبرت“ حيدرآباد 10 مئي 2000ع)

## صرير پنهور

# دل جا معاملا طئہ نہ ٿيندا آهن

نوي سالن جي عمر کي پهچي يا ان کي ڪراس ڪري مري وڃڻ اهڙو عام رواجي آهي جيئن ناشتي ۾ هڪ سلائيس وڌيڪ کائي وڃڻ يا آفيس ۾ ائين وڳي جي بجاءِ نائين وڳي جو پهچڻ. اهڙا ۽ ان جهڙا بيا سطحي موت، زندگي جي توهين آهن. پنهنجن ٻارن ۽ ٻارن کي بيزار ڪريٖ ۽ کين معاشي طور تي بدحال ڪري مرڻ اهڙي هڪ طرفي ڪاروائي آهي جيڪا هر طرح مرڻ جي ئي اختيار ۾ هجي ٿي. زندگيءَ جي آسري ۾ موت سان اکپوٽ کيڏڻ واري راند زندگيءَ جي توهين تي ختم ٿئي ٿي.

موت ۽ زندگيءَ جو ڇيد سنڌي اخبارن جا ڪالم نويس ئي ڪري سگهن ٿا. مونکي تہ موت سدا ٻار جي هٿ ۾ جهليل شيشي جو گلاس لڳو آهي، جيڪو ڪنهن اڻ ڄاتل لمحي ۾ سندس ضد سان ٽڪرائجي ٽٽي پوي ٿو. جنهن ڪارڻ پوءِ سدا جي خاموشي ڇانئجي وڃي ٿي.

ٻاڻ مرادو مرڻ يا خودڪشي ڪرڻ وارا ماڻهو موت جو انتظار شايد ان ڪري بہ نہ ڪري سگهندا آهن جو منجهن زندگيءَ جي وڌيڪ توهين برداشت ڪرڻ جو حوصلو نہ هوندو آهي ۽ سندن ضد زندگيءَ جي شيشي سان ٽڪرائجي زندگي جي اڳيان فُل اسٽاپ ڏيئي ڇڏي ٿو.

موت سدا جي خاموشيءَ جو نالو آهي، هڪ اهڙي خاموشي جيڪا ڪربلا جي ميدان ۾ بہ ڇانئيل هئي، سهڻيءَ جي گهڙي ڀڄڻ ڪان پوءِ بہ. يسوع مسيح جي ساهن جي سلسلي بند ٿيڻ ڪان پوءِ بہ ۽ اڪثر تڏهن بہ. جڏهن زندگيءَ جي توهين ڪجهہ گهٽي ئي وڌي وينديَ آهي.

مان اڪثر سوچيندو آهيان تہ حساس دل ۽ رنگين نگاهن وارا ماڻهو ايترو جلد ڇو مري ويندا آهن. ڇا مرڻ لاءِ اهي ماڻهو ڪافي ناهن جن جي دلين جي دهليز تي بهار جو هڪڙو گل بہ پوري عمر ناهي ٽڙي سگهندو يا مرڻ لاءِ اهي جوان ڪافي ناهن جن کي هرو ڀرو خدا ڪارڻ، مقتل گاهن ۽ ڦاسي گهاٽن ۾ ڪشش نظر ايندي آهي؟ اها بہ ڳالهہ آهي تہ اهڙا نوجوان اڪثر نوي سالن جي عمر کي پهچي ٻين جو دم نڪ ۾ ڪري پوءِ دم ڏيندا آهن ۽ سندن غير حاضريءَ ۾ غائبانہ جنازي نمازن جو ختم نہ ٿيندڙ هڪ سلسلو شروع ٿي ويندو آهي ۽ ڦاهي گهاٽن تي اهي مستو مست

چرياڻ جهومي ويندا آهن، جيڪي موت کان بلڪل مون وانگر ڊڄندا آهن، بلڪ اچا بہ ڪجھ وڌيڪ.

اسان جي عظيم سماج ۾ جتي موءت زندگيءَ مٿان سدا ائين ڀاري آهي جيئن ڪو هيڊ ڪلرڪ جونيئر ڪلارڪ مٿان. اهڙي سماج ۾ ڪنهن جي موت کي حادثو تصور ڪرڻ يا بہ لڙڪ ڳاڙڻ ڪهڙي معنيٰ رکي ٿو ۽ اهي ماڻهو جيڪي بهار جي هڪ شام بہ مشڪل سان گذاري سگهندا آهن. انهن مٿان جڏهن پڻ چڻ جهڙي حياتي فرض ٿي لهي ٿي تڏهن مونجهارا پيدا ٿي پون ٿا ۽ دل پنهنجي رفتار ڀلجي وڃي ٿي.

زندگيءَ سان پيار ڪرڻ وارا ماڻهو موت جي پراسرار وادين ڏانهن ائين خوشيءَ سان وڌي ويندا آهن جيئن نوان پرڻيل جوڙا "هني مون" ملهائڻ لاءِ دلفريب وادين ڏانهن نڪري ويندا آهن. زندگي جو موت ڏانهن اهڙو رويو گهٽ ۾ گهٽ اسان وٽ تہ نظر نٿو اچي. اسان وٽ جتي مرڻ ايترو ئي سطحي ۽ عام بنجي ويو آهي جيترو ڪنهن ايس ايچ او جو ٿاڻي کان لائين بدلي ٿيڻ.

اباڻن جي ياد وارا گيت ٻڌي منهنجي امڙ اڪثر روئندي هئي. روئڻ جي عادت مون کي پنهنجي امڙ کان ورثي ۾ ملي آهي، منهنجي روز روز روئڻ کان بيزار ٿي، يا گهبرائجي منهنجي انن سالن جي پٽ، منهنجون پنجاهہ کن آڊيو ڪيسٽون فورٿ فلور واري فليٽ جي دريءَ مان هيٺ ڦٽو ڪري ڇڏيون جن کي ٻڌي مان پنهنجو روئڻ انجواءِ ڪندو هوس. انهن ڪيسٽن ۾ ڊول فقير جي اها ڪيسٽ بہ هئي جيڪا مون کي سين کان گهٽي روئاريندي هئي، ۽ وٽني هائوسٽن جي اها ڪيسٽ بہ هئي جنهن ۾ تتل منجهند جو دوست جي رسي وڃڻ جا آلاپ رڪارڊ ٿيل هئا.

زندگي اصل ۾ ميوزيڪل چيئر واري راند آهي جنهن ۾ اسان جهڙا موڳا سدائين بيهڻ واري ڊيوٽي سرانجام ڏيندا رهندا آهن. اسان جي اها موڳائپ ان چالاڪيءَ جو ضد آهي جيڪا حسن جي هم رڪاب آهي.

موت پنهنجي ذات ۾ ڪڏهن بہ شاندار نٿو ٿئي، ان جا انداز دلفريب هجن ٿا گهڙا نهن ٿا فقط تتڻ لاءِ، پر سهڻيءَ جي گهڙي جو تتڻ ڪير جستيفاءِ ڪري سگهندو؟

دل پڇي يا دلو ٻڌي سهڻي ئي ٿي، ميهار تہ ڊگي جو نالو آهي جنهن کي شاهہ عبداللطيف هرو پيرو ڳانا ٻڌي ميل ۾ لاٿو آهي. اسان سيئي سهڻيءَ جي انهيءَ مرڻ واري پرفارمنس تي تاڙيون وڄائي ڪيس داد ٿا ڏيون بلڪل ائين جيئن صرير کي داد ڏيڻ لاءِ سڀ بيقرار آهيون.

سهڻيءَ کي ميهار سان ملڻ جي اجازت ڏيون ها ۽ صرير پنهور کي عزت پري ماني، ته نه سهڻي سيرن ۾ سر وڃائي ها ۽ نه ئي صرير پري جوانيءَ ۾ الوداع چئي ها. باقي اهو چوڻ ته صرير پنهور هيئن هو يا هوئن هو مان اهڙي واهيات تمهيد ٻڌڻ ڪڏهن به نه چاهيندس، يا اهو لکڻ ته مرحوم ڏاڍو چڱو ماڻهو هو بنهه گستاخي تصور ڪريان ٿو ڇو ته ماڻهو يا ته جيئري چڱو هوندو آهي يا ڪڏهن به نه!

ڪنهن به حساس ماڻهوءَ جو بي وقتائتو مري وڃڻ سندس هم عصر سماج ۽ ان ۾ رهندڙ ماڻهن جي نااهليءَ جو ثبوت آهي، جنهن جي تصديق ڪري ٿو صرير پنهور. صرير پنهور جنهن زندگي ايئن ڇڏي ڏني جيئن ڪو ننڍڙي سفر وارو مسافر هڪ بس ڇڏي ٻيءَ ۾ سوار ٿيندو آهي. صرير ته اياز جي ان تمثيلي گل وانگر هو جيڪو صحرا ۾ ٽڙيو ۽ جنهن جي خوشبو ئي اجائي ويئي.

اسان جهڙن ماڻهن جو مرڻ پلا ڪهڙا برج لوڏيندو ڪرندا ٽڙندا ته اهي جن سان چار پل گذاريا هونداسين. صرير سان پڻ ڪجهه وقت گڏ گذريو جيڪو ياد ڪرڻ ڪڏهن به نه چاهيندس ڇو ته ويني ويني بنان ڪنهن سبب جي ماضي کي ياد ڪرڻ ايئن آهي جيئن اسيمبليءَ کان ٻاهر اچي حسابن واري ماستر جا ڏنڊا کائڻ. ان کان ڇا بهتر نه ٿيندو ته ماضيءَ جي اسڪول ۾ پير ئي نه پائجي ۽ نه ئي يادن جا رول ذهن ترئءَ تي سهڻا پون.

اسان جي سنگتين جو قافلو جنهن ۾ آغا قيوم سڀ کان اڳ ۾ ۽ صرير سڀ کان آخر ۾ هوندو هو سو هاڻي ڪافي گهٽجي ويو آهي. مان ۽ حسن مجتبيٰ رستي تان ڪسڪي ٻي ٽرين ۾ چڙهي وياسين باقي جيڪي بچيا آهن اهي پيسينجر ٽرين ۾ آهستي آهستي پويان اچن پيا.

ڊيمي مور ۽ ميڊونا جا اروٽڪ ڊانسز ڏسڻ وارا ماڻهو خودڪشيءَ جو سوچي به نه ٿا سگهن، اهي ڪري ڇڏيندا آهن ۽ جيڪي ايئن ناهن ڪري سگهندا انهن جون دليون محبت جا معاملا طئه ڪري نه سگهنديون آهن ۽ بنا نڪاءَ جي ٽٽي پونديون آهن. صرير پنهور اهڙن ئي ماڻهن جو نالو آهي.

*(روزانه "عبرت" حيدرآباد 11 مئي 1997ع)*

### ابو زاهد!

## هي مذاق جي موسم ناهي!

ڪراچيءَ جي زندگي جيتري دلڪش آهي، ايتري سفاڪ پڻ! اتي ريليڪس ٿيڻ پنهنجي ذات سان مذاق ڪرڻ جي برابر آهي. ماڻهن جي انهيءَ سمنڊ ۾ روزانو ايتريون ڪهاڻيون جنم وٺن ٿيون جو ڪوئي زرخيز ذهن اديب ئي انهن کي گمان ۾ آڻي سگهي ٿو. انهيءَ بي چين شهر ۾ پاڻ کي جيئرو جاڳندو ماڻهو تصور ڪرڻ لاءِ مان ڪوشش ڪري رات جو دير سان ڪانه ڪا مزاحيه فلم ضرور ڏسي وٺندو آهيان ته ڪٿي متان ڪلڻ ئي نه وسري وڃي. باقي روئڻ جو اونو انهيءَ ڪري به نه هوندو آهي جو روئارڻ لاءِ روزانو نڪرندڙ اخبارون ئي ڪافي آهن جن جا چپ لهوءَ جي لپسٽڪ سان سدائين سرخ رهن ٿا.

ڪجهه سال اڳ هڪ انگريزي اخبار ۾ هڪ معصوم بارڙي جي تصوير ڇپي هئي، جيڪو ڪنهن اسرائيلي فوجي جي گوليءَ جو نشانو بڻيو هو. هو سخت زخمي ٿي پيو هو سندس اکين ۾ جيڪا ويچارگي ۽ سوال اڀري آيل هئا، انهن جو جواب انساني حقن جون عالمي تنظيمون ڏئي سگهن ٿيون يا انهيءَ فوجيءَ کان پڇي سگهجي ٿو جنهن ان معصوم جي ڇاتيءَ جو نشانو ورتو هو ايئن ته ڪجهه به نه ٿيو البته منهنجو روزانو روئڻ انتهائي متاثر ٿيو سندس معصوم اکيون سواليه نشان بنجي ڪافي ڏينهن تائين مون کي پنهنجي گهيري ۾ آٽيندڙيون رهيون.

بي گناهيءَ جو موت انتهائيءَ المناڪ ٿئي ٿو ۽ دل جون پارڙون لوڏيو ڇڏيءِ پر راند رهڻ واري موسم ۾ گوليءَ جو لڳڻ دنيا جو سنگين ترين جرم آهي جنهن کي شايد گڏيل قومن جو ادارو جستيفاءِ ڪري سگهي ٿو يا اهو نشاني باز جنهن جي نرڙ ۾ بگهڙ جون اکيون ۽ سيني ۾ ملي جي دل هوندي آهي ۽ جنهن کي سدائين اهو خطرو هوندو آهي ته جيڪڏهن هو سمهي رهيو ته ٻيا کيس ڪائي ويندا. انهيءَ خوف ۾ هو مرڻ گهڙيءَ تائين ٻين کي ماريندو رهي ٿو پوءِ اهو اسرائيلي فوجي هجي يا ڪو ڪٽر مُلو ان جي ترجيحات ۾ پنهنجي مخالفن کي مارڻ فرض يا جهاد هجي ٿو. سندس گوليءَ جي گونج غزه جي پٽيءَ کان وٺي پاڪستان جي مذهبي نڪاڻن تائين ٻڌڻ ۾ اچي ٿي.

پاڪستان جيڪو اسلام جي نالي تي ٺهيو ۽ اسلام جو قلعو بنجڻ جو خواب پاڻ سان کڻي اڳتي هليو سو پنجاهه سالن جي عرصي ۾ بجاءِ قلعي بنجڻ جي،

پنهنجا سمورا قدر انهيءَ قلعي جي بنيادن ۾ دفن ڪندو رهيو آهي، جنهن ۾ اختلاف راءِ رکڻ وارن جو خون ۽ هڏاون پيرا به شامل آهن، جن کي ايندڙ وقت جا آثار قديمه جا ماهر پاڻهي ڳولهي لهندا. اسلام جيڪو عالمي امن ۽ ڀائيچاري جو مذهب آهي سو فرقه پرستيءَ کان به اڳتي مختلف سپاهين جي تنظيمن ۾ ورهائجي ويو آهي. ٻين جي ڪوڙي مذهب کي به خراب نه چوڻ جي تلقين ڪندڙ اسلام هن وقت مغربي دنيا ۾ هڪ سخت گير، بي لچڪ معاف نه ڪندڙ ۽ هڪ اهڙو متعصب جذباتي نظريو وڃي رهيو آهي جنهن جا پيروڪار جهاد جي نالي ۾ پنهنجن مخالفن جي لهوءَ سان تڙڪن ٿا. مغربي دنيا جي انهيءَ هڪ طرفي راءِ کي هن وقت ڪير هٽي ڏيئي رهيو آهي، سعودي عرب ۾ ڪپجندڙ هٿ ۽ ڪنڌ، افغانستان ۾ چؤسولن تي ٽنگيل مخالفن جا لاش يا پاڪستان ۾ مسجدن اندر هلندڙ گولين جي گونج، اهو سمجهڻ ڪو گهڻو مشڪل به ناهي.

بهادر هجڻ لاءِ ٻروچ، غيرتمند هجڻ لاءِ راجپوت ۽ مولوي هجڻ لاءِ ڏاڙهي جو هجڻ ضروري ناهي، غيرت ۽ ملائيت ماڻهوءَ جي اندر ۾ شامل هجي ٿي جيڪا ڪنهن به لمحي نظريه ضرورت تحت اظهار جو روپ وٺي ٿي. اسان وٽ پهرين ٻن شين جي جيڪا شروع کان وٺي ڪمي رهي آهي، ان جو پورائو ٽئين نمبر واري شيءِ چڱيءَ ريت پئي ڪيو آهي. بهادريءَ جي جاءِ انا پرستيءَ ورتي آهي، غيرت ڪاروڪاري جي دائرن ۾ ويڙهجي وئي. باقي اگر ترقي ڪئي ته فقط انهن مذهبي مجاهدن جن پيش امامت واري لٺ پاسي تي رکي رائفل کنئي ۽ پنهنجو نشانو صف ۾ بيٺل نمازين تي ئي پڪو ڪيو ۽ پنهنجن جنوني اڳواڻن پاران داد حاصل ڪيو.

مخالفن کي ڪافر قرار ڏئي مارڻ اسان وٽ گڏيل رويو رهيو آهي. بنگلاديش بنجڻ دؤران مارجي ويل لکين بنگالين کي الله اڪبر چئي گوليون هنيون ويون ۽ اسلام جو بول بالا ڪيو ويو. بنگالين جا سر لٿڻ ۾ هٿياربند فوجين کان وڌيڪ انهن مولوين جو هٿ هو جن جو سڌو سنئون ڪٽر مذهبي جماعت جي ٻن گروهن الشمس ۽ البدر سان واسطو هو جن جون خوني ڪارروايون "جنگي جرم" جي زمري ۾ آيون ٿي . مگر مٿن ڪيس ڪير هلائي، جو اسان وٽ اڪثر و بيشتر (سواءِ چند کي ڇڏي) مولوي مشتاق جهڙا قاضي ويٺل هوندا آهن جن جا ضمير ۽ خمير ان بوٽ وانگر ٿين ٿا جيڪي هر پير ۾ پورا اچن ٿا.

مضبوط مملڪت جا بنياد، انصاف جي عدم موجودگي ۾ ڪڏهن به مستحڪم نٿا ٿي سگهن. پاڪستان جي مختصر تاريخ ۾ سياسي ۽ غير سياسي ماڻهن جا خون ايئن لڙهي ويندا آهن جيئن غريب جون خواهشون لڙڪن ۾ لُڙهي ويندڙيون آهن. اهڙا هزارين مثال ملن ٿا، جڏهن هڪڙي نوعيت جي ڪيسن ۾ مختلف سزائون ٻڌايون وڃن ٿيون. ڇڙواڳيءَ کي آزادي، بيوس ڌرين جي گهٽائيءَ کي

جمهوريت، تعصب کي قوم پرستي، ظلم کي بهادري ۽ انتقام کي انصاف تصور ڪندڙ هن ملڪ جا معيار ۽ ماپا هاڻي ڏپ ڪري چڪا آهن.

موجوده حالتن ۾ ٿيڻ ته ائين کپي جو اسان عالمي معيار زندگي کي اختيار ڪندي بک، بدحالي، بي روزگاري، تعليم جي فقدان ۽ قبر ۾ لهندڙ معاشيات واري صورتحال مان نڪرڻ لاءِ هڪ نئين توانائيءَ سان جدوجهد ڪريون ۽ زندگيءَ جا نوان معيار ۽ لاڙا پيدا ڪريون. مگر بجاءِ ائين ڪرڻ جي اسان اهو سڀ ڪجهه ڪريون پيا، جن عملن سان اسلامي ملڪن جي باري ۾ مغربي دنيا جي منفي راءِ وڌيڪ مضبوط ٿئي ٿي ۽ اهڙن انسانيت کي شرمائيندڙ عملن سان اسان جون روزانه اخبارون روز صبح جو سوير هر در تي دستڪ ڏين ٿيون، جن کي پڙهڻ ڪا پوائٽي فلم ڏسڻ جي برابر آهي، جنهن سان ساهه کڻڻ ۾ رڪاوٽ پيدا ٿيو پوي.

مون کي پنهنجي پروفيشنل ڪيريئر ۾ ميرپورخاص جي پبلڪ اسڪول واري نوڪري ڪڏهن به وسري نه سگهندي. مان جڏهن اتي ليڪچرار طور مقرر ٿيس ته مونکي اتان جي فقط ہن شين متاثر ڪيو هڪ اتي پوکيل مختلف قسم جي ٻوٽن ۽ گلن ۽ ٻيو ٻارهين درجي جي شاگرد ابو زاهد. هو ڪلاس پريفيڪٽ هو. انتهائي تيز، چست ۽ ذهين. اسلاميات، کان وٺي حسابن تائين هر مضمون ۾ ڪيس جاڻ ۽ دلچسپي هئي.

مان جڏهن پنهنجي نوڪري ڇڏي (هميشه وانگر) ته ابو زاهد جي تيز ۽ خوابن سان سرشار اکين ۾ لڙڪ ائين ترڻ لڳا هئا جيئن ڪينجهر ۾ ڪنول ترندا آهن. ... ن ابو زاهد ۽ سندس ٻين ساٿين کي نوڪري ڇڏڻ جا جيڪي به سبب ٻڌايا هُو انهن مان مطمئن نه ٿيا ۽ بار بار اصرار ڪرڻ لڳا ته مان ان وقت تائين اتي پڙهائيندو رهان، جيستائين هو انٽر پاس نٿا ڪري وڃن.

پبلڪ اسڪول ميرپورخاص مان نوڪري ڇڏئي تقريبن چار سال اچي ٿيا آهن. ڪيتريون ئي يادون خوابن وانگر ڌنڌلائجي ويون آهن، ڪي اڃا تائين سربستيون ياد آهن. ڪلاس جي وچ واري بئنچ تي ويهندڙ ابو زاهد (زاهد ڪريم ناريجو) پنهنجن تمام تر ڪلاسين ۾ نمايان هو ۽ مونکي اڄ به ائين ئي ياد آهي، جيئن پنهنجي ڪنهن ويجهي ترين عزيز کي ياد رهي سگهي ٿو.

هڪ دفعي ليڪچر دوران ڪنهن شاگرد انتهائي قسم جو مزاحيه فقرو چيو. مان ليڪچر بند ڪري خاموش ٿي ويس ۽ مذاق ڪندڙ شاگرد جي پڇا ڪيم. ڪلاس ۾ سڪتو طاري ٿي ويو. سڀني شاگردن جي چهرن تي خوف ڇانئجي ويو. رهائشي تعليمي ادارن جا شاگرد استادن کان ڪافي ڊنل هوندا آهن ۽ اتان جي صورتحال عام ڪاليجن ۽ اسڪولن کان بنهه مختلف هوندي آهي) هُو ڪين جهڙي پت. مون جڏهن ڪين پڪ ڏياري ته مان مهذب قسم جو مذاق نه رڳو برداشت ڪندو آهيان بلڪ پاڻ به موقعو هٿان وڃڻ نه ڏيندو آهيان ۽ جڏهن ڪين پڪ

ڏياريم تہ مذاق ڪندڙ شاگرد ڪي انهيءَ صورت ۾ ڪجهہ بہ نہ چئبو جيڪڏهن هو اعتراف ڪري تڏهن ابو زاهد ڏنل ڏنل صورت سان اٽي بينو ڪيس پڪ ٿي نہ پئي تي تہ ڪو ڪيس معاف ڪندس. سندس اُتي بيهڻ تي مون سندس جملي ڪي هڪ بئي مزاحيہ جملي جي شڪل ۾ واپس ڪيو تہ ڪلاس ۾ سندن ٽهڪن جا گهنگهرو وڄڻ لڳا. خوف جي جاءِ تي مسڪراهٽ سندن چهرن مٿان لهرن وانگر اچڻ وڃڻ لڳي ۽ انهيءَ ڏينهن مون ڪين مزاح جي اهميت ۽ دنيا ۾ ان جي ضرورت تي ليڪچر ڏنو ۽ ڪلاس ۾ موجود سيئي شاگرد مون ڪي ايئن ڏسڻ لڳا ڄڻ هڪ وڏي عرصي کان پوءِ هڪ اهڙي استاد ڪي ڏسي رهيا هجن جيڪو کلي بہ سگهي ٿو ۽ مذاق ڪي انجواءِ بہ ڪري سگهي ٿو. جڏهن تہ اسان وٽ مذاق ڪندي ڏپ لڳندو آهي ۽ مذاق يا يوڳ ڪندي جهيڙو ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ خون بہ ٿي ويندا آهن.

اها قوم جتي مزاح جي حس ڪڏهن بہ اسري نہ سگهي آهي اتي کلڻ کهڙي معنيٰ رکي ٿو جتي کلڻ ئي منع هجي اتي راءِ جو اظهار ڪرڻ سنگين جرم تصور ڪيو وڃي ٿو. ذهين ۽ مزاحيہ حس رکندڙ ابو زاهد انٽر جو امتحان امتيازي نمبرن سان پاس ڪري ٿو سندس سليڪشن ڊاؤ ميڊيڪل ڪاليج ڪراچي ۾ ٿئي ٿي. هو مون کان مبارڪ وٺڻ لاءِ سٽيزن ڪالوني اچي ٿو. سندس چهري تي رونق ۽ لهجي ۾ قيامت جهڙو حوصلو ڏسي نئين نسل لاءِ منهنجا مضبوط جذبا وڌيڪ مضبوط ٿيا. هو ڪراچي وڃي ٿو. ڊاڪٽريءَ جو پهريون سال پاس ڪري ٿو ٻيو سال پاس ڪري ٿو ٽئين سال ۾ اچي ٿو ڊاڪٽر بڻجڻ واري منزل ڪانئس فقط ٻہ سال پري آهي. سندس ٽهڪن جا پڙاڏا پوري ڪاليج ۾ گونجڻ لڳن ٿا. سندس مذاق ۽ مسڪراهٽن جا گلاب ٽڙندا رهن ٿا.

ڪراچيءَ جي دلڪش ۽ سفاڪ زندگي روان دوان آهي. هڪ جهڙالي صبح جو در تي اخبار دستڪ ڏئي ٿي، چانهہ جو ڪوپ اڳيان رکي مان اخبار پڙهڻ لڳان ٿو. اخبار جي فرنٽ پيج تي ابو زاهد جو فوٽو سندس موت جي خبر سان ڏسان ٿو منهنجي اکين ۾ اهڙا ئي لڙڪ ترڻ لڳن ٿا، جڏهن منهنجي نوڪري ڇڏڻ وقت ابو زاهد جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا هئا.

جماعت اسلامي جي شاگردن هٿان ابو زاهد مارجي ويو. مون پهريون دفعو محسوس ڪيو تہ ٽهڪ جي سيني ۾ بہ خنجر هڻي سگهجي ٿو. جماعت اسلامي جا مجاهد، جن جي دستور ۾ جواني، کلڻ ۽ خواب ڏسڻ منع آهن ۽ هو جهاد جي رستي تي گامزن آهن، جتي هر ابو زاهد ڪي جيئڻ جو حق ناهي، هر ٽهڪ، هر مسڪراهٽ تي آرڊيننس لاڳو آهي.

منهنجا پيارا ابو زاهد! تنهنجو هر مذاق هر يوڳ اکين تي، مگر جوانيءَ جي هن اڌ پنڌ ۾ تنهنجي مري وڃڻ جي مذاق جي هي ڪا مناسب موسم تہ نہ هئي!

*(روزانہ "ڪاوش" حيدرآباد، 6 آگسٽ 1997ع)*

## عرفان مهدي

# اسان جي نسل جو نوحو!

آسي واري ڏهاڪي جا شروعاتي سال آهن. سنڌ جي گهڻ رُخي صورتحال، ماڻڪ جي ناول "ساهه مٺ ۾" جي ڀرپور عڪاسي ڪري رهي آهي، ماڻهو پنهنجي پيرن جي آهٽ تي ڇرڪن ٿا ۽ پنهنجن پاڇن کي به شڪ جي نگاهن سان ڏسن ٿا. فضا ۾ ذهن ڦاٽڪن جي گونج سان پاڙئون اکڙي رهيا هئا. آزادي پرهه جي خواب جيان ويسر جي ڏنڊ ۾ شامل ٿي رهي هئي، پيار ۾ سنسار کان لاتعلقي ۽ اوپرائپ ۾ ئي راهه نجات محسوس پئي ٿي. جوان پٽن کي مائرون امام ضامن ٻانهن ۾ ٻڌي جلدي گهر موٽڻ جون نصيحتون ڪري رهيون هيون. زندگيءَ جا ڏوهه لڪائڻ لاءِ هر ماڻهوءَ وٽ مختلف تاويلون ۽ اسباب هئا. سنڌ جو نوجوان نسل موت ۽ زندگيءَ جي وچ واري فرق کي مٽائڻ لاءِ خودڪشيءَ جي رومانوي انداز سان تشريح ڪري رهيا هئا ۽ موت جي ڪشش ۽ خوبصورت پهلوئن تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائي سگهندا هئا.

سماج ۾ آدرشي تبديلين جا خواب جڏهن تعبير ماڻي نه سگهندا آهن ته اُنهن خوابن ۽ آدرشن جا سفينا نااُميدي ۽ مايوسيءَ جي ڪُن ۾ وڃي ڦاسندا آهن. بلڪل اهڙي طرح اُنهيءَ دور جي نوجوانن ۾ ۾ موت جا دلڪش پهلو اهڙي طرح ظاهر ٿيڻ لڳا، جيئن ڪنهن بڪايل ٻار کي هر گول شيءِ ماني نظر ايندي آهي ويجهي ماضيءَ جي انهيءَ دور کي اجان ڪنهن پوريءَ طرح ڪونه وساريو هوندو جڏهن سنڌ جي ادبي حلقن ۾ زندگيءَ جي بي ثباتي ۽ موت جي دلبريءَ تي نوان دليل ۽ درس ڏنا ويندا هئا. حالتن جو سفاڪ هجڻ مقدر جو حصو سمجهيو پئي ويو تڏهن تخليق ٿيندڙ ادب ۾ اميد، جدوجهد، خوابن جي ساپيان ٿيڻ بجاءِ مايوسي، غمِ جانان، غم دوران ۽ سروم دکم دکم جو پرچار گهڻو ٿيڻ لڳو هو. نسل بجاءِ نوڪري بچائڻ جو فڪر سموري سماج کي ياڪر ۾ پري چڪو هو. سياسي جماعتون انقلاب ۽ آجپي کي حڪمت عملين ۽ چالاڪين ۾ ڳولي رهيون هيون. سنڌ جو جاگيردار طبقو پنهنجي پوري قوم کي نافرمان پٽ وانگي ڀاڙ کان لاتعلق ڪري ساٽس سيئي واسطا ٽوڙي چڪو هو انهي تمام صورتحال ۾ "هاڻي ڇا ٿيندو؟" وارو سوال هر هنڌ گردش ڪري رهيو هو. شاگرد، ڪئمپس مان ٻاهر

نڪري ڳوٺ واري بس پڪڙي رهيا هئا ۽ جن کان بس نڪري تي وڃي سي جيلن پيڙا پئي ٿيا. مارشل لا ڳجهن جي لامارن وانگر امن جي آکيرن کي اُکيڙي رهي هئي.

نيڪ انهيءَ دور ۾ گاڏي کاتي واري عبرت اخبار جي پويان هڪ ننڍڙي آفيس ٺهيل هئي، جيڪا آفيس گهٽ ۽ ريلوي ڪمپارٽمينٽ وڌيڪ محسوس ٿيندي هئي، جنهن ۾ منٽن ۽ ڪلاڪن جي "اسٽيشن" تي ڪجهه مسافر ايندا هئا ته ڪجهه وري پنهنجا ٿيلها ڪلهن تي لٽڪائي گهرن ڏي روانا ٿيندا هئا.

نثار حسينيءَ واري "آگم پبلشنگ" جي اُها آفيس، جنهن کي اديبن جي نرسري چئجي ته درست رهندو هڪ عجيب سحرانگيزيءَ جي حصار ۾ويڙهيل نوجوان اديبن جو آستان هئي، جنهن ۾ صرير پنهور کان وٺي حسن مجتبيٰ تائين سنڌ جا سمورا اديب ۽ قلمڪار گهٽ ۾ گهٽ هفتي ۾ هڪ دفعو ضرور حاضري رجسٽر تي صحيح ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. آفيس ۾ مستقل ميمبرن ۾ نثار حسيني، نصير مرزا، آغا قيوم، اسرار شام، زيب نظاماڻي، جاويد عزيز ميمڻ، خدا بخش ابڙو ۽ ڪجهه ٻيا اديب شامل هئا. اُنهن ڏينهن ۾ جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن نصير مرزا آفيس ۾ نه ايندو هيو ته اهو سمجهبو هو ته هو يا ته حيدرآباد کان ٻاهر ويل آهي يا ته ضرور بيمار ٿي پيو آهي ۽ اسرار شام تنڊي جام کان روزانو هڪ خاص ڪم لاءِ آگم ايندو هيو سواءِ انهن ڏينهن جي جڏهن ٽرانسپورٽ جي ڪا هڙتال هوندي هئي. آگم ۾ ڪيس ڪهڙو ضروري ڪم هوندو هيو ڪجهه يقين سان نٿو چئي سگهجي، البته ايترو ضرور ياد آهي ته هن جي اچڻ شرط حاضرين محفل پنهنجون جُتيون ۽ بوٽ هٿن ۾ ڪري ويهندا هئا. اِها ٻي ڳالهه آهي ته بوٽ لڪائڻ واري سندس اُنهيءَ حرڪت کي نصير مرزا جي پٺ پرائي هوندي هئي. بوٽ لڪائڻ ۽ وري گڏجي ڳولڻ واري اُنهيءَ سموري صورتحال کي سڀئي انجواءِ ڪندا هئا.

آگم ۾ اديبن جا ٽهڪڙا هر شام بوند بوند برسندا هئا. مونکي ياد ناهي ته حيدرآباد جو ڪو اهڙو به اديب يا ليکڪ هوندو جيڪو هڪ دفعو سهي آگم ۾ نه آيو هجي، ۽ ائين به ڪڏهن نه ٿيو جو سنڌ جي ڏورانهن هنڌن جا اديب ڪمين ڪارين حيدرآباد اچن ۽ آگم جو پيرو نه پچين. پوءِ اُهو جهمپير جو رسول بخش درس هجي، روهڙي جو اختر درگاهي، سکر جو ادل سومرو ۽ اياز گل، خيرپور جو مختيار ملڪ، هالاڻي جو مرتضيٰ سيال، هالا جو سوز هالائي، شڪارپور جو آغا سعيد، سانگهڙ جو آفتاب نظاماڻي ۽ بخشڻ مهراڻوي، نوابشاهه جو وسيم سومرو ۽ ماڻڪ، نوشهري جو لياقت رضوي ۽ هالا پراڻي جو عرفان مهدي.

اديبن جي انهيءَ ڪهڪشان جو اڪيلو تارو عرفان مهدي، پنهنجي جيئري مون کان ڪڏهن به ڪونه وسرندو. هي ڪتابي چوڪرو چا ته طلسمي شخصيت ۽ ڏندڪٿائي قصن جو ميلاپ هيو. سندس اظهار ۽ گفتار ۾ چا ته بلا جي

خوداعتمادي هئي، اهڙي خوداعتمادي جيڪا آزاد رياستن جي بيباڪ شهزادن ۾ محسوس ٿيندي آهي. هتي مان سندس سدا جي غير موجودگيءَ جو فائدو وٺندي ڪيس پنهنجو دوست ڪوٺ لکندس. سندس دوستي فقط لياقت رضويءَ سان هئي، منهنجي يا تہ ساڻس گهري دُعا سلام هئي يا هڪ اهڙو رشتو جيڪو ٻن قلمڪارن ۾ ٿي سگهي ٿو.

ضياءُ الحق جي ڪروڌي دور ۾ پلجي وڌي ٿيل عرفان هن دنيا ۾ ڇا ڪرڻ پئي چاهيو ۽ ڇا بڻجڻ پئي چاهيو سو طئہ نٿو ڪري سگهجي. هونئن بہ گهٽيون صلاحيتون رکندڙ ماڻهوءَ جي مقصد ۽ منزل جو ڪاٿو لڳائڻ ڏکيو هوندو آهي ۽ اهڙن ماڻهن جي زندگي اڪثر ڪري ٻيا ماڻهو گذارڻ لڳندا آهن ۽ سندن دلين جا معاملا بہ ٻيا ئي طئہ ڪندا آهن. اهڙي صورتحال ۾ ماڻهو ڪجهہ ٻنهہ مختلف ڪندا آهن. ۽ ائين عرفان مهدي بہ ڪيو.

عرفان ۽ زندگي ۾ هاڻي جڏهن سالن جون دوريون اچي ويون آهن. تڏهن مان سندس موت تي بحث مباحثو هرگز ڪونہ ڪندس. مون تہ فقط ماضيءَ جي انهيءَ الوپ ٿيل دور کي ياد پئي ڪيو جنهن جون يادگيريون ننڍاڪڙي ٻار وانگر وقت جي هندوري ۾ لوڏ لڏي رهيون آهن. هڪ اهڙي دور جون ڳالهيون جنهن ۾ صرير پنهور جا ٻي ڇپيا ٿهڪ پوري فضا جي ڪنن ۾ پيا ٻرندا هئا ۽ دوستيءَ جي جادوگريءَ ۾ پنڊ پهڻ ٿيل اديب ۽ قلمڪار وقت جون ستمر ظريفيون پلائڻ لاءِ "خوشبوءِ جي سنگ سنگ" جهڙا ڪهڪشان ۾ ويڙهيل نظم لکي رهيا هئا.

سفاڪ ضابطن ۽ ٻي جا پابندين جي انهيءَ دور ۾ جتي اديبن ۽ سياست ڪارن جو هڪ وڏو انگ مايوسيءَ جي ڌٻڻ ۾ ڦتڪي ۽ لڇي رهيو هو تڏهن ڪجهہ اهڙا بہ قلمڪار ۽ سياستدان هئا جن جيئڻ جا نوان اسلوب ۽ راهون پئي ڳوليون. حياتيءَ کي معنيٰ ڏيڻ لاءِ ۽ ذاتي بقا لاءِ پنهنجون نيون راهون ۽ رستا ڳولڻ وقت جو صحيح فيصلو ۽ تقاضا آهي، انهيءَ پس منظر ۾ هڪ اهڙو دؤر بہ آيو جو سنڌ جي نوجوان اديبن جي آگمر واري اُها آماجگاهہ ويران ٿيندي ويئي ۽ هڪ وقت اهڙو بہ آيو جو مٿس تالو لڳو. سنڌ جي شاگرد سياست اجان بہ وڏي عتاب ۽ عذاب جو شڪار ٿيڻ لڳي، جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ سنڌ مان اُٿندڙ تحريڪ اياز جي گيتن ۽ رسول بخش پليجي جي هڪلن سان گونجڻ لڳي، سنڌ جي ڳوٺن ۽ واهڻن مٿان بمر ڪيرائڻ واري روايت پئي، ڪنڊائتا ٿي ويل اديب انقلابي نظمن سان قافلن جي سرواڻي ڪرڻ لڳا. سنڌ احتجاج ۽ آواز کي هڪ نئين معنيٰ ڏيڻ لڳي، اُنهن ڏينهن ۾ ئي پنهنجي دور جي تبديل ٿيندڙ حالتن کي ڏسي عرفان مهدي ادب جي تڪيث واپس ڪري سياست جو ٿوڪن ورتو ۽ تبديليءَ جي راز کي

سياست جي انهيءَ بصر ۾ ڳولڻ لڳو جنهن جي آخري ته تائين فقط ڪل ئي ڪل هوندي آهي.

عرفان مهدي جنهن جي سيني ۾ هڪ شاعر جي دل پئي ڌڙڪي، سو سياست جون تندون ۽ تارون سلجهائي نہ سگهيو ۽ رڳو پاڻ ويو وچڙندو ۽ اُلجهندو. سندس جوانيءَ جون بي چيون هوائون ۽ گهٽائون ڪيس سياست کان الڳ تہ نہ ڪري سگهيون البتہ اهو ضرور ٿيو تہ عشق جي عمر ۾ هو دل ڪي پنهنجي تابع نہ بنائي سگهيو سياست، ادب ۽ پيار جي پور وچوٽ ۾ قاتل هڪ شاعر جڏهن زماني کان ناراض ٿئي ٿو. تڏهن رنل بار وانگي پنهنجي مٺ ۾ بند شيءَ ڦٽي ڪري ٿو ڇڏي. عرفان بہ ائين ئي ڪيو اِها ٻي ڳالهہ آهي تہ سندس ناراض ٿيڻ وقت هن جي مٺ ۾جيڪا شيءِ هئي سا زندگي هئي. مان مٿس وڏيڪ ڪجهہ لکڻ يا ڳالهائڻ بند ڪريان ٿو ڇو تہ هن دنيا مان ويندي سڏي طرح سينيءَ ڪي چئي ڇڏيو آهي تہ:

"مون بابت ڳالهائڻ بند ڪريو."

*"روزانہ "عبرت" حيدرآباد 3 مارچ 1999ع)*

# اعجاز قريشي

## خدمت جو ڪوبہ عيوضو ناهي

علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جي پاڙي ۾ هڪ ننڍڙو شهر آهي ٻوبڪ. ۽ انهيءَ جي ويجهو منڇر جي ڪپ تي بختياربور جي نالي سان هڪ ڳوٺ آباد آهي، جنهن ۾ علي احمد قريشي پنهنجن ابن ڏاڏن جي پڪن ۾ سنڌ جي تمام زندهہ قدرن سميت پنهنجي اوطاق سوڌو آباد آهي. ننڍڙي زميندار رکندڙ علي احمد قريشيءَ جي گهر ۾اج کان لڳ ڀڳ پنجاهہ سال اڳ ۾ هڪ ٻار جنم ورتو. اعجاز نالي انهيءَ ٻار کي ٻن مائرن پالي وڏو ڪيو. هڪ جنهن کيس ڄڻ پياري ۽ ٻي ماءُ هئس سنڌ. جنهن جي داٽي پاٽيءَ تي پلجي وڏو ماناٽتو انسان تي اُڀريو. حلالي پٽ واريون خصلتون رکندڙ اعجاز پنهنجي سموري حياتي پاڻ اربڻ جي حوالي سان گذاري آهي ۽ انهيءَ جذبي جي پس منظر ۾ سندس والدين جي تربيت جو وڏو ۽ اهم عمل دخل رهيو آهي، جنهن لاءِ هو اِهو بہ چوي ٿو تہ سندس اصل استاد سندس والد صاحب ئي آهي، جنهن بنهہ مناسب ڌيان ۽ خيال سان سندس پرورش ڪئي ۽ کيس هڪ مڪمل ۽ متوازن انسان بنائڻ ۾ وسان ڪونہ گهٽايو. پنهنجي والدين جي اهڙين سمورين ڪاوشن ۽ خوابن جي پٽ، جيڪا اعجاز رکي، انهيءَ کي اج ڪوبہ دليل درڪار ناهي.

هن ننڍي زميندار ۽ وڏي وڪيل علي احمد قريشيءَ جو فرزند پروفيسر اعجاز قريشي جي نالي سان اج سموري سنڌ جي سجاڻ حلقن ۾ هڪ استاد ۽ سماج سڌارڪ طور سڃاتو وڃي ٿو. ڪنهن بہ شخص کي ايڏي ناماچاري ۽ مان بنا ڪنهن جواز جي حاصل نٿو ٿئي. انهيءَ لاءِ سک ۽ آرام ۽ سياري جي مٺين ننڊن جو ٻليدان ڏيڻو پوي ٿو ۽ اعجاز اهو سڀ ڪجهہ ڪري ڏيکاريو آهي.

سماج جي تبديليءَ ۽ ان جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ ايئن آهي، جيئن صحرا ۾ وڻ پوکڻ. مگر جيڪي شخص اهڙو جوڳ پچائين ٿا، اُهي نہ رڳو پاڻ اُن وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهن ٿا. بلڪ پاڻ سان گڏ ريگذارن ۾ ٿڪيل قافلن کي بہ انهيءَ ڇانوَ ۾ آڻي ويهارين ٿا. رڳو ايترو نہ بلڪ اهڙي وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهندڙ هر ماڻهوءَ کي هڪ ٻئي وڻ پوکڻ جو هنر سيکارين ٿا ۽ اهڙيءَ طرح صحرا کي گلستان بنائڻ وارا خواب شرمنده تعبير بڻجن ٿا. "ڪيپري ڪارن" استار رکندڙ اعجاز شروع کان ئي پنهنجي مزاج ۾ بي چين رهيو آهي. ڪم ۽ جدوجهد ۾ يقين رکندڙ هي شخص

شعور ۽ سنجهه وارن ٽيهن سالن جي عرصي دوران ڪڏهن به سوڙ تاڻي نه سُتو بلڪ مسلسل جدوجهد ڪري، هاٺوڪي اهڙي ماڳ تي پهتو آهي، جتي تمام گهٽ ماڻهو پهچي سگهندا آهن.

1970ع ۾ معاشيات جي استاد جي حيثيت سان هن سنڌ يونيورسٽي جوائن ڪئي. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ گذاريل سمورو وقت هن هڪ متحرڪ زندگي گذاري ۽ پنهنجي شعبي جي ترقيءَ لاءِ اڪيلي سر جاکوڙيندو رهيو. انهيءَ دوران ڪيس روايتي مشڪلاتون درپيش آيون، مخالفتون ڪيون ويون، ايستائين جو آواره هٿ سندس گريبان تائين پڻ پهتا، پر پنهنجي ڪم ۽ مقصد سان قائم ٽيل چاهه تان هي هڪ لمحي لاءِ به دستبردار نه ٿيو ۽ مڪمل شعوري ڪوشش سان سنڌ جي روشن آئيندي لاءِ ڪم ڪندو رهيو. سنڌين جي مزاج ۽ خاص ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ جهڙي انتهائي نازڪ اداري ۾ تعميري سوچ رکڻ ۽ وري ڪم ڪرڻ ڪيترو ڏکيو ٿي سگهي ٿو انهيءَ جي خبر اعجاز ڪان وڌيڪ ڀيو ڪنهن کي هوندي، جنهن نئين نسل جي هٿن ۾ بندوق جي جڳهه تي ڪتاب ڏسڻ پئي چاهيا ۽ اُنهن ئي هٿن مان ڪجهه هٿ مٿس اُلري پڻ آيا.

اسان جو دوست جامي چانڊيو چوندو آهي ته جيڪڏهن شين جي وارثي نه ڪبي ته اُنهن جا مالڪ بيا ٿي ويندا. اِها بنهه حقيقت به آهي. ادارا به ائين ئي ٿيندا آهن. جيڪڏهن اُنهن جي وارثي نه ڪبي، سار سنڀال نه ڪبي، ته انهن ادارن جا دروازا ٻين لاءِ کُلي ويندا ۽ اصل مالڪن لاءِ بند ٿي ويندا. انهيءَ حقيقت کي اعجاز چڱيءَ طرح سمجهيو پئي، تڏهن ئي سندس لاءِ اِهو ممڪن بڻجي سگهيو ته هو ڏکين حالتن ۾ به ڏيان ۽ ذميواريءَ سان پنهنجي فرض جي ادائيگيءَ ۾ مشغول رهيو. هونئن به چيو ويندو آهي ته ماڻهوءَ جو ڪارنامو اِنهيءَ ۾ ناهي ته هو پنهنجين پسنديده حالتن ۾ ڪم ڪري، مگر ڪنهن به ماڻهوءَ لاءِ ڪمال اِن ڳالهه ۾ هوندو آهي ته غير موافق حالتن ۾ ڪاميابيءَ سان پنهنجو ڪم سرانجام ڏيئي.

اعجاز مادرِ علميءَ ۾ پورا 28 سال گذاريا. اِهو سمورو وقت هن ڀرپور طريقي سان ماڻيو. ساڳئي عرصي دوران هو اداري طرفان اسڪالرشپ وٺي، لنڊن پڙهڻ لاءِ ويو ۽ اهو اهڙو وقت هُيو جڏهن سندس زندگيءَ ۾ وڏي تبديلي آئي ۽ منجهس ڪم جو جنون پيدا ٿيو. اهڙو جنون يا سفر، جنهن کي ڪوبه ماڳ يا منزل ناهي ٿيندي بلڪ جيڪي مارڳ ۾ ئي ختم ٿيندا آهن.

اعجاز کي سندس دوستن ۽ ساٿين جي حوالي سان سڃاڻي سگهجي ٿو جن مان گهڻن کي هو پنهنجو استاد تصور ڪري ٿو. مثال طور: سراج الحق ميمڻ، مظهرالحق صديقي، فضل الحق قاضي، محمد ابراهيم جويو ۽ ايس. ايم قريشي وغيره، جن جي صحبت ۾ هي گهڻو ڪجهه سکي سگهيو آهي.

تاريخ ۽ معاشيات جي مضمونن ۾ دلچسپي رکندڙ اعجاز جا هن وقت تائين يارنهن ڪتاب ۽ هڪ سؤ مضمون ڇپجي چڪا آهن. سندس اظهار جو ذريعو سنڌيءَ کان پوءِ انگريزي رهيو آهي. ڪم جي ڳالهه وقت تي ڪرڻ به هڪ فن آهي ۽ اِهو فن اعجاز کي چڱيءَ طرح اچي ٿو.

مون جڏهن ٽي سال کن اڳ پنهنجن دوستن متان پروفائيل لکڻ شروع ڪيا. تڏهن اعجاز سان منهنجي باقاعده ملاقات به ڪانه هئي. پر سندس ذڪر اڪثر ڪري دوستن جي زباني پيو ٻڌبو هو جنهن کان پوءِ ساڻس ملاقات جو جڏهن به اتفاق ٿيو ته هو بنهه گهڻي گرمجوشيءَ سان مليو. سندس اهڙي سياءَ مون کي هن ڏانهن متوجهه ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح ڇڏبين مگر مسلسل ملاقاتن اعجاز کي انهيءَ فهرست ۾ شامل ڪيو جن متان لکڻ جي اخلاقي ذميواري مون پاڻ تي کنئي هئي.

جادوءَ جهڙو مزاج رکندڙ دادو سنڌ جو اهڙو ضلعو آهي، جنهن هن ديس کي عجيب ۽ حيران ڪندڙ ماڻهو ڏنا آهن. جن پنهنجي پنهنجي کيتر ۾ وڏو نالو ڪمايو آهي. اعجاز به اهڙي ئي تسلسل جي ڪڙي آهي، جنهن کي درگذر ڪرڻ سندس ذات ۽ کيل تعميري ڪم سان ناانصافي ٿيندي. ڇوته مان پنهنجي ليکي موت کان وڌيڪ زندگي ۽ مئلن کان وڌيڪ زنده ماڻهن سان پيار ڪندو آهيان. اِهوئي سبب آهي جو مان ماڻهن جي تعريف ڪرڻ لاءِ سندن مرڻ جو انتظار ناهيان ڪندو.

اعجاز قريشي، هن وقت سماجي پلائي واري شعبي ۾ هڪ وڏو نالو آهي. سندس خواهش سنڌ کي هڪ مڪمل جي صورت ۾ ڏسڻ آهي. هو چوي ٿو ته. ”اِهو تڏهن ئي ممڪن بڻجي سگهي ٿو جڏهن سنڌ جا اقتصادي ۽ افرادي وسيلا ۽ قوتون ضروري ڳانڍاپي سان اڳتي وڌن. جنهن جي نتيجي ۾ ئي هڪ سڌريل سماج واري سنڌ جو وجود ممڪن بڻجي سگهي ٿو.“ ۽ حقيقت ۾ اهڙي ئي سنڌ جي اسان سيني کي ضرورت آهي، جنهن جي خوشحاليءَ سان اسان جي خوشحالي مشروط آهي.

*(روزانه ”عبرت“ حيدرآباد. 18 اپريل 2002ع)*

## حفيظ ڪنير

# هڪ باصلاحيت شارٽ اسٽوري رائيٽر

پنهنجي ڀهرئين ويساھ جي دربدر ۽ رُسوا ٿيڻ کان پوءِ، مان زندگيءَ جي ڪنهن بہ اڻ ٿيٽي ۽ اڻ هوند مٿان حيران يا پريشان نہ ٿيندو آهيان. حياتيءَ جون ڪجھ ڳالهيون طئي ڪري ڇڏيون آهن. مثال طور بروٽس سان دوستي رکڻ کان اڳ ۾ سندس خنجر سان سنگت رکڻ لاءِ تيار هوندو آهيان. حادثن ۽ اتفاقن لاءِ هر وقت تيار رهندو آهيان. طوفانن جي سامهون گھر ٺاهڻ کان پوءِ درن ۽ ديوارن سان محبت ناهيان ڪندو. ٻارن ۽ گلن سان پيار ڪندڙ هن دل کي اِها ڳالھ سمجھائڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان تہ روين جي سنگدليءَ واري گرمي ٻنهي کي وقت کان اڳ ۾ مرجهائي ڇڏيندي آهي. اهي ۽ ان جھڙيون ٻيون ڪوڙ ساريون حياتيءَ جون ڪارروايون ۽ ڪارگذاريون طئي ٿيل امڪانن ۽ گمانن جي پس منظر تحت عمل ۾ آڻيندو آهيان. اهوئي سبب آهي جو منهنجن تجربن ۽ وري وري تجربن، هن حياتيءَ کي تمام گھٽو تنگ گريبان ڪيو ۽ اڪيلي سوڙهي گھٽيءَ ۾ اچي ٻيهاريو آهي. مگر مجال آهي جو هي ڪمال دل پنهنجين پراڻين عادتن تان هٽ ڪٽي! نتيجي ۾ هي سموري زندگي، غلطين، پڇتائن ۽ وري اُنهن جي ورجاءَ سان پري پيئي آهي. اهڙي صورتحال ۾ هاڻي مون اُها اڻ لکي ليڪ دل ۽ دماغ جي وچ ۾ پائي ڇڏي آهي، جيڪا ٻنهي کي پنهنجي پنهنجي ڪم ڪرڻ ۾ آزاد، آجو ۽ مرضيءَ جو مالڪ بڻائي ٿي!

حفيظ ڪنير سان دوستيءَ وارو لمحو بہ منهنجي وس ۾ ڪونہ هو. حادثا ۽ رشتا اختيار کان ٻاهر ٿيندا آهن، سو حفيظ سان دوستيءَ وارو رشتو منهنجي پسند ۽ ناپسند جي پرواھ ڪرڻ کان سواءِ ئي جُڙيو. ساڻس دوستي ٿي وڃڻ واري اتفاق کي هن وقت ڇھ سال خير جا گذري چڪا آهن ۽ انهن ڇهن سالن ۾ هن وٽان مڪمل تلاشيءَ جي باوجود بہ بروٽس وارو خنجر برآمد ناهي ٿي سگھيو. هن جي دوستيءَ ۾ وندرندي مون کي ڪنهن بہ پل، گذرندڙ وقت جو احساس ناهي ٿي سگھندو ۽ ساڻس ڪچهرين جي قيمت مون کي انهن سوين ماڻهن کي ادا ڪرڻي پوندي آهي، جن سان ملڻ جا واعدا ڪري ڀُلجي چڪو هوندو آهيان.

1996ع ۾ جڏهن مون سانگھڙ مان نوڪري ڇڏي ۽ پاڻ مرادو بيروزگار ٿيس، تڏهن عبرت جي اختيارين هڪ مڪمل ادبي پرچي ڪڍڻ جو اعلان ڪيو. انهيءَ

پرچي جي ادارت وارا فرض مون کان علاوه جن کي ڏنا ويا. اُنهن ۾ هڪ جامي چانڊيو ۽ ٻيو حفيظ ڪنڀر ۽ اهو محض اتفاق ئي آهي تہ جاميءَ سان محبت ۽ حفيظ سان دوستي مسلسل وڌندي ئي رهي آهي، جنهن کي انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪهڙو سبب ٿي سگهي ٿو تہ حفيظ جو هينئڙو لطيف جي انهيءَ ڪردار جهڙو ئي آهي جيڪو سارو ڏينهن ڳنڍيندو ئي رهي ٿو ۽ ڇنڻ مور ناهي سکيو.

ڪنهن جي باري ۾ انصاف وٽان لکڻ بنهہ ڏکيو ڪم آهي، ۽ اهو ڪم تڏهن ويتر گهڻو ڏکيو ٿيو پوي، جڏهن ڪنهن دوست مٿان لکجي ٿو. مگر مان ڪوشش ڪندس تہ هن پروفائيل جي باقي رهيل تحرير پڻ گڏريل سٿن وانگر ادبي ۽ شاعراڻي انصاف وٽان هجي.

جيمس آباد کان حيدرآباد لڏي آيل حفيظ ڪنڀر پنهنجي سموري ادبي زندگيءَ ۾ وڏي ساک ۽ عزت ماڻي آهي، جنهن جو واحد سبب اهوئي ٿي سگهي ٿو تہ هن جو تعلق اصل اهڙي قبيلي جي ماڻهن سان آهي، جيڪي پنهنجي ذات، سچائي ۽ جدوجهد ۾ يقين رکندا آهن ۽ اهڙو وکر ورهائيندا آهن جيڪو پئي ڪڏهن بہ پراڻو ناهي ٿيندو.

مان اڪثر سوچيندو آهيان تہ هن بلا جي ذهين ۽ ڪمال تخليقي ذهن رکندڙ ليکڪ وٽ جذبن جي اظهار واسطي سندس اصل ڪهڙي صنف آهي، ۽ انهيءَ جو مان ڪڏهن بہ فيصلو ناهيان ڪري سگهندو. ڊرامو هجي يا شاعري، ڪهاڻي هجي يا ڪالم، هو هر جاءِ تي اظهار ۽ لهجي ۾ مختلف نظر ايندو. سندس شعر، ڪهاڻيءَ کان ڪوهين پري ۽ سندس ڊرامو ڪالم نگاريءَ کان گهڻو گهڻو دُور نظر ايندا. جڏهن تہ اسان وٽ اهڙا ڪيترائي ليکڪ آهن جيڪي شعر لکن توڙي ڪهاڻي، ڊرامو لکن يا ڪا ٻي صنف، هر هنڌ ۽ هر جاءِ تي سندن تحرير ۽ خيالن ۾ هڪجهڙائي نظر ايندي، جيستائين حفيظ ڪنڀر جو سوال آهي تہ اِهو فيصلو ڪرڻ بنهہ ڏکيو ٿي پوي ٿو تہ هو ڪهاڻيڪار سٺو آهي، ڊرامہ نويس سٺو آهي يا انهن ٻنهي کان شاعر وڌيڪ بهتر آهي. اها خوبي مان سمجهان ٿو تہ حفيظ ڪنڀر سميت تمام ٿورڙن ماڻهن ۾ ملندي، جيڪي هڪ ئي وقت ادب جي مڙني محاذن تي هڪجهڙي ڪمال سان برسرِ پيڪار هجن. حفيظ جو تحرير ڪيل ٽي. وي ڊرامو ”هٿين گل ميندي“ اڃان بہ ماڻهن کان ڪونہ وسريو هوندو جنهن ”ديوارين“، ”وارث“ ۽ ”جنگل“ کان پوءِ عام ڏسندڙن جو ڌيان ”ٽريفڪ جام“ سطح تائين ڇڪايو هجي.

ڪجهہ وقت اڳ ۾ حيدرآباد منجهہ ڪوٺايل شيخ اياز جي ورسيءَ واري پروگرام ۾ جڏهن حفيظ شعر پڙهڻ شروع ڪيو تہ ماڻهن سان گڏ هال بہ پنبڻ پهڻ ٿي

ويو هو ۽ انهيءَ محفل ۾ شامل ڪيترن ئي شاعرن پنهنجي شاعري واپس ويڙهي پاسي وارن ڪيسن ۾ وجهي ڇڏي هئي.

انهيءَ ڪان اڳتي جيڪڏهن سندس ڪهاڻي مٿان نظر وجهبي ته پڙهندڙ پاڻ کي حفيظ جو ڪردار محسوس ڪرڻ لڳندو. اهڙو ڪردار جيڪو سٽن مان نڪري، پاڻ سٽن کي پڙهي. ماڻهوءَ جي اندر جو اهڙو ڀرپور ۽ ڳوڙهو اڀياس ۽ مشاهدو جيڪو حفيظ وٽ آهي، اُهو سندس ئي حصي جو آهي، جنهن ۾ ڪنهن جي به ونڊ ورهاست نظر نه ايندي. مان انتهائي ذميواري ۽ حاضر دماغيءَ سان اها ڳالهه چوندس ته حفيظ پنهنجي دور جي ليکڪن کان اثر وٺڻ بدران پنهنجي سماج جي حقيقتن کان اثر ورتو آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس تخليقن جون پاڙون ادب جي پنڊتن بدران هن ڌرتيءَ ۾ کُتل نظر اينديون. ۽ اهوئي سندس هڪ سگهاري، منفرد ۽ اثرانداز ٿيندڙ اديب هجڻ جو دليل آهي.

باقي جيستائين سندس هڪ دوست واري حيثيت جو سوال آهي ته انهيءَ لاءِ مان پڙهندڙن کي هڪڙي آگاهي ضرور ڏيڻ چاهيندس ته حفيظ سان دوستي نه هجڻ به هڪ محرومي آهي. هي حفيظ نالي جو ڪنير نوجوان، جيڪو نسيم نگر جي هڪ ڪرائي جي گهر ۾ پنهنجي ننڍڙي دنيا سان آباد آهي، سو ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جو نالو ناهي. هي نالو آهي اهڙي عادت جو جيڪا هڪ دفعو اگر لڳي وڃي ته مرڻ کان اڳ ۾ ناهي ڇڏيندي.

*(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 12 جولاءِ 2001ع)*

# يتيم سماج جا لاوارث پوڙها!

يورپ ۾ پوڙهن/ پوڙهين سان روا رکيو ويندڙ سُلوڪ، مشرقي سماجن ۾ شروع کان وٺي بحث هيٺ ايندو رهيو آهي، ترقي يافته مغربي ملڪن جي تيز رفتار زندگيءَ ۾ جڏهن وهي چڙهيل ماڻهو پنهنجي نوجوان اولاد جي تڪڙي وک سان وِک ملائي، هلي سگهڻ جي قابل ناهن رهي سگهندا، تڏهن سندن نالو اهڙن گهرن جي رجسٽرن ۾ درج ڪرايو ويندو آهي جتي پوڙها ماڻهو پنهنجي بچيل زندگي، سرڪار جي ذميواري ۽ نگراني هيٺ گذاريندا آهن. پنهنجن بزرگن ڏانهن ترقي يافته مغربي ملڪن جي نوجوانن جو اهڙو رويو ڪيترو درست يا غلط آهي، انهيءَ لاءِ هڪ الڳ بحث جي ضرورت پوندي، پر اسان،جيڪي مشرقي خاص ڪري اسلامي اعليٰ قدرن جي امين هجڻ جي دعويٰ ڪندا رهندا آهيون، ڪڏهن پنهنجن بزرگن ۽ وڏڙن سان روا رکيل سلوڪ تي هڪ پل لاءِ سوچيو به آهي!

اسان سڀئي، جيڪي سياڻي اَوَس پوڙها ٿيڻا آهيون (زنده هجڻ جي صورت ۾) پنهنجي گهر ۾ موجود بزرگن ڏانهن ڪهڙا رويا رکون ٿا، سندن هيٺن هڏن جا ڪيترا پرجهلا آهيون اُنهن جي ضرورتن جي پورائي لاءِ ڪهڙا جتن ڪريون ٿا، سندن باقي بچيل زندگيءَ کي سهل بنائڻ لاءِ ڪيتري حد تائين فڪرمند آهيون، اهي ڪجهه اهڙا سوال آهن جن جي جواب تائين پهچڻ لاءِ اسان کي انتهائي اخلاق ۽ ايمانداريءِ سان تجزيو ڪرڻو پوندو. تڏهن ئي اِهو ممڪن ٿيندو ته ڪنهن نتيجي يا مناسب جواب تائين پهچي سگهون.

مغرب جي مقابلي ۾ اسان جي مشرقي زندگي خاندانن ۽ رشتن جي حوالي سان پنهنجو الڳ تاجي پيٽو ۽ سماجي وهنوار رکي ٿي، جنهن ۾ جيترو وڏو ايترو معتبر وارو رويو ڪارفرما رهندو پيو اچي، اِهو تصور توڻي جو هر پاسي کان متوازن ناهي، مثال طور جيڪڏهن ڪو گهر جو پير مرد يا بزرگ رڳو انهيءَ سبب جي ڪري ئي اهم ۽

مراعات يافته تصور ڪيو وڃي ته هو عمر ۾ وڏو آهي، ڪو گهٽو واجبي به ناهي، پر ڪجهه ڳالهيون اهڙيون آهن، جن ۾ وڏيڪ لچڪ ۽ تبديلي جي گنجائش نه ڪالهه هئي ۽ نه ئي اڄ هئڻ گهرجي، اُهو انهيءَ حوالي سان ته زندگيءَ جي ڪاروهَنوار کان، پنهنجي ذهني صلاحيتن جي گهٽجڻ يا جسماني توانائيءَ جي ختم ٿي وڃڻ جي ڪري جيڪڏهن اسان جا بزرگ ڪناره ڪش ٿي وڃن ٿا ته اِنهيءَ جواِهومطلب هرگز نه هئڻ گهرجي ته ڪين حياتي جي باقي بچيل بين سيني مامرن کان الڳ ٿلڳ ڪيو وڃي، زندگي فقط آفيس، نوڪري ۽ پگهار جو نالو ناهي، انهيءَ کان هٽي ڪري بي اهڙي به زندگي آهي، جتي پيرسن ماڻهن جي تمام گهٽي ضرورت ۽ گنجائش آهي، بلڪ ڪڏهن ڪڏهن ته گهر ۾ سندن فقط موجودگي به انتهائي اهم هوندي آهي، پر رشتن ۽ فرضن جي وچ تي پيدا ٿيل هڪ اوپري بيگانگي جي ڪري اسان جو معاشرو اهڙن گهرن جو مجموعو بڻجي چڪو آهي، جن جي اڱڻن مٿان ڪو به وڻ ناهي ۽ اهي اڱڻ هاڻي بچيا به ڪيترا آهن، جن مٿان وڻ بيٺل آهن.

گهر فقط ڪمرن، درن، درين ۽ ديوارن جو نالو ناهي، گهر ته هن دنيا مٿان آباد هڪ اهڙي ننڍڙي جنت جو نالو آهي، جنهن ۾ محبت ايثار ۽ شناس جا بي ڪنار درياءَ جهلئي جهل ناهن ڏيندا، پر منهنجي انهيءَ دعويٰ کي ڪير رد ڏيئي سگهندو ته اسان جي اڪثر گهرن ۾ موجود اصل گهر ڌڻي جيڪي هاڻ پوڙها ٿي چڪا آهن گهر جي جنت ۾ دوزخ واري زندگيءَ گهاري رهيا آهن، اولاد جي بي رُخي، بي ڏياني، بي ادبي ۽ لاپرواهي جي ڪري، اُهي انسان اڪيلائپ ۽ بيگانگيءَ جا شڪار آهن جن جي اکين ۾ موجود اوجاڳا ۽ اڌورين ننڊن جا پاڇا اڄ بہ اِنهيءَ ڳالهه جي گواهي ڏيندا رهن ٿا ته سندن هي پيرسني ۽ هيٺائپ اُنهن محنتن ۽ ڪشالن جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل آهي، جيڪي اُنهن پنهنجي اولاد کي محفوظ آئيندي واسطي ڪيا ۽ اولاد کي محفوظ مستقبل ڏيڻ وارا جڏهن پيريءَ جي چائنٽ تي پير رکن ٿا ته اُهي ڪهڙا مُحرڪ آهن جو هو پنهنجي ئي ناهيل گهرن ۾ غير محفوظ ٿي وڃن ٿا.

انهيءَ سوال لاءِ تہ اسان جي سماج ۾ پوڙهن جي لاوارثيءَ ۾ بيگانگيءَ جا ڪهڙا سبب آهن. مختلف ماڻهن وٽ مختلف جواب ۽ اسباب ٿي سگهن ٿا. پر ڪجهہ ڳالهيون ۽ معاملا اهڙا آهن. جن جي حل لاءِ حتمي ۽ مقرر معيار موجود آهن. جنهن لاءِ ضروري آهي تہ پاڻ اُنهيءَ خاص ڳالهہ تي ويچاريون. جيڪا هن تحرير جو اولين مقصد آهي.

اسان روزاني ڇپجندڙ ڪيترين ئي اخبارن ۾. ٿوري فرق سان هڪ اهڙي خبر ضرور پڙهندا آهيون. جنهن ۾ ڪنهن پوڙهي جي گم ٿيڻ. گهر کان ڪاوڙجي نڪري وڃڻ لاوارث هجڻ واري صورت ۾ مري ۽ دفنائجي وڃڻ واري وارتا نظر مان گذري ٿي، اُهو سبب. جنهن جي ڪري اسان جا گهر پوڙهن لاءِ دوزخ بنجن ٿا اصل ۾ اسان جو ئي پيدا ڪيل هجي ٿو جتي رشتن جي غير ضروري جنگ ۾ هي هٿين خالي پوڙها پنهنجي ئي وجود جي حصن کان شڪست کائي، گهر، گهر جو در ۽ شهر ڇڏي جهنگ منهن ڪن ٿا ۽ اهڙي فرار واري حالت ۾ ڪڏهن درگاهن تي پنهنجن دادلن جي دانهن ڪٽي فريادي ٿا بڻجن ۽ ڪڏهن تہ وري رستن ۽ چوراهن تي خيرات گهرندي نظر اچن ٿا.

اسان جي اڄڪيان روزاني زندگيءَ ۾ اهڙا ڪيترائي هٿ خيرات لاءِ وڌندي نظر ايندا آهن جيڪي ڪنهن بہ صورت ۾ پيشہ ور فقيرن جا هٿ محسوس ناهن ٿيندا. پر سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي تہ مغربي دنيا تي تنقيدون ڪندڙ اسان مشرقي، پنهنجن بزرگن سان ڪهڙو سلوڪ ڪري رهيا آهيون!

گهرن جي ڪمرن کان ٻاهر، اڱڻن جي ڪُنڊن تي پيپل ڪٺن تي موجود پوڙها/ پوڙهيون اوهان جا ٻاڙيسري نہ پر اوهان جا والدين يا اوهان جي والدين جا والدين آهن.

هيءَ اُهي بزرگ آهن، جن پنهنجون جوانيون اوهان جي روشن آئيندي ڪي اربي ڇڏيون جن جا ٿڪل سرير. آسائتيون اکيون اڪنديو من ۽ هيٺا هڏ اوهان کان بيو ڪجهہ بہ نہ فقط ٻن وقتن جي اهڙي ماني طلبين ٿا. جيڪا اوهان جي زال کين ٿڻو ڪري ٿي ڏيئي، هو فقط اِهو چاهين ٿا تہ کين تتي تان لتل تازي ماني پل نہ ڏيو جو سُڪل ماني کائي نٿا سگهن. اُنهيءَ ڪنگهہ جي ڏوهہ ۾ جيڪا کين اوهان جي روزي حاصل ڪندي لڳي هئي، اوهان کين در تي پلي ڪٽ

رکي ڏيو پر تورو اُس ۽ ڇانو گرمي ۽ سرديءَ جو خيال ضرور رکو. هو پوڙها اوهان کان ٻيو ڪجهه به نٿا طلبين، هو فقط اِهو ٿا چاهين ته اوهان کين پوڙهي جي لاءِ بجاءِ بابا يا ڏاڏا ڪري پڪاريو هو اوهان کان واقعي به ڪجهه نٿا طلبين پر کين پنهنجا لٽل پراڻا ڪپڙا ڏيڻ وقت هڪ پل لاءِ اهو ضرور سوچيو ته ڇا انهن اوهان کي ڪڏهن لاٽل پراڻا ڪپڙا پهرايا.

هاڻي ڪجهه اهڙن مامرن تي ويچاريون ٿا جيڪي بزرگن جي بيقراريءَ جا سبب بنجن ٿا. انهيءَ سلسلي ۾ سڀ کان پهريون معاملو اُنهيءَ عورت جو اچي ٿو جيڪا اوهان جي زال آهي. هي زال نالي مخلوق جيڪا اوهان جي گهر ۾ آئي آهي. دراصل اُنهيءَ جي اچڻ کانپوءِ ئي اوهان جي ماءُ پيءُ جا بسترا اوهان جي گهر مان ويڙهجڻ شروع ٿيا. انهيءَ مرحلي تي اوهان کي ڏسڻو اِهو آهي ته اوهان جي زال، جيڪا اوهان جي والدين کي پنهنجي گهر ۾ برداشت نٿي ڪري، اُنهيءَ جو رويو پنهنجي ماءُ پيءُ سان ڪهڙو آهي؟!! يقيناً اُهو بهتر هوندو. اِنهيءَ سلسلي ۾ هڪڙي ڳالهه طئي هجڻ کپي ته پنهنجي ماءُ پيءُ جا معاملا اوهان پنهنجي پاڻ تائين رکو ۽ مهرباني ڪري پاڻ ئي نبيريو. اِنهيءَ سلسلي ۾ پنهنجي زال کي هر صورت ۾ الڳ رکو. کيس اِنهيءَ ڳالهه جي اجازت هرگز به ڏيو ته هو اوهان جي والدين جي باري ۾ راءِ زني ڪري، روز روز سندن خلاف هڪڙي ڳالهه اوهان جي ڪچن ڪنن ۾ پري ۽ اهڙي طرح اهڙو وقت اچي وڃي، جو اوهان جيڪي بنيادي طور تي انتهائي لڇڻ وارا ۽ شناس رکندڙ هوندا آهيو پنهنجي ماءُ پيءُ کي پنهنجي گهر ۾ برداشت نه ڪري سگهو.

اصل ۾ شعوري توڙي لاشعوري طور تي اوهان جي گهر واري، پنهنجي ماءُ پيءُ جي جاءِ ٺاهڻ واسطي، اوهان جي ماءُ پيءُ کان ڪٽ خالي ڪرائيندي آهي ۽ اُهو سڀ ڪجهه اوهان ڪري ويهندا آهيو ۽ اَهڙن ئي گهرن ۾ جتي ماءُ پيءُ جي جڳهه ناهي هوندي اُتي اڪثر سس ۽ سهرو نظر ايندو آهي، ڇو ته اُهي به پنهنجي گهر مان اولاد جي ساڳئي رويي ۽ سلوڪ جي ڪري نڪتل هوندا آهن. اهو ته ٿيو والدين سان خراب ورتاءُ جو هڪ پاسو يا رُخ، انهيءَ کان علاوه به اهڙا ڪيترائي معاملا آهن، جن جي ڪري اسان جي هن سماج جو چهرو

ڪاراتيل نظر اچي ٿو جيڪو ڪڏهن پنهنجي اعليٰ آدرشي قدرن ۽ روين جي حوالي سان ملڪئون ملڪ مشهور هيو.

انهيءَ چوٽيءَ کان بنان ڏچڻ جي ته جهڙي ڪرٽي تهڙي پرٽي، اسان ڪجهه اهڙن بين حوالن سان به پنهنجن بزرگن سان فضيلت ۽ اخلاق وارو رويو اختيار ڪري سگهون ٿا، جيڪو اسان جي سماجي، اخلاقي مذهبي ۽ انساني فرضن توڙي ذميوارين جي دائري ۾ اچي ٿو.

اوهان ڪيترا به وڏا ماڻهو واپاري ڪامورا، سياستدان بنجي وڃو هڪڙي ڳالهه هرگز نه وساريو ته اوهان جا ماءُ پيءُ هر صورت ۾ اوهان جا ماءُ پيءُ ئي رهندا، عهدن جي ۽ دولت جي وڌڻ سان آفيسون توڙي گهر ته تبديل ٿي سگهندا آهن پر والدين جي تبديلي ممڪن هرگز ناهي، شايد ان ئي سماجي ڏک واري پس منظر جي حوالي سان اسلام دين جا رشتا جوڙڻ واري عمل جي مخالفت ڪئي آهي ۽ انهيءَ جو ذڪر قرآن شريف ۾ چٽو آيل آهي. انهيءَ جو سبب به اهو ئي ٿي سگهي ٿو ته ڪٿي ائين نه ٿئي ته دين دنيا جا پائر پينر، ماءُ پيءُ ٿاهڻ سان اصل مائٽن جي حق تلفي نه ٿئي.

باقي رهيو مغربي سماج ۾ پوڙهن سان روا رکيو ويندڙ سلوڪ، ته انهيءَ تي وڏيڪ ڳالهائڻ جو اخلاقي حق اسان کي ڪجهه وڏيڪ به نٿو ملي، ڇو ته اسان جي يتيم سماج ۾ لاوارث پوڙهن جو تعداد هر صورت ۾ يورپي ملڪن کان گهٽو آهي ۽ هي وقت آهي ته اسان سيئي، روين جي شطرنج کيڏيندڙ نؤ سال رانديگر اُنهن جي خبر لهون، جيڪي اسان جي بي حسي ۽ چالاڪي جا شڪار ٿي پنهنجن ئي گهرن ۾ بيگانا ٿي چڪا آهن.

(روزانه "عبرت" حيدرآباد، 20 نومبر 2000ع)

# شمشير الحيدري
# سنڌ کان موڪلائيندڙ مور ۽ شمشير!

اڄڪلھ اسان وٽ هر ڏينهن هڪ خبر طور اچي ٿو ۽ اڄ 10 آگسٽ، جُمعي جي ڏينهن جي خبر اِها آهي تہ شمشير الحيدري گذاري ويو. خبر پنهنجي وقت جي حوالي سان متوقع آهي ۽ اهميت جي حوالي سان تمام وڏي، متوقع انهيءَ ڪري جو شمشير پنهنجي حياتيءَ جا، اُهي سڀ سال گذاري چُڪو جن ۾ سندس حياتي ڪارج واري هُئي ۽ اهميت واري اِن ڪري جو شمشير پنهنجي وڏي ۽ بي داغ ڪردار جي حوالي سان اهڙو خال ڇڏيو آهي جنهن جي خالي هجڻ ۾ ئي حُسن رهندو ڇو تہ شمشير جي جاءِ پرڻ لاءِ هرويرو جو ڀَراءُ ضروري نہ آهي.

سٺ، ستر ۽ اسي وارن ٽن ڏهاڪن وارو سنڌ جو دؤر سياسي ۽ ادبي مهم جوئي وارو دؤر هو انهن سالن دوران سنڌ جو نالو وٺڻ، نانگ مٿان پير ڏرڻ جي برابر هو هڪ پاسي سنڌ جا ئي سوين وڏيرا ۽ قلمڪار "سنڌ وٺو سنڌ وٺو" جا هوڪا ڏيئي رهيا هئا تہ ٻئي پاسي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا اديب ۽ شاعر مزاحمتي ادب جي ذريعي غدارن ۽ اُنهن جي آقائن سان هڪ ئي وقت وڙهي رهيا سنڌ خاطر وڙهي ويندڙ اُنهيءَ ڏکهي ۽ ٽڪائيندڙ جنگ جي سرواڻي شيخ اياز سان گڏ شمشير بہ ڪئي، فرق اِهو هو تہ اياز اڳئين محاذ تي وڙهيو ٻئي ۽ شمشير هڪ "ڪورنگ ڪينڊيڊيٽ" طور سڄي حياتي ساڻس ۽ سندس فڪر سان گڏ رهيو.

ماڻهوءَ کي وڏي ڄمار جي هرويرو بہ ضرورت ناهي هوندي. دنيا ۾ اهڙا ڪيترائي ماڻهو هئا ۽ آهن جن تمام وڏيون ڄمارون ماڻيون مگر سندن ڪاتي ۾ ڳڻڻ ڪمن جو شمار نہ جهڙو آهي ۽ ٻيا اهڙا ماڻهو بہ آهن جن پنهنجي مختصر ڄمار ۾ وڏا ڪم ڪيا! سو وڏي ڪم لاءِ وڏي ڄمار ئي ضروري ناهي. شمشير انهيءَ حوالي سان سيني کان الڳ ٿلڳ رهيو هُن نہ

رڳو ڇمار وڏي ماڻي پر ڪم بہ وڏا ڪيا. جيڪو اسان وٽ گهٽ ئي ٿيندو آهي. ڇو تہ توهان کي زندگيءَ لاءِ جيئندڙ ۽ زندگيءَ لاءِ مرندڙ ماڻهن جي فرق ڪرڻ ۾ ٿوري ڏکيائي ضرور ٿيندي! شمشير اُنهن ماڻهن مان هو جنهن هميشہ زندگيءَ لاءِ مرڻ کي ترجيح ڏني.

شمشير جي زندگيءَ جو ڇيد ڪجي، اِهو تمام گهڻو مُشڪل ٿيندو اهو طئہ ڪرڻ تہ اهو اصل ۾ ڪهڙي هُنر ۾ يڪتا هو. هو شاعر بہ هو تہ صحافي بہ. نثر نويس بہ هيو تہ ڊراما نگار بہ! لکڻ جا سمورا پاسا هو سهڻي نموني سان پري سگهندو هو. تنقيد جيئن تہ منهنجو شعبو ناهي اِن ڪري اُن جي فني پورهئي جي ڇنڊڇاڻ مان نٽو ڪري سگهان پر ايترو ادراڪ ضرور رکان ٿو تہ هو پنهنجي عهد تي انتهائي گهرا اثر ڇڏيندڙ اديبن مان هڪ هُيو جنهن پنهنجي قلم جي تقدس ۽ لفظن جي حرمت کي آخر تائين قائم رکيو.

ضياءُ الحق جي دؤر ۾ جڏهن سياست ڪرڻ تہ پري اُن مٿان ڳالهائڻ بہ ڏوهہ هوندو هو. شعور ۽ عقل جي ڳالهہ ڪرڻ تي سئو قلم لاڳو ٿيندا هئا. جواني منع ٿيل هئي ۽ خواب پس زندان هئا تڏهن شمشير اڪيلو صحافي هو جنهن مهراڻ اخبار جي ايڊيٽر طور آمريت جي اڳيان بيهي ڇيتي جيان چنگهاڙيو پئي، هُن جي دل ۾ سڀ ڪجهہ هو پر خوف ڪونہ هو. هو نہ ضياءَ کان ڊنو نہ ئي سندس ظلمت کان. هُن جي دؤر ۾ مهراڻ اخبار جي سرڪيوليشن هزار سيڪڙو وڌي ۽ سنڌ جي صحافتي دنيا ۾ اهڙو پهريون موقعو آيو جو ماڻهن قطارون ناهي اخبار وٺڻ شروع ڪئي! صحافتي ڪيريئر جو سندس اُهو دؤر سندس ذات جي بي باڪيءَ جو ئي نہ. سنڌي صحافت جو بہ سونهري دؤر هو. جڏهن اُن پنهنجو مڪمل سماجي ڪارج ادا پئي ڪيو.

خواجہ ڪميونٽيءَ جي گڏيل سماجي تاجي پيتي کان ٻاهر نڪري هُن جيڪو ڪردار ادا ڪيو اُنهيءَ جو مثال اسان واري سماج ۾ گهٽ ملي ٿو. سندس مٽ مائٽ، سئوٽ، ماسات وڻج واپار ۽ دُڪانداريءَ ۾ وڏا ماهر ليکيا ويندا آهن. هُن بہ هڪ دُڪان کوليو مگر ٿوري فرق سان. سندس دُڪان تان سنڌ جي دردن جي دارون کان علاوه ٻيو ڪجهہ بہ نہ ملي سگهندو هو. هُن پنهنجي دل کي سنڌ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو ۽ اُن جو ڇيو مڇيو هوا هُن ڪڏهن بہ اهڙو ڪم ڪونہ ڪيو جيڪو سنڌ ۽ سندس دل جي خلاف

هُجي، سندس دل جون سرحدون سنڌ جي سرحدن سان سلهاڙيل هُيون ۽ آخر تائين رهيون!

پنهنجي دؤر جي سيني مُروج اصولن ۽ اسلوبن کان بغاوت سندس سرشت جو حصو هُئي، اهو ئي سبب آهي جو انهيءَ دؤر جي عام استعمال وارن قلمي نالن کان هو پري رهيو هو نہ گهايل هو نہ فراق، نہ قتيل هو نہ زخمي، نہ قمر هو نہ شمس، نہ صابر هو نہ ساگر، نہ ساقي هو نہ ساغر! هُن جيئن قلم کنيو تہ شمشير بڻيو ۽ اُها بہ حيدري.

پنهنجي نالي جي ساک قائم رکندي هُن پوري حياتي هڪ آئيڊيل آرٽسٽ جيان گذاري، هو اکر لکي پئسا ڪمائيندو هو ۽ اُنهن پئسن سان سگريٽ ٻاري حاسدن جو اندر ساڙيندو هو سگريٽ ڇڪڻ جو سندس دلڪش انداز ڏسي اُنهن ماڻهن جي دل بہ سگريٽ ڇڪڻ ڏانهن ڇڪبي هُئي جيڪي تماڪ نوشي جي خطرناڪ اثر مٿان مقالا لکندا هئا.

مون شمشير کي ڏٺو تہ ويجهي کان پر کيس سمجهيو سندس لکڻين وسيلي، هُن جون لکڻيون ايئن صاف سٿريون هونديون هيون جيئن دل کيني کان، هُو اڇو اُجرو هِرک جهڙو ماڻهو هو، جنهن جو من اصلئون ڏوتل هو سنڌ جو اُهو دؤر جڏهن شيخ اياز جي گيتن کان آمر ۽ دوستيءَ کان شاعر ڏنا پئي تڏهن شمشير ساڻس گڏ بيٺل هو هن جمال ابڙي، رشيد ڀٽي ۽ هڪ اڌ ٻين دوستن سن گڏ. آخر تائين اياز جي همراهي ڪئي ۽ ڪنهن بہ لمحي نہ لڏيو نہ لميو ۽ اِهو ئي دؤر هُيو جنهن ۾ چڱا ڇوڪا سپ پڌرا ٿي بيٺا. شمشير تڏهن بہ پنهنجي خوابن سان گڏ بيٺل رهيو ۽ اُن ڪانپوءِ بہ جڏهن سنڌ کي اڪيلي ڇڏڻ جو فيشن عام ٿيو تڏهن بہ هو سنڌ سان ئي بيٺل رهيو اِها ئي اهڙي وصف آهي جيڪا شمشير کي پنهنجي عهد جي سيني قلمڪارن کان الڳ ۽ مٿانهون بيهاري ٿي.

شمشير الحيدري جي نالي اُچارڻ ۾ ئي ڏکيائي ٿيندي هُئي، آمريت جي ڏينهن ۾ سندس فڪر کي هضم ڪرڻ ۽ کيس ڳولڻ بہ ڏکيو هوندو هو هو پنهنجي فقيراڻي مزاج جي ڪري ڪنهن هجوم ۾ بہ آرام سان لِڪي سگهندو هو ۽ اڪيلائيءَ ۾ بہ نظر ڪونہ ايندو هو، وقت جا حاڪم کيس نہ ڳولي سگهڻ جي ڪري پريشان هوندا هئا ۽ هو سنڌ جي ڪري

هُو پنهنجي عقيدي ۾ ئي حُسيني ڪونہ هو پر عمل ۾ بہ حُسيني هو، وقت جي هر ظالم کي هُو يزيد سمجهي وڙهندو رهيو ۽ ڪيڏي نہ حيران

ڪندڙ ڳالهه آهي تہ جنهن جي تلوار جي نسبت سان پنهنجو نالو چوندڀو هُئائين اُنهيءَ عظيم هستيءَ جي شهادت واري ڏينهن ئي اکيون ٻوٽيائين، هُو ادب جي دنيا جو حُر هيو!

منهنجون شمشير سان ڪي گهٽيون ملاقاتون ڪونہ رهيون نہ ئي مان ساڻس پنهنجي دوستيءَ جي دعويٰ ڪري سگهان ٿو مون جڏهن بہ کيس ڏٺو تہ عقيدت ۽ حسرت وچان ڏٺو سندس زندگي جو هڪڙو پاسو منهنجي حياتيءَ سان گهڻو مليو ٿي ۽ اُهو هو مسلسل نوڪريون ڇڏڻ وارو عمل.

شمشير هڪڙي زندگي ڪڏهن ڪونہ گذاري، انهيءَ ڪري هُو هڪڙي نوڪري بہ ڪونہ ڪري سگهيو. اِهو تمام گهٽ ٿيندو آهي تہ ڪو ماڻهو هڪ کان وڌيڪ زندگيون گذاري ۽ شمشير اهو ڪري ڏيکاريو. هڪ انتهائي وفادار دوست، بنهہ سچو اديب، بي ڊپو صحافي ۽ سماج جو هڪ ذميوار فرد تہ هو هيو ئي، پر گڏوگڏ هڪ انتهائي پيار ڪندڙ ۽ شفيق پيءُ ۽ سر ساهہ صدقو ڪندڙ ڏاڏو ۽ نانو پڻ هو.

هُن اسي سالن جي هڪ ڊگهي ۽ پرپور زندگي گذاري، هُن زندگيءَ جي ڊگهي اننگ انتهائي صبر ۽ ماٺيءَ سان کيڏي ۽ ٽڪو ڪٿي بہ ڪونہ! هو اُن وقت تائين کيڏندو رهيو جيستائين زندگيءَ جي ميچ ڊڪليئر نہ ڪئي ويئي. سنڌي اديبن ۽ شاعرن ۾ ”بيٽ ڪيري“ ڪندڙ هي پهريون ۽ آخري ”بئٽسمين“ هو جنهن ڪي نہ لالچ جا بائونسر آئوٽ ڪري سگهيا ۽ نہ ئي غربت جا ”اِن سوئنگ ۽ آئوٽ سوئنگ“!!

پيري ۾ طاقت ئي نہ حوصلو بہ گهٽجي ويندو آهي، عام طور تي چئي ويندڙ اِها ڳالهہ شمشير سان لاڳو ڪونہ هئي، هُو جيترو ضعيف ۽ پيرسن پئي ٿيو سندس خوابن جوانيءَ جا موڙ پئي ٻڌا، تڏهن ئي موت ڪي سندس ياد آئي هو کيس ڪنهي ڪٺي الائي جي ڪيڏانهن اُڏاڻو؟!

سنڌ هڪ ئي وقت مورن ۽ شمشير کان خالي ٿي ويئي، اها ئي ڳالهہ ذڪ جي ڳالهہ آهي!!

# اي جي چانڊيو

# هڪ خيال ۾ تبديل ٿي ويل عشق جي ڪٿا!

اهو 1980ع وارو ڏاڪو هُيو سنڌ ۾ ان جي ضمير مٿان مارشل لا لاڳو هئي، سنڌ جون جيلون ۾ ٽاٽا انصاف ۽ جمهوريت جا خواب ڏسندڙ ماڻهن سان سٿيا پيا هوندا هئا. هي اُهو دؤر هُيو جڏهن هوٽلن ۾ ہين عوامي هنڌن تي "سياسي گفتگو ڪرنا منع هي" جهڙا سلوگن ۾ هدايت ناما لکيل هوندا هئا. سياست ۾ سنڌ جي ڳالهه ڪرڻ ڪاريهر تي پير رکڻ جي برابر هئي. روزاني شايع ٿيندڙ اخبارن جا ڪيترائي ڪالم سينسر ٿي عوام وٽ پهچندا هئا. اعتبار جوڳين خبرن جو واحد ذريعو بي بي سي جي نشريات هوندي هئي. هڪ خبر ڪان ہي خبر تائين چوويهن ڪلاڪن جو انتظار ڪرڻو پوندو هو. سنڌ جي قيدين کي ڦٽڪا هنيا ويندا هئا. اُهي ڦٽڪا سياسي قيدين جي پٺين تي نہ بلڪ سنڌ جي روح مٿان وسايا ويندا هئا. ائين لڳندو هو ڄڻ ڦٽڪن جون ڪنوٽيون پوري سنڌ مٿان وسي رهيون آهن. اهو اهڙو ئي دؤر هُيو جڏهن اعجاز عرف اي جي چانڊئي جو شعوري جنم ٿيو.

پوري قد بُت ۾ اسڪينڊيئن خدوخال وارو هي دوست پنهنجي ڪاليج جي شروعاتي دؤر ڪان ئي، سنڌ ۾ ٿيندڙ ترقي پسند سياست جو حصو ٿي ويو هو. پاڪستان ڪميونسٽ پارٽي سان نظرياتي ويجهڙائي سبب اي جي چانڊئي ۾ سياسي ادب پڙهڻ وارو رُجحان انهيءَ دؤر ۾ ئي پئجي ويو هو. دنيا جهان جي اهنجن تڪليفن ۾ طبقاتي مت پيد ڪان ڇوٽڪاري جو اڪيلو ذريعو هُو مارڪسزم کي ئي تصور ڪندو هو ۽ اُن جي عوامي مقبوليت لاءِ هو جوانيءَ جي انهيءَ دؤر ۾ ئي متحرڪ ٿي ويو هو جڏهن جوانڙا پنهنجين منڊين ۾ محبوبائن جا نالا مڙهائي پائيندا آهن. هُن جو شعوري ۽ لاشعوري رشتو هڪ اهڙي سوچ سان جڙي چڪو هو جيڪو اگر وصال ماڻي ها تہ هن پوري جهان جي مسڪين ۽ پيڙيل ماڻهن جي اکين ۾ لڙڪن جي جاءِ تي خواب سرجن ها ۽ ڌرتي تي آباد هي آدم زاد طبقن ۽ فرقن کان گهٽو مٿاهون ٿي محبتن جا سيئي مزا ماڻي سگهي ها. پر اِئين نہ ٿيو انساني برابري ۽ اُن جي آفاقي قدرن کان انڪار ڪندڙ طاقتن سوشلزم کي هڪ ڏکهي، ٽڪائيندڙ ۽ سفاڪ ٿڌي جنگ ذريعي ديوار سان لڳائي ڇڏيو. خواهشن تعبيرن، مسرتن ۽ ميلاپن جي حصول لاءِ هلندڙ اڌ صدي کان بہ وڌيڪ جنگ ۾ عارضي شڪست، پوري دنيا جي ترقي پسند ماڻهن کي سڪتي ۾ آڻي ڇڏيو.

سوشلزم کي دنيا ۾ رائج ۽ سرخرو ڏسڻ ۽ اُن جي ڪاميابيءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙ ماڻهن لاءِ، سوويت يونين جو ٽٽڻ هڪ وڏو نظرياتي صدمو ثابت ٿيو دنيا جا اڪثر ڪامريڊ جن هن سماجي ۽ سياسي فڪر سان عشق جي حد تائين پيار ڪيو هو، اُهي سڀ عجيب ذهني ڪيفيت جو شڪار ٿي ويا. ذهني توازن وڃائڻ ڪان وٺي، ذاتي سڃاڻپ وڃائي ويهڻ تائين، اُهي سمورا لقاءَ ڏسڻ ۾ آيا جن سماجي ۽ سياسي علم جي شاگردن کي حيران ڪري ڇڏيو.

سوويت يونين جو ٽٽڻ ۽ سوشلزم جو ديوار سان لڳڻ ويهين صديءَ جو سڀ کان وڏو سانحو هو جنهن اي جي چانڊيو سميت دنيا جي سيني سڄاڳ ۽ ڪابي ڌر جي ماڻهن کي وڏو صدمو پهچايو. اهو اهڙو وقت هو جڏهن دنيا جي تيزيءَ سان تبديل ٿيندڙ حالتن کي وڏي سياسي سمجهه، ادراڪ ۽ عقلي بنيادن تي ڏسڻ جي ضرورت هئي ۽ اي جي چانڊئي جو شمار انهن ٿي پڙهيل لکيل سياسي ساٿين ۾ ٿئي ٿو جن عالمي سياست جي تبديل ٿيندڙ وايي منڊل کي احساسن ۽ جذبن جي بجاءِ عقل ۽ منطق سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پاڻ کي مايوسين جي حوالي ڪرڻ بدران، انساني سماج جي هڪ ٻئي اثرائتي شعبي يعني صحافت ۾ متعارف ڪرايو.

اي جي چانڊئي گذريل پندرنهن سالن کان، هڪ سڄاڳ ۽ زنده ضمير صحافي طور پنهنجو ڪردار نڀايو هُن اِهو سمورو عرصو عبرت گروپ آف پبليڪيشن کي ڏنو. هو ايڊيٽوريل پيج تي بطور انچارج ۽ سب ايڊيٽر جي پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. سندس لکيل ايڊيٽوريل ۽ ٻيا ڪالم هر لحاظ کان صحافتي اخلاقيات مطابق هوندا هئا. هُن پنهنجي سياسي ڪردار وانگر، صحافتي ڪردار پڻ وڏي خوبي ۽ بنا ڪنهن عيب جي نڀايو. اي جي لفظن جي جادوگري کان گهٽ حقيقتن جي بيان ۾ وڌيڪ پڙ هوندو هُيو. هو پنهنجي سياسي ۽ صحافتي دوستن سان اڪثر منطقي بنيادن تي بحث ڪندو هو. مارڪسوادي هئڻ ناتي، هُن سماج ۾ رونما ٿيندڙ لقائن کي شاعر بجاءِ هڪ فلاسافر جي اک سان ڏٺو ۽ اُنهن جو اهڙي ئي پسمنظر ۾ ڇيد ڪيو. هُو انهن چند ذهين ماڻهن ۾ شمار ٿيندو هو جيڪي گهڻو ڪجهه ڄاڻڻ باوجود، پنهنجي اڻ ڄاڻائيءَ جو (تڪلف وڃان) اعتراف ڪندا آهن. سياست کان علاوه، معاشيات، اي جي چانڊيو جو پسنديده موضوع هوندو هو. مون کي ذاتي طور تي خبر آهي تہ سنڌي صحافت ۾ بجيٽ ۽ اُن جي پيچيدگين کان جيڪي هڪ اڌ صحافي واقف آهن، اي جي انهن ۾ سرفهرست هو. اهو ئي سبب هو تہ هر سال پيش ٿيندڙ وفاقي توڙي صوبائي بجيٽ تي، عبرت اخبار ۾ رڳو سندس تبصرا ڇپجندا هئا. اُنهن کي بنياد بنائي ٻيون سنڌي اخبارون ساڳئي موضوع تي ڪجهه پيش ڪري سگهنديون هيون.

اي جي چانديو هڪ گهڻ پڙهيو سياسي ڪارڪن ۽ نااليوارو صحافي هو. هو جڏهن بہ ڳالهائيندو هو دليل ۽ حوالي سان ڳالهائيندو هو. دوستن سان سياست ۽ سماجيات تي بحث ڪرڻ دوران هو تاريخ ڪي حوالي طور پيش ڪندو هو ۽ ڪڏهن بہ اهڙي گفتگو نہ ڪندو هو جيڪا دليل جي پاڙ تي نہ بيٺل هجي. ملڪ ۾ پيدا ٿيل هاٺوڪين سياسي حالتن تي پڻ سندس گهري نظر هئي. هو جڏهن بہ اِنهن ڳالهين جو تجزيو ڪندو هو تہ اُهو نج علمي ۽ سياسي هوندو هو. اسان سندس جيڪي بہ جذباتي دوست هئاسين، ساڻس اختلاف پڻ رکندا هئاسين ۽ هو اهڙي اختلافي راءِ يا تنقيد تي ارهو ڪونہ ٿيندو هو پر پنهنجي روايتي مسڪراهٽ ۽ ٽهڪ سان ماحول کي دوستاڻو بنائي ڇڏيندو هو. صحافت ۽ سياست جي امتزاج سان اي جي چانديو هڪ انتهائي پختو شخص هو پر سندس دل پختي نہ هُئي. اُها شيشي جي ٺهيل هئي، بار بار ترڪي پوندي هئي. هو اڪثر دوائن ۽ دعائن سان دل جون ديوارون مضبوط ڪندو رهندو هو پر سندس دل کي ٽٽڻ جو ايترو تہ شوق هو جو آخر اُن پاڻ کي اي جي چانڊئي جي سيني ۾ ٺيڪ اُن وقت پرزا پرزا ڪري ڇڏيو جڏهن هو امر جليل جي مان ۾ رکيل، پريس ڪلب ۾ ٿيندڙ هڪ پروگرام ۾ ڪنهن گيت تي رقص ڪري رهيو هو. رقص جا ٺاڪا سندس ٽٽل دل کي ڳنڍي نہ سگهيا ۽ اُها وڏيڪ چاڪ ٿيندي ويئي ۽ آخر هڪ لمحو اهڙو بہ آيو جڏهن هو سيني کان ٻاهر نڪرندڙ دل جي بار هيٺان اچي، فرش تي ڪري پيو ۽ سندس دوستن جي رڙ پريس ڪلب ۾ اڄ تائين ٿيندڙ وڏي ۾ وڏو احتجاج بنجي ويئي!

اي جي چانڊئي سان دوستيءَ جي دعوي مون کي بہ آهي، پر هُو حسن مجتبيٰ، امداد سومري ۽ اسلم خواجہ جو ٻنهي ويجهو دوست هئو. امداد سندس صحافتي دؤر جو دوست هئو. جڏهن تہ حسن ۽ اسلم سندس سياسي جدوجهد واري دؤر جا دوست هئا. جن سان هُن جي ڪافي حُجت ۽ پيار هئو. حسن مجتبيٰ جڏهن خلق اخبار جو ايڊيٽر بڻيو تہ هُن پنهنجن سمورن دوستن کي خلق اخبار ۾ ايڊجسٽ ڪيو. اي جي بہ انهن ۾ شامل هُئو ۽ انهن ڏينهن دوران ئي دنيا جهان جا خشڪ ترين ڪتاب پڙهندڙ ۽ جدلياتي سائنس جو هي شاگرد ڪنهن جي ڪارين ڪجلين اکين جو اسير بڻيو عشق ۾ ٽڏا ساهہ کڻڻ، فراز جا غزل پڙهڻ، جڳجيت ۽ چترا جي آواز ۾ گُلزار جا نظم ٻُڌڻ واري عرصي دوران هُن دل جي روبرو ڪنهن کي بہ ويهاري پنهنجي اندر جو احوال ڪونہ اوريو! هُن چڱي ريت ڄاتو پئي تہ عشق جا احوال ڪرڻ سان رقابت جا پڪي محبوب کي داڻو داڻو ڪري ڇڳي ويندا آهن. سو هُن پنهنجي پيار کي ماٺ تائين، اُن جي باري ۾ ڪنهن کي بہ ڪونہ ٻڌايو ۽ هڪ ڏينهن جڏهن سندس دوستن کي سندس شادي جي خبر پيئي تہ اُنهن مهڻن ۽

مُرڪن واري ڪيس، گڏيل سڏيل مبارڪباد ڏني جيڪا هُن هميشہ واري هلڪي مُرڪ سان قبول پئي ڪئي.

اڄ اي جي چانڊيو جي باري ۾ لکندي، جڏهن مان ماضيءَ وارو صيغو استعمال ڪريان ٿو تہ منهنجو قلم لمحي لاءِ لرزي اُٿي ٿو. مون کي اعتبار اچي نہ اچي، قلم کي يقين ئي نٿو اچي تہ اي جي چانڊيو هاڻي، هن وقت اسان ۾ ناهي رهيو. قلم جيڪو زنده ٿئي ٿو حساس ٿئي ٿو ڏک سک ونڊي ٿو پر هُو وري بہ انسان کان گهڻو مختلف ٿئي ٿو. قلم لفظن کي جيارين ٿا ۽ لفظ وري انسانن کي مارين ٿا. لفظ اهڙا تير هجن ٿا، جن جي منزل دل هجي ٿي، هُو دل تي پهچي منزل ماڻيندا آهن. اي جي اهڙن ئي لفظن جو شڪار ٿي ويو. اهڙا لفظ جن سندس عشق ۽ دل جي وچ ۾ جدائيءَ جي ديوار ڪڙي ڪئي. اهڙي ديوار جنهن جي پرئين پر اٿاهہ اونداهہ هوندي آهي ۽ اُن اونداهہ ۾ لکين، ڪروڙين عشق جا جگنو لمحي ۾ جڳمڳ ٿيندا ۽ لمحي ۾ وسامندا رهندا آهن. اي جي بہ اهڙو ئي هڪ روشن جگنو هو جيڪو ڪنهن عشق جي ڪٽا وانگر، اڪيلي خيال ۾ تبديل ٿي ويو.

*(روزانہ ”عبرت“ حيدرآباد، 29 مئي 2007ع)*

# ارشاد گلاباڻي
# اکرن ۾ تحليل ٿي ويل صحافي

اڄ بتاريخ 7 جولاءِ 2012 تي منجهند ڌاري هڪ خبر منهنجي عُمر جي 50 ماڙ (سالن) جي عمارت کي زلزلي جي ڪنهن جهٽڪي جيان لوڏي ڇڏيو ۽ مان پنهنجي پيرن تي وري سڌي بيهڻ جي ڪوشش ڪئي.

"ارشاد گلاباڻي گذاري ويو." اها هُئي خبر ۽ اُهو هو لڙڪ جيڪو مون يَر ۾ ويٺل دوستن کان لڪائي پنهنجي شرٽ جي ڪالر سان اگهيو هو ۽ ان ڪانپوءِ يادن جي ريل اُبتين ڦيٿين ماضيءَ جي اسٽيشنن ڏانهن ڊوڙندي وڃي اسي واري ڏهاڪي جي پليٽ فارم تي بيٺي. جتي ارشاد خاصخيلي (جيڪو گهڻو پوءِ گلاباڻي ٿيو) پنهنجي پُر خواب اکين سان بيٺل نظر اچي ٿو.

تڏهن هو شهدادپور ۾ رهندو هو منهنجي ساڻس پهرين ملاقات جهول ۾ ٿي، جو هو اُتي ادبي سنگت جي گڏجاڻي ۾ شهدادپور کان هلي آيو هو. اصل ۾ تہ هو اسان جي پياري دوست معصوم سانگهڙائيءَ سان ملڻ ايندو هو. ادبي گڏجاڻيون تہ بس پياري معصوم سان سندس ملاقاتن جو سبب بڻجنديون هيون.

مون سان سندس ملاقات بہ انهيءَ دؤر ۾ ٿي، هو علم، ادب، محبتن، رشتن ۽ خوابن کي سمجهڻ لاءِ تجسس ۾ ورتل ۽ حيران نظر ايندو هو. موضوع ڪهڙو بہ هُجي، ٻُڌڻ توڙي ڳالهائڻ جا سيئي موقعا ڪونہ وڃائيندو هو سياست کي سمجهندي سمجهندي هو سياستدانن کي سمجهي ويو ۽ اُهو ئي سندس زندگيءَ جو "ٽرننگ پوائنٽ" هو جڏهن سياست کي ڇڏي هو صحافت جي هڪ نئين ۽ انوکي دنيا ۾ داخل ٿيو. انهيءَ ڳالهہ کان بي خبر تہ صحافت ۽ سياست رڳو هم قافيہ لفظ ئي نہ پر اسان وٽ پنهنجي سرشت ۾ ذري گهٽ ساڳئي رويي جا بہ الڳ الڳ نالا آهن سچ جي گنجائش ٻنهي ۾ نہ، حق جي صدا ٻنهي ۾ نہ. انصاف ٻنهي ۾ نہ. ميرٽ ٻنهي ۾ نہ! پر ارشاد وٽ ٻيو

ڪو آپشن هيو بہ ڪونہ. هو آخر ڪيڏانهن وڃي ها. سو وڃي صحافت جي چڪڙي ۾ ويٺو جنهن ڪيس هٽي وڃي پنهنجي قبر ۾ لاٿو.

صحافت، اسان وٽ خوبصورت لباس ۾ اُها "مَمُ" آهي جنهن سنڌ جي هڪ پوري خوبصورت ۽ حُسناڪ نسل جا گوڏا چٽي ڪيس هلڻ ڦرڻ کان معذور ڪري ڇڏيو آهي. نيوز ڊيسڪ تي ويهي سماج ڪي خبرن جي ٻهاري سان صاف ڪندي ڪندي ارشاد وڃي پنهنجي منطقي انجام تي پهتو پر پويان سنڌس ياد کان علاوه ڳولڻ ۽ ڏسڻ ۾ ڪجهہ نٿو اچي.

مون کي هڪ دوست ٻڌايو تہ هو ويهن سالن جي صحافتي زندگيءَ ۾ پنهنجو ذاتي گهر بہ نهرائي نہ سگهيو! اها حقيقت آهي،هو درويش ۽ معصوم انسان هو. سنڌس سچائي ۽ معصوميت جو انهيءَ کان وڏيڪ ٻيو ڪهڙو مثال ملندو تہ ويهہ سال اڳ امير ترين اخبار ۾ نوڪري ڪندي بہ هو غريب رهيو. انهيءَ اخبار جو غريب سب ايڊيٽر، جنهن جي نمائندن سان دوستي رکڻ جا خواهشمند هتان جا وزير ۽ وڏيرا بہ هوندا آهن.

هو ڪم ۽ محنت ۾ يقين رکندو هو. هُن جيستائين سياست ڪئي تہ سچائيءَ سان ۽ جڏهن صحافت ڪئي تہ اُها بہ سچائيءَ سان ۽ سچائيءَ سان ڦڪي فرق ڪٽي تي ڪري، هڪ اهڙي سماج ۾ جتي فريب جي دُڪانن تي ڪوڙ جو وکر وڪامندو هجي اتي ارشاد گلاباڻي جي ڪهڙي جاءِ نهي ٿي! هو صحافت ۾ ٽي نہ پر پنهنجي رهڻ لاءِ بہ جڳهہ ٺاهي نہ سگهيو اها ٻي ڳالهہ تہ ويهن سالن جي عرصي ۾ هن جيترن پنن تي خبرون لکيون اُهي جيڪڏهن رديءَ ۾ بہ کپائجن ها تہ سنڌس هزار والن جو بنگلو ضرور نهي وڃي ها پر سنڌس حق انهن رديءَ جي ڪاغذن تي بہ نہ رهيو مالڪن تي بہ نہ. زندگيءَ تي بہ نہ! ۽ ايئن هو 45 سالن جي مختصر زندگي ۾ گذاري ويو.

مون کي تہ ايئن ٿو لڳي تہ هُن چڻ ٻيين سان گڏ پنهنجي زندگي بہ پنهنجي ٽيبل جي سامهون کُلندڙ دريءَ مان ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏي هجي! پنهنجي مقصد ۽ خوابن سان وفادار ماڻهو ڪڏهن بہ بغاوت ناهن ڪندا ۽ جيڪڏهن ڪندا آهن تہ ايئن ڪندا آهن جيئن ارشاد ڪيو قلم بہ واپس، پنا بہ واپس ۽ زندگي بہ واپس.

غربت جيستائين اکين ۾ تہ لڙڪ، اندر ۾ لهي تہ ڪينسر! هُن ويهہ پنجويهہ سالن تائين غربت کي اکين ۾ سانڍي رکيو ۽ پوءِ سنڌس وس نہ

هليو لڙڪن جڏهن ڏٺو تہ اُنهن کي اُگهڻ وارو ڪير ڪونهي تہ اُنهن سندس اندر ۾ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ڪيس ڪينسر ٿي. ڪجهہ ئي ڏينهن جي ڪهاڻي ۽ پوءِ هُن "التيميٽ سرينڊر" ڪيو آخري شڪست! اجوڪين اڪثر سنڌي اخبارن ۾ توهان ارشاد جي موت جي خبر پڙهندا. هو ڪيئن ۽ ڪهڙين حالتن ۾ گذاري ويو اهو مواد توهان کي خبرن ۾ ملي ويندو هُن جي صحافتي خدمتن جو ليکو چوکو بہ اڪثر اخبارون تفصيل سان ڇاپينديون، پر منهنجو ذهن اجا بہ اسي ۽ نوي واري ڏهاڪي مان نٿو نڪري جتي ارشاد گلاباڻي ڪاهي ڏر جي نمائندي طور وڏي شد مد سان سياست مٿان ڳالهائيندي نظر اچي ٿو. غير طبقاتي سياست مٿان ڳالهائيندي هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ انتهائي ذڪيا سياسي محاورا استعمال ڪندو هو لينن کان وٺي گورباچوف تائين ڪئي ويندڙ سياست جو هو حافظ هو سماج کي سُرخ انقلاب ۾ تبديل ٿيندي ڏسڻ جي خوابن سماج کي تبديل ٿيندي نہ ڏسي سندس اکين کي سُرخ ڪري ڇڏيو هو سُرخ انقلاب مُلڪ ۾ تہ ڪو نہ آيو پر سندس اکين ۾ اُهو آخر تائين زندهہ رهيو ۽ هُن ڪنهن بہ اهڙي سمجهوتي ڏانهن دوستيءَ جو هٿ ڪونہ وڌايو جنهن کي اسان واري اجوڪي صحافتي دنيا ۾ "پروفيشنلزم" چئجي ٿو! هُو لفظن کي پنهنجي حق ۾ نہ استعمال ڪري سگهيو ۽ نہ ئي انهن کي پنهنجي فائدي جون معنائون ڏنائين ۽ پنهنجي عمر جي اڪثر صحافين جي "پروفيشنلزم" واري محاوري کي بہ سمجهي ڪونہ سگهيو هو شهدادپور کان نڪري حيدرآباد آيو حيدرآباد کان نڪري ڪراچي پهتو ۽ ڪراچيءَ مان نڪري واپس حيدرآباد پهتو! مگر هيل سندس حيدرآباد اچڻ وارو لقاءُ گهڻو مختلف آهي، بلڪ بلڪل مختلف. اج هُن سان گڏ هڪ ڏکهي خاموشي آئي آهي، جيڪا اخبارون ڇاپيندڙ مشينن جي آواز سان بہ ٽٽي نٿي سگهي.

ارشاد سان منهنجي ملاقات ۽ سڃاڻپ معصوم سانگهڙائيءَ جي معرفت ٿي هئي، اِهو مون اوهان کي اڳ ۾ ئي ٻڌايو آهي، اِهو اسي وارو ڏهاڪو هو جڏهن پاڪستان مٿان ضياءُ الحق جي اونداهہ لٿل هُئي، هڪ پاسي اسان واري شاعرن جي لڏي لفظ جا جگنو ٻاري روشني ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي تہ ٻئي پاسي ارشاد ۽ سندس ساٿين، جن ۾ معصوم سانگهڙائي، لالا رحمان، رشيد راڄڙ، صادقين، مومن خان ۽ ٻيا ڪيترائي

ڪامريڊ شامل هئا. سياست جي محاذ تان پنهنجي حصي جي جنگ پئي ڪئي، اهڙي جنگ جنهن ۾ ڪين زندگيءَ جي شڪ ڪان وڌيڪ موت جي پڪ هئي، مگر هو سياست ڪندو رهيو! هُن صحافت بہ انهيءَ سياسي جذبي سان تي ڪئي، فرق فقط اهو هو تہ سندس نعري جي جاءِ خبر ۽ جهنڊي جي جاءِ اخبار ورتي ۽ هاڻي سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ سندس لاش جهنڊي ۾ ويڙهي دفنائجي يا اخبار ۾، جنهن ۾ هو ڪم ڪندو هو!!

# رئيس بنگل خان ڪاهوڙي

ماڻهو پنهنجي مزاج، سماجي شعور ۽ معاشرتي ذميوارين جي حوالي سان پنهنجي چوڌاري رهندڙ بين انسانن کان جيڪا مختلف صورت، هيئت ۽ سڃاڻپ اختيار ڪري ٿو اُهائي سندس ذات ۽ شخصيت جي حوالي طور سامهون رهي ٿي. اُنهن چند حوالن، واسطن ۽ فرضن جي ناتي انهن ماڻهن جو ظاهري ۽ اندروني خاڪو فطري طور جُڙي به اهڙو ئي ٿو جو سندن بدني خاڪو سندن پيشي ۽ ڪرت جي عڪاسي ڪرڻ لڳي ٿو. اهوئي سبب آهي جو لوهار کان وٺي واڍي تائين، واڍي کان وٺي درزيءَ تائين، ماستر کان وٺي مولويءَ تائين ۽ شاعر کان وٺي راڳيءَ تائين سيني جي جسماني جوڙجڪ، سندن ڪرت، مزاج ۽ شعور جي ڀرپور عڪاسي ڪري ٿي. اهڙو سماجي مشاهدو اوهان مان گهڻن ماڻهن کي يقينن هوندو جيڪي مختلف پيشن سان واڳيل ماڻهن کي سندن نالن ۽ ذاتين معلوم ڪرڻ کان سواءِ چڱيءَ طرح سان سڃاڻي سگهندا هوندا هوندا. هونئن به شيدي کان ذات پڇڻ، مگڻهار کان ڏنڌو معلوم ڪرڻ، مولويءَ جو ڏس پتو لهڻ ڪا دانشمندي به ناهي جو سندن ڏنڌا ۽ ڪم ڪار سندن سموري زندگيءَ جي نشاندهي ڪن ٿا ۽ ڪنهن به سوال يا تفصيل جي گنجائش نٿا ڇڏين. جو هڪ اهڙو خاص لمحو ۽ وقت اچي ٿو جڏهن ماڻهو جي ذات ۽ ڏنڌي جي وچ ۾ موجود مفاصلو ختم ٿي ويجي ٿو ۽ انهيءَ جو نالو ثانوي حيثيت اختيار ڪري وڃي ٿو جڏهن ته سندن ڪم يا ڪِرت نظر اچڻ لڳي ٿي.

مان، پنهنجي مزاج ۽ ونهوار جي حوالي سان هڪ اهڙي شخص کي سڃاڻان، جنهن جي پوري حياتي عجب اسرارن سان ڀري پيئي آهي، جنهن جو ٻاروتڻ ٻيلن ۾ مينهون چاريندي، جواني ڪلهي تي ڪهاڙي رکي اوبرن رستن مٿان اوبرن چورن کي تڙيندي گذري ۽ جڏهن سندس وجود مٿان پيرسني ڪنهن ڳجهه وانگر جهاتي هڻڻ لاءِ لڻي ته هن زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ گناهن جي تعداد کي تسبيح جي داڻن سان ڪُٿائڻ بجاءِ عشق جي عزازيل کي پنهنجي دل جي دستر خوان تي ويهاري ڪائنس وصل ۽ هجر، ايثار ۽ قرباني، اربڻ ۽ ماڻڻ جا اهڙا ته درس ورتا جو هن مِٽي کان موتي بنجڻ واري سموري سفر ۾ ڪٿي به ٿڪ نه ڀڳو. عشق جي آڙاهه ۾ پنهنجي زندگيءَ جي هڙ کي اڇلائي اُن جي انگ انگار مٿان ٿهڪ ڏيندڙ هي ڪاهوڙي، بنگل خان جي نالي سان پنهنجي تر ۽ پرائي شهر ۾ گهڻو ئي مشهور آهي.

جڏهن تہ جوانيءَ جي ڏينهن ۾ سندس ذات سان ڳنڍيل ”رئيس“ وارو لقب سندس نالي پويان ايئن هلندو اچي، جيئن پنهنجي ولر کان وڇڙيل ڪونج اجنبي ديس جي پکين پويان وچايل وڳر جي تلاش ۾ ڀٽڪندي رهندي آهي، يا ڪو يتيم ٻار پل ڪن جي پولي ۾ پلجي، ڪنهن اوپري مسافر جي پويان، پنهنجي پيءُ جي غلط گمان سبب هلڻ لڳندو آهي.

رئيس بنگل خان، جنهن کي مان ڪاهوڙي ءجي نالي سان سڏيندو آهيان، سو پنهنجي ذات ۾ بہ فقط بنگل خان ئي آهي. هڪ اهڙو شخص جنهن وٽ ثواب ۽ گناهہ، فرض ۽ حق، پيار ۽ نفرت، دوستي ۽ دشمنيءَ جون مڙئي معنائون مختلف آهن. هن جي حياتيءَ جا سيئي رستا دل کان شروع ٿي اتي ئي ختم ٿين ٿا. هو سيني لفظن جا مطلب ۽ مرادون پنهنجي پريميڪا جي نالي ۾ ڳوليندو آهي. هڪ اهڙي پريميڪا، جنهن جي گهر ناهڻ واسطي هن پنهنجي گهر جا در بہ دونهون ڪري ڇڏيا ۽ پڇتاءُ جي پاڇي کي بہ سڃاڻڻ کان انڪار ڪيائين.

پاڙئون اڻ پڙهيل هي شخص جڏهن سامت وارن ڏينهن ۾ سياست ۽ ملڪي حالتن تي ويچاريندو ۽ خيالن جو اظهار ڪندو هو تہ مٿس علي ڳڙهہ مان پڙهي آيل شاگرد جو گمان ٿيندو هو. ڀُٽي جو پرستار رهندڙ سارين جي خوشبوءِ جهڙو من رکندڙ هي بلوچ سنڌي ثقافتي پس منظر وارو شخص، هينئر جڏهن ستر سالن جي آزمائشي عمر ۾ ننهن کان چوٽيءَ تائين داخل ٿي چڪو آهي، تڏهن اولاد ۽ مائٽن منجهانئس اها اُميد پئي رکي تہ هاڻي هو باقي عمر الله ڪري گذاريندو پر هن عقل جي پير تي عشق جو ڏونڪو ايڏو تہ زور سان وهائي ڪڍيو جو ماڻهن جون نصيحتون ڪنهن مئڪدي ۾ پليءَ جي ڪڪراٽن وانگر تڇ ۽ بيزار ڪندڙ محسوس ٿيڻ لڳيون ۽ هُن رندن جي راضپي حاصل ڪرڻ لاءِ زاهدن جي شهر مان ئي جلاوطني اختيار ڪئي. حيدرآباد جي لوڪ کان لڪي نوابشاهہ جي وٽن سان دوستي رکندڙ هن ڪاهوڙيءَ کي پنهنجا عجيب ڏک آهن. اهڙا رنج ۽ غم، جن جو تعداد ايترو ئي آهي جيترو سندن پٽن، مٽن ۽ مائٽن جو آهي، جن انهيءَ وقت ۾ کيس اڪيلو ڪري ڇڏيو جڏهن کيس انهن جي ضرورت هئي، ۽ اهڙي موقعي تي کيس اُهي ڏينهن بہ ياد اچن ٿا، جڏهن هن جوانيءَ جون املهہ گهڙيون وياج خور واپارين وٽ گروي رکي سندن زندگين جي ويجهو موت جي چِتي ڪتي کي هڪ لمحي لاءِ بہ اچڻ نہ ڏنو ۽ فرض جي لٺ سان ٻُک جي بگهڙ کي سنڌائتا ڏڪ هڻندو رهيو. اُهو بنگل خان، جيڪو جوانيءَ ۾ رئيس جي نالي سان پنهنجي ڳوٺ ۾ ساوڻ جي ڪنوڻ جيان ڪجندو رهندو هو جڏهن لٺ جي پنيان پير پير ٽڙندو اڪيلو حيدرآباد کان نوابشاهہ پنهنجي پيريءَ جي پيار پويان هر مهيني، پنهنجي ٽيهن ڏينهن جي ميڙي چونڊي هڙ ۾ ٻڌي اسهندو آهي تڏهن ٽڙندڙ ٿاٻڙندڙ هن ضعيف

شخص کي ڏسي ڪو اندازو بہ لڳائي نہ سگھندو هوندو تہ هي اُهوئي بنگل خان آهي جيڪو هڪ چرڪ سان پيرن ۾ پيل واڍ جا ويهہ ٽڪرا ڪري سگھندو هو. ٻانهن جي ٻل سان، ڪنڌين مينهن جا وچڙيل سڱ ڏاڍ کان ڇڏائي ڌار ڪري سگھندو هو جنهن جي هڪل مٿان چيتي جي چنگھاڙ ۽ ڪنجهڻ مٿان مست اُٺ جي گُڙڻ جو گمان ٿيندو هو. جيڪو ڳالهائيندو هو تہ وڏ ڦڙو ۽ خاموش هوندو هو تہ طوفان محسوس ٿيندو هو جنهن جي پيرن سان مفاصلا ڪوئنس نہ ڪندا هئا ۽ جنهن جي ڪلهي تي ڪهاڙي ايئن نهندي هئي جيئن راجستاني گهوٽ جي نرڙ تي موڙ نهندو آهي.

نوابشاهہ جي لوڪل بس ۾ ويٺل هر مهيني جي پهرين تاريخ جو هي مسافر، پنهنجي ساڄي کاٻي ويٺل ٻين مسافرن لاءِ بنهہ اجنبي ۽ اوپرو شخص ٿي هوندو آهي، پر انهن سيني ماڻهن کي، جيڪي ساڻس عام رواجي ۽ اڻنگو سلوڪ ڪندا هوندا، تن کي ڪهڙي خبر، تہ هي بنگل خان اُنهيءَ چاچي جو پائيتو آهي، جيڪو لوڙهہ جي هڪ ڌڪ سان مروڻ جو مٽڪو ٽوڙي سگھندو هو. انهيءَ پيءُ جو پُٽ آهي جنهن جون ڪنڌيون روز اڻ ڏڏيون چٽنديون هيون. انهيءَ شخص جو ننڍو ڀاءُ آهي جيڪو اڙٻنگ ملهہ پهلوانن کي ڍاڪ تي کڻي ايئن ڪڏائي ڪيرائيندو هو جيئن جبل جا اوڳا اُٺ. اناڙي سوارن کي دسي ڏوڙ ڪندا آهن ۽ پاڻ اُهوئي بنگل خان آهي جيڪو شام جو جڏهن مهري اٺ تي چڙهي گهر موٽندو هو تہ ايئن لڳندو هو ڄڻ بادل جي رٿ مٿان ڪنوڻ جي سواري اچي رهي آهي، جنهن جي هرڪ جي اچي تهدر پٽڪي جي هر هڪ ور ۾ غيرت ويڙهيل هئي، جنهن جي خاموش نگاهن ۾ عزت ۽ لڄن جو اوسيئڙو ۽ ارمان لڪل هوندو هو جيڪو مال کي تنوارپندو هو تہ ايئن لڳندو هو ڄڻ سندس هُونگار، چڙن جي آواز سان گڏجي ڪارونجهر جي ڪور ۾ برف ٻڌيل مورن جي ڪرلاءِ جو پڙاڏو ٻڌجي ويندي هئي ۽ پوءِ هڪ اهڙو وقت بہ آيو جيڪو اڪثر ماڻهن مٿان جوانيءَ دوران ايندو آهي. مگر هن عجيب انسان مٿان انهيءَ عمر ۾ آيو جڏهن ماڻهو مسيت کي گهر ۽ گهر کي توبهہ جو در تصور ڪندا آهن. پيري، جڏهن ماڻهو جوانيءَ جا ٽڪ لاهڻ لاءِ، پاڻ کي ڪٺ سان ٻڌي ڇڏيندا آهن، تڏهن هن پوڙهي نوجوان، سڀ لڳ لاڳاپا لاهي، عشق جي اوطاق ۾ اندران دروازو بند ڪري، ايئن داخل ٿيو ڄڻ تہ هو ڪڏهن ٻاهر رهيو ئي ڪونہ هو. معرفت تي يقين رکندڙ هن شخص خدا وٽ پهچڻ جو ذريعو هدايت کي سمجهيو ۽ پنهنجي محبوب جو نالو بہ "هدايت" ئي رکيو.

حياتيءَ جا سٺ سال پنهنجن عزيزن، مٽن مائٽن کي ارپيندڙ هي لڪي شاهہ صدر جي جبلن جهڙو ارڏو اڙٻنگ ۽ ڪٺ مست پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ ڪيل پنهنجي پيار جي حق ۾ چوي ٿو تہ. "اهو سڀ منهنجي وس ۾ ڪٿي آهي؟ اهو سڀ قضا جو ڪيل ۽ لکئي جو ليک آهي. جڏهن دل خدا پيدا ڪئي آهي

تہ عشق ڪرڻ وارو مان ڪير ٿيندو آهيان! اهو سڀ هُو (خدا) پيو ڪري، جو ان ۾ هُن جي رضا شامل آهي.“

عشق کي خدا جي رضا سمجهندڙ هيءَ ڪاهوڙي هن وقت بنهہ اڪيلي ڪنهن درويش جي خاموشيءَ جهڙي حياتي گذاري رهيو آهي. اُهي سيئي ماڻهو جن کي پڙهائي، ڪارائي وڏو ڪيائين، اُهي سيئي سندس ”رقيب رو سياه“ وارو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن ۽ پير جتيل شاهہ جي مزار مٿان بيٺل گهاٽي ٻڙ جي وڻ جهڙو هي شخص ماڻهن جي روين تي وڏا وڏا ٿهڪ ڏيئي، کِلي کِلي ڪيرو ٿي پوندو آهي. ڪيس ڏسي مان سوچيندو آهيان تہ هيءَ غريب النصيب شخص، جنهن وٽ پيار ڪرڻ لاءِ ڪجهہ وڏيڪ عمر بہ ناهي بچي، ڪٿي مجنونءَ جو ٻيو روپ تہ ناهي، جنهن مٿان اسان سيئي پنهنجن روين جا پٿر وسائي پنهنجو نالو بيخبريءَ وچان عشق جي منڪرن ۾ لکايون ٿا. عشق ۽ ادب جي دامن کي مضبوطيءَ سان پڪڙي هلندڙ هيءَ ڪاهوڙي شخص جنهن کي سندس پيءُ بلوچستان جي قومي ويڙهاڪ بنگل خان اچڪزئي جونالو ڏنو سو جڏهن پنهنجي وڏي ياءِ اِگيان سندس الجبرا جهڙن ڏکين سوالن جا جواب ڏيئي ناهي سگهندو تہ ڪنڌ جهڪائي ايئن ويهندو آهي جيئن خوش خير محمد فقير، حمل فقير ۽ محمد فقير ڪتياڻ جا نماڻا بيت عشق اڳيان سرخم باادب بيٺل نظر ايندا آهن ۽ سندس وڏو ياءُ، جڏهن ڪيس نصيحت ڪندي چوندو آهي تہ ”الله توکي هدايت ڏيئي“ تہ هو آهستگيءَ سان جواب ڏيندو آهي. ”آمين!“

*(روزانہ ”عبرت“ حيدرآباد، 16 ڊسمبر 2000ع)*

## ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ

# عُمر اوني اباڻن جا، نميو نڪريو نهاريان ٿي!

چوويهه فيبروري 2005 جي صبح جو نيڪ انين وڳي جيئن ئي مان پنهنجي آفيس پهچي، اچان ڪرسيءَ تي مس ويٺس تہ ٽيليفون جي گهنٽي وڳي. هونئن تہ ڏينهن ۾ ڏهہ ڏهہ ٻيرا فونون ايندڙيون رهنديون آهن. پر الاءِ ڇو اُن فون جي آواز منهنجي وجود ۾ ڪنهن اڻاتي خوف جي لهر پيدا ڪري وڌي. مون فون کڻي ”هيلو“ ڪيو. اُن بعد مون جيڪو ٻڌو اُن لاءِ اُنهي وقت مان تيار هيس ۽ نہ ئي هاڻ ذهن اهڙي ڳالهہ کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

اُن ڏينهن آيل فون ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ (منهنجي بابا سائين) جي اوچتي وفات بابت هئي. اصل ۾ اُها فون نہ هئي، ڪا اهڙي ڪنوڻ هئي، جنهن هڪ ئي لمحي ۾ منهنجن سهارن، آسرن ۽ عقيدتن جون سموريون جهوپڙيون جلائي رک ڪري ڇڏيون. بابا سائينءَ جي وفات جي خبر ٻڌڻ مون فون جو رسيور واپس رکڻ چاهيو پر اهو هٿن مان ڪري اچي جهوليءَ ۾ پيو. منهنجي حالت تير کاڌل اهڙي پکيءَ واري هئي، جيڪو آکيري کان نڪري پهريون ڀيرو اُڏريو هجي ۽ هيٺ ڪِري زخمي ٿي پيو هجي.

اڄ کان چار سال پهريائين جڏهن مون هن ئي اخبار ۾ بابا جن تي هڪڙو پروفائيل لکيو هو تڏهن مون کي سندن باري ۾ مُفصل ۽ ڀرپور طريقي سان لکڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڏکيائي محسوس ڪانہ ٿي هئي. مون سندس حياتيءَ جي مڙني رُخن تي وس آهر انتهائي انصاف وچان لکيو هو پر هن دفعي، جڏهن سندس وڇوڙي جي درد کي ورجائڻ وينو آهي تہ مون کي محسوس ٿي رهيو آهي تہ لڙڪن جي تصوير چِٽڻ ڪيترو نہ ڏکيو آهي ۽ ان کان بہ وڌيڪ ڏکيو ڪم آهي محمد صالح گوپانگ کي مرحوم لکڻ. ڪيس مرحوم لکڻ مان گواره ڇونہ ڪريان! پر مون کي اجازت ڏني وڃي تہ مان گلاب کي بہ مرحوم لکان. بهار کي بہ مرحوم لکان. آسرن، اميدن ۽ محبتن کي بہ مرحوم لکان. رشتن جي تقدس، واعدن ۽ وفائن کي بہ مرحوم لکان!!!

محمد صالح گوپانگ (بابا سائين) جي وفات کي ڇهہ مهينا اچي پورا ٿيا آهن. انهن ڇهن مهينن ۾ منهنجو اندر ايئن خالي آهي جيئن سندس ڪمرو ۽

ڪمري ۾ رکيل کٽ خالي آهي. ڪا اهڙي گهڙي ناهي، جنهن ۾ سندس مسڪرائيندڙ چهرو منهنجين اکين ۾ "فوڪس" نه ٿيندو هجي. ڪو اهڙو پل ناهي، جنهن پل هو مون کان وسريو هجي. مون گذريل ڇهن مهينن ۾ ڇهه سؤ دفعا سندس ياد ۾ هڪ تاثر لکڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي پر منهنجي ذهن سان گڏ قلم به سندس موت جي حقيقت کي قبول نه پئي ڪيو. مون زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ذهن ۽ قلم جي اهڙي بيوسي ڏٺي جيڪا ماءُ جي مرڻ تي ڪنهن ننڍڙي ٻار جي هوندي آهي. جيڪو پنهنجو درد به اظهاري سگهندو آهي ۽ نه ئي ماءُ کي وساري سگهندو آهي.

محمد صالح گوپانگ ستن ڀائرن مان پنجين نمبر تي هو. سندس سڀني کان وڏو ڀاءُ ميوو خان جوانيءَ ۾ ئي گذاري ويو هو. جنهن کي ياد ڪري هو اڪثر روئي پوندو هو. پنجاهه سال گذرڻ کان پوءِ به هُو پنهنجي ڀاءُ لاءِ ايئن رُئندو هو ڄڻ هُن اڄ گذاريو آهي. سندس به ننڍا ڀائر عبداللطيف ۽ بنگل خان ڪجهه سال اڳ ۾ گذاري ويا. جن کان پوءِ هو بيحد گهڻو غمناڪ رهندو هو. پنهنجن وڇڙي ويل ڀائرن جي ياد ۾ هُو اڪثر روئندو رهندو هو. ڪيس روئندو ڏسي جيڪڏهن اسان کيس ڪا آٿت ڏيندا هئاسين ته ورائيندو هو "جن جا ولر وڇڙي وڃن. اُنهن کي روئڻ کان نه روڪيو!"

ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ، پنهنجي ذات ۾ هڪ ادارو هُئو. هُن جن حالتن ۾ زندگيءَ جو سفر طئه ڪيو اهڙين حالتن ۾ اڳتي وڌي، وڏيون ڪاميابيون ماڻڻ ته پريء پر زندهه رهڻ به ڏکيو هوندو آهي. هُو اهڙين حالتن ۾ نه رڳو پروقار زندگي گذاريندو رهيو بلڪ ڪاميابين جون اهڙيون منزلون طئه ڪيائين. جن لاءِ اڪثر ماڻهو سوچي به ناهن سگهندا. هي 1932ع جو سال هُئو جڏهن ضلعي نوشهري فيروز جي شهر ڪنڊياري جي ويجهو ازلئون اشراف شخص حاجي خان گوپانگ جي گهر ۾ هڪ ٻارڙي جنم ورتو. ماءُ پيءُ پنهنجي هن پٽ جو نالو محمد صالح رکيو. ڪين الاءِ ڪيئن خبر پيئي ته سندن هر وجهه حسين هيءُ پُٽ وڏو ٿي هڪ لائق ۽ صالح انسان ثابت ٿيندو ۽ پنهنجي نالي جي پت رکندو. پوءِ دنيا ڏٺو ته وڏو ٿي واقعي هو هڪ صالح انسان بڻيو. هي پهريون شخص هئو جنهن پنهنجي خاندان ۾ باقاعده تعليم حاصل ڪئي. فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ هو تعليم کاتي ۾ استاد جي حيثيت سان پرتي ٿيو. نوڪريءَ سان گڏ هو پنهنجي تعليم به جاري رکندو آيو. ڏينهن رات جي محنت، ايمانداري ۽ ورثي ۾ مليل شرافت جي بنياد تي هو تعليم توڙي نوڪريءَ ۾ مسلسل ترقي ڪندو رهيو. هن تعليم ۾ پي- ايچ- ڊي تائين ۽ نوڪريءَ ۾ ڊائريڪٽر تائين جا مرحلا طئي ڪيا. پنهنجي پروفيشنل ۽ اڪيڊمڪ ڪيريئر ۾ هُن ڪڏهن به اهڙو ڪم نه ڪيو جنهن سان مٿس ڪا آڱر کڄي سگهي. سندس انيڪ خوبين ۾ ايمانداريءَ واري خوبي اهڙي هئي، جنهن

سندس ذات کي ٻين سون بلڪ هزارن آفيسرن کان مختلف رکيو هو. هُن کي پئسي ۽ دنيا جي ڏيک ويک ڪڏهن بہ متاثر نہ ڪيو. هُن کي حلال روزي جي نہ رڳو معنيٰ ايندي هئي پر اُن کي اها چڱيءَ طرح خبر هئي تہ حلال روزي کائڻ سان جسم ۾ جيڪو خون پيدا ٿيندو آهي، ان ۾ ”هيمو گلوبن“ سان گڏ عزت ۽ غيرت جا جزا بہ ڪثرت سان ملندا آهن.

اسان پائر گڏجي، جڏهن ڪيس سندس انتهائي ايمانداري جا مهڻا ڏيندا هئاسين تہ هُو موت ۾ رڳو مُرڪي ڏيندو هو. سندس مرڪ ۾ ڪنهن درويش جي اهڙي سانت سمايل هوندي هئي، جنهن جي اسرار جي خبر رڳو فرشتا ئي رکي سگهندا آهن. ماڻهن کي اهڙي خاموش مرڪ جي انت بحر جي ڪهڙي خبر ٿي سگهي ٿي!

ستر واري ڏهاڪي جي آخري سالن ۾ جڏهن هو سڌيءَ ريت تعليم جو ضلعي آفيسر بڻيو تہ سندس پهرين پوسٽنگ جيڪب آباد ضلعي ۾ ٿي. جيڪب آباد جهڙي گرم علائقي ۽ اتان جي گرم مزاج ماڻهن ۾ رهندي هن اهڙي نموني نوڪري ڪئي، جو اتان جا ماڻهو سندس وڏا مداح ۽ معترف بڻجي ويا. هن سنڌ جي روايتن ۽ سرڪاري اصولن ۽ ضابطن ۾ اهڙو توازن قائم رکيو جنهن جو مثال جيڪب آباد جي تاريخ ۾ نہ پئي مليو. اهوئي سبب آهي جو جيڪب آباد جا بزرگ ۽ رٽائر ٿيل استاد توڙي آفيسر، آخر تائين سائنس پير پريندا رهيا. جيڪب آباد کان پوءِ خيرپور، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ۾ بہ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر رهيو. هن پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ هزارين بيروزگارن کي نوڪريون ڏنيون. نہ رڳو ايترو بلڪ حيدرآباد ۾ رهڻ دوران هن اهڙن شاگردن کي ترجيحي بنياد تي ملازمتون ڏنيون جيڪي ڏينهن ۾ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندا هئا ۽ شام جي اسڪولن ۾ نوڪريون ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي گهر وارن جو پيٽ گذران ڪندا هئا. بعد ۾ ڊائريڪٽر، ايڊيشنل سيڪريٽري ۽ بورڊ جي چيئرمين بڻجڻ دوران بہ غريب ۽ ابوجهہ ماڻهن جي هميشہ سار لهندو رهيو. هن جي ذات جي سڀ کان اولين خوبي مسڪين ماڻهن جي واهر ڪرڻ هئي. هن پنهنجن ماڻهن سان ڪڏهن بہ ارهو ٿي نہ ڳالهايو. پائرن مٿان تہ سو سو ڀيرا صدقي ويندو هو پر سوٽن، ڀڻاٽن، ڀاڻيجن، پائٽن مطلب تہ مڙني ماڻهن کي مان ڏيندو هو. هو اهڙن روايتي سنڌي ڪامورن مان هرگز ڪونہ هو جيڪي ڳوٺ کان نڪرڻ کان پوءِ واسطا ۽ رشتا بہ تبديل ڪري ڇڏيندا آهن. هو تہ جيترو بہ ڳوٺ کان پري رهندو هو سندس اندر ۾ ڳوٺ ۽ ڳوٺ وارن جي محبت چوليون هڻندي رهندي هئي. مون کي تہ اڪثر ايئن لڳندو هو تہ سندس خمير کي جيڪڏهن ڪنهن وطن جي صورت ڏجي تہ اُهو ملير بڻجي ويندو. اهوئي سبب هو جو اڪثر سنڌ جي هڪ صوفي شاعر جي هيءَ سٽ جهونگاريندو رهندو هو تہ:

"عمر اوتي اباڻن جا، نميو نڪريو نهاريان تي."

ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ (بابا سائين) کي وفات ڪئي اج ڇهه مهينا اچي پورا ٿيا آهن. پر سٽيزن ڪالوني جي ويجهو مهراڻ هومز جو گهر نمبر ڏهون، اج بہ سندس ايئن انتظار ڪري رهيو آهي، جيئن ڪو آڪيرو شام ٿيڻ تي اڏري ويل پکيءَ جي واپسيءَ جو انتظار ڪندو آهي، پر اداس گهرن ۾ خالي آکيرن کي ڪهڙي خبر تہ موت سندس مڪينن کي ايترو تہ ڏور اڏاري ويو آهي، جتان ڪان ڪين اداس هوائن جون پڪارون ۾ معصوم جگنوءَ جا لڙڪ بہ واپس آڻي ناهن سگهندا.

هاڻي جڏهن حاجي خان گوپانگ جو پٽ، بنگل خان جو پاءُ، صدوريءَ جو بابا ۾ جگنوءَ جو ڏاڏا بابا محمد صالح گوپانگ هن دنيا ۾ باقي ناهي رهيو تڏهن سندس وڇوڙي جو درد فقط لطيف سائينءَ جي هن سٽ ۾ ئي ماپي سگهي ٿو تہ:

"ڪهڙي منجهہ حساب، هُئڻ منهنجو هوت ريءَ."

*(روزانہ "عبرت" حيدرآباد، 18 سيپٽمبر 2005ع)*

# پبليڪيشن جي ڇپايل ڪتابن جي فهرست

9-ربي چيمبر، حيدرچوڪ، حيدرآباد. فون: 2721172، موبائل: 0333-2607541

| | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| (1) | ميرا درد (اردو شاعري) | لال چند لال | (ختم ٿيل) |
| (2) | ٻيهريءَ جا ٻہ پل (آتم ڪٿا) | ريتا شهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (3) | بارش سوچي ٿي (نثري ٽُڪرا) | ايوب کوسو | (ختم ٿيل) |
| (4) | جمال ابڙو ۽ جديد.... (مونوگراف) | ادريس جتوئي | 100/- روپيا |
| (5) | آنسو (اردو شاعري) | لال چند لال | 120/- روپيا |
| (6) | رشتن جو رقص (ڪهاڻيون) | ريتا شهاڻي | (ختم ٿيل) |
| (7) | زندگي هڪ وار وري (شاعري) | شريڪانت صدف | 150/- روپيا |
| (8) | ميگهه ونس اتهاس (تاريخ) | تيرٿداس اُميداڻي | 300/- روپيا |
| (9) | ڪلجُگ جو ڪاپڙي (شخصيت) | ليکراج ڪي. راماڻي | (ختم ٿيل) |
| (10) | ويد اُپديش (اردو) (مذهب) | تيرٿداس اُميداڻي | 50/- روپيا |
| (11) | ڪوتا - ڦُلواڙي (شاعري) | ولي رام ولڀ | 200/- روپيا |
| (12) | ٿانئن متي ٿهڪ (شاعري) | منصور ملڪ | 120/- روپيا |
| (13) | آلا نيڻ بهارن جا (شاعري) | فياض ڏاهري | (ختم ٿيل) |
| (14) | در ڪُليو ئي رهيو (ريڊيائي افسانا) | امين ارباب | 150/- روپيا |
| (15) | صاحبو! (اردو شاعري) | دانش مهدي | (ختم ٿيل) |
| (16) | سڄاڻ جون سمرتيون (يادگيريون) | ريتا شهاڻي | 120/- روپيا |
| (17) | سنڌو لکت جي ياچ (تاريخ) | عطا محمد ڀنڀرو | (ختم ٿيل) |
| (18) | ووڙيم سڀ وٿاڻ (مهم جوئي) | اشتياق انصاري | (ختم ٿيل) |
| (19) | پاڻ هُر تڙيون مايون (ناول) | گوبند خوشحالاڻي | 120/- روپيا |
| (20) | ٻارن جون بيماريون (ميڊيڪل سائنس) | ڊاڪٽر بشير احمد | 50/- روپيا |

(21) ڊسمبر جي اڪيلائي (شاعري) بخشل باغي 130/_ روپيا

(22) جيجي (فن ۽ شخصيت) مرتب: نصير مرزا (ختم ٿيل)

(23) فاتح ڪربلا (تاريخ) ترجمو: حسين بخش لغاري (ختم ٿيل)

(24) اور گنگنائون اُسي (اردو شاعري) شاهد قريشي 160/_ روپيا

(25) سمي صحرا، سمي دريا (نثري مضمون) مرتب: آزاد انور ڪانڌڙو 200 /_ روپيا

(26) منڙا پاءَ (ڪهاڻيون) ولي رام ولڀ 180/_ روپيا

(27) چلي گئي وه آڪر بهي (اردو شاعري) شاهد قريشي 160/_ روپيا

(28) Globalization viz a viz Pakistan Prof. Fakhrunisa Talpur 80/_ روپيا

(29) (Reviews) The Glorious Past Dr. Kazi Khadim 400/_ روپيا

(30) ڇا لاڙ سڄي ۾ آهي امن!؟ (شاعري) ابراهيم ڪوسو 100/_ روپيا

(31) آئرويدڪ آسان علاج (صحت) ترجمو: ڪيمپال شرما (ختم ٿيل)

(32) گيتا ٻوڌ (ڌرمي پُستڪ) مهاتما گانڌي 60/_ روپيا

(33) بوتيڪ ڪان بيڊ روم تائين (ڪهاڻيون) اڪبر سومرو 150/_ روپيا

(34) ٿي نہ سگهيس شاعر (شاعري) نصير مرزا 150/_ روپيا

(35) ڀٽڪي ويل سپنا (ناول) عزيز ڀنيرو 175/_ روپيا

(36) ميري شاعري ميري صليب (اردو ۾) شيخ اياز 75/_ روپيا

(37) شهيدن جي علمدار (بينظير ڀٽو تي شاعري) قاضي اياز مهيسر (ختم ٿيل)

(38) انيس انصاري: فن ۽ شخصيت (شخصيت) اشتياق انصاري 200/_ روپيا

(39) گهاريل گهڙيون (آتم ڪٿا) عبدالحميد ميمڻ 250/_ روپيا

(40) شاهہ جو گنج شاهہ لطيف جا بيت) سهيڙيندڙ: سگهڙ الهداد جنجهي 1000/_ روپيا

(41) ڪويءَ جي ڪٿا (آتم ڪٿا) سوز هالائي 250/_ روپيا

(42) مٽيءَ ۾ ملاوٽ (ڪهاڻيون) قاضي خادم 200/_ روپيا

(43) وِڪريل ماڻهو (ناول) فاروق سولنگي 250/_ روپيا

(44) اکڙيون ڏيل ڏيئا (شاعري) عامر سيال 150/_ روپيا

(45) اڪٽ ڪهاڻي۔ڪبير (ناول) ريتا شهاڻي 140/_ روپيا

(46) سفر در سفر (سفرنامو) ريتا شهاڻي 250/_ روپيا

(47) اؤکا پنڌ پيار جا (ناول) ڪلا پرڪاش 150/_ روپيا

(48) سامي سِج وڙاءَ (ناول) مراد علي مرزا 300/_ روپيا

(49) اُجهاميو ٻرن (ڪهاڻيون) ماڪن شاهہ رضوي 250/_ روپيا

(50) سنڌو تهذيب ۽ سنڌو ڌرم جا..(تاريخ) عطا محمد ڀنيرو 250/_ روپيا

(51) منهنجي ڪهاڻي، ڪجهہ نئين (آتم ڪٿا) گڻيش بالاڻي 130/_ روپيا

(52) شهر جي ڳالهہ (ناول) اڪبر سومرو 250/_ روپيا

(53) گورک: فطري حُسن جو تفريحي ماڳ (سياحت ۽ تاريخ) اشتياق انصاري ـ/240 روپيا
(54) دل جي دفتر مان (ساروڻيون) قاضي خادم ـ/450 روپيا
(55) سائل ڪوش (سنڌي ـ سنڌي لغت) پروفيسر ستر امداس سائل ـ/650 روپيا
(56) چنڊ، سمنڊ ۽ پٿر اکيون (شاعري) سليمان سولنگي (ختم ٿيل)
(57) وچڙي ويل زندگي (شاعري) گلشن لغاري ـ/150 روپيا
(58) ائين پلا ڪيئن هوندو؟ (مضمون) عبدالقادر جوڻيجو ـ/140 روپيا
(59) ساروڻيون (يادگيريون) قاضي خادم ـ/350 روپيا
(60) چنڊ چهرا (خاڪا) ماهتاب محبوب ـ/250 روپيا
(61) سچ جي ڳولا (تصوف ۽ انسانيت) ٽيڪم مٽائي ـ/150 روپيا
(62) هلي ڏسجي هندوستان (سفرنامو) الطاف شيخ ـ/450 روپيا
(63) ويجها ٿيا وصال ڪي (شاعري) غلام محمد جنجهي ـ/275 روپيا
(64) ڪوڪيئن چوي ڪوڪيئن چوي (امر جليل) ترتيب: مختيار احمد ملاح ـ/300 روپيا
(65) پيار جي هڪ بي صدي (ناويلا، ڪهاڻيون ۽ تاثر) رفيق سومرو ـ/250 روپيا
(66) Ishtiaq Ansari (Trourism) Gorakh: Beautiful Resort of Sind ـ/300 روپيا
(67) اندر روح رهيام (يادگيريون) قاضي خادم ـ/350 روپيا
(68) سنڌ جون ڊنڊيون (تاريخ، سياحت ۽ ماحوليات) عزيز رانجهاڻي (ختم ٿيل)
(69) اندر اُج اُڪير (شاعري) اسير ڏاهري ـ/150 روپيا
(70) فاني جڳ لافاني ماڻهو (سوانحي خاڪا) حميد سبزوئي ـ/250 روپيا
(71) جوئي آهيان سوئي آهيان ـ امر جليل ترتيب: مختيار احمد ملاح ـ/300 روپيا
(72) رُوبرو (جيون سنبنڌي مضمون) ريتا شهاڻي ـ/150 روپيا
(73) سنت تريڪم صاحب (ڊرمي جاڻ) سهيڙيندڙ: راڻا رام چوهاڻ ـ/100 روپيا
(74) پترڻ جون پُڪارون (شاعري) ع.غ. تبسم ـ/200 روپيا
(75) رابيل مُکڙي (نثري ٽڪرا) محمد انور بلوچ ـ/180 روپيا
(76) رڻ تي چاندوڪي (شاعري) ايوب کوسو ـ/200 روپيا
(77) خوبصورت ادبی چہرے (ادبی شخصیات) محمد تقی راجپوت ـ/200 روپيا
(78) پيرا اجا مون پنڌ ۾ (يادگيريون) قاضي خادم ـ/500 روپيا
(79) لڙيو پئي لاڙ تان سورج (اسٽوريز) امين ارباب ـ/150 روپيا
(80) اُوچا پنڌ پهاڙ جا (آتم ڪٿا) عبدالستار ڪورائي ـ/200 روپيا
(81) عُمر اوني اباڻن جا (خاڪا) عزيز گوپانگ ـ/300 روپيا
(82) جهڙو سات سُگنڌ جو (شخصيت) مرتب: موهن مدهوش ـ/750 روپيا
(83) خواب اکين ۾ پلجن (شاعري) اسير ملاح ـ/200 روپيا

## ڪويتا پبليڪيشن:

سنڌي ٻوليءَ جي واڌ ويجهه، سنڌ تي عالمي ادب کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائڻ، ادب جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ جاکوڙ تخليقي اديبن جي همٿ افزائي ڪرڻ، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ مختلف موضوعن ۽ قدرن تي ڏيهي توڙي پرڏيهي ادب کي پڙهڻ لاءِ دلچسپي پيدا ڪرڻ، ڪتابن کي معياري ۽ جديد تقاضائن تحت ڇاپڻ، پڙهندڙن کي انٽرنيٽ، website ۽ facebook ذريعي ڇپايل ڪتابن جي ڄاڻ ڏيڻ، ٻين ٻولين مان سنڌيءَ ۾ ترجما ڪرائي ڇپرائڻ ۽ بهتر سماج جي جوڙجڪ ۾ پنهنجو مثبت ڪِردار ادا ڪرڻ کي پنهنجو اولين فرض سمجهي ٿي.

ڪتاب اسان جا دوست آهن!

اچو ته، انهي مثبت ڪم ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيون ۽ سنڌي سماج جي جوڙجڪ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪريون.

—ادارو



”عُمر اوٺي اباڻن جا“ سنڌ جي اهم شاعر عزيز گوپانگ جي لکيل خاڪن جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ هُن غيرمعمولي موضوعن ۽ ڪردارن کي چونڊيو آهي. عزيز ۾ هڪ سُٺي نثر نويس واري صلاحيت ته موجود آهي، پر ان کان به وڌيڪ سندس اعليٰ شاعراڻي احساساتي سطح به نمايان نظر اچي ٿي.

حقيقت ۾ عزيز گوپانگ، خاڪن لاءِ اهڙا ڪردار چونڊيا آهن جيڪي عام صحافي، اديب ۽ ماڻهوءَ جي اک کان اوجهل آهن، اهي غيرمعمولي ۽ غير رواجي آهن. اهي اوٺي اباڻن جا ڪردار آهن. اهي ڏنار، پنهنوار آهن، ته گُمنام معصوم ۽ بي زبان ڪردار به آهن، جن جي هُو زبان بڻيو آهي.

سنڌي ادب ۾ خاڪا نگاري جي حوالي سان عزيز گوپانگ جي پنهنجي منفرد حيثيت آهي. سنڌ جي ساهتي واري خطي سان واسطو رکندڙ هن ليکڪ معياري ۽ تخليقي ٻولي ڪتب آندي آهي. سندس خاڪا احساساتي ۽ شعوري سگهه جي ڪري پڙهندڙن جي دِلين ۾ لهي وڃن ٿا.

**ادريس جتوئي**

kaptan abro

ISBN: 978-969-9329-28-9
Price: Rs. 300-00

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھَ ۽ ڏاهپَ ڪي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجھ پھاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالھہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنھن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلھہ ٻارن کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڍي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلھہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)